# جِت سنڌوءَ ۾ سمنڊ وهي ٿو

سنڌ جي ڍنڍن، ڍورن، آبي گذرگاهن، وٽراهن، ريگستانن ۽ انهن
۾ وسندڙ مخلوق جو مشاهداتي مطالعو

## امر لغاري



# جت سنڌوءَ ۾ سمنڊ وهي ٿو

(سنڌ جي ڍنڍن، ڍورن، آبي گذرگاهن، وٽراهن، ريگستانن ۽ انهن ۾ وسندڙ مخلوق جو مشاهداتي مطالعو)

## امر لغاري


**موهن جو دڙو**

پبلشنگ ايجنسي

لاڙڪاڻو

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | **جت سنڌوءَ ۾ سمنڊ وهي ٿو** |
| ليکڪ | : | **امرلغاري** |
| فوٽو گرافي | : | **امرلغاري** |
| اسڪيچز | : | **اي. آر آزاد** |
| ڪمپوزنگ | : | **يونيورسل ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ لاڙڪاڻو** |
| پهريون ڇاپو | : | 2003ع |

**قيمت 120 روپيه**

**JIT SINDHUOA MAIN SAMUND WAHE THO**
**(Ecology)**

Written By: **Amar Laghari**

Published By: **Mohan Jo Daro Publishing Agency Larkano**

First Edition: **2003**

## انتساب

فطرت سان پيار ڪندڙ اُنهن تمام ٿورن ماڻهن مان هڪ - محترم الهورائي بهڻ جي نانءُ، جنهن جي ڌرتيءَ ۽ اُن تي رهندڙ مخلوق لاءِ اڻ ٿڪ ڏسي، اميد جو حوصلو پيدا ٿئي ٿو. منهنجو هيءُ پورهيو، هُن جي Un-conditional ساٿ ۽ همت افزائيءَ جو نتيجو آهي. هيءُ ڪتاب سانئينءَ پاران ماحوليات جي تعليم ڏيڻ ۽ اُن جي سجاڳيءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ وارين بي لوث خدمتن کي ارپيان ٿو.

## فهرست

ذريعي شڪار - پهاڙي تتر، چڪور، ڪارو اڇو تتر - ٻنا موڙ واري چنڊول - مهاڻا ۽ لڏڙا، لڏڙا ۽ خفتي - ناچ ڪندڙ ڪُونجون - اسان قطعي جنگلي جيوت دوست ناهيون - ٽيٽيهر، سيگل، ڪناءِ، سارس ۽ تور جا آنا ٻه ڪائجن ٿا - چيني ۽ دريائي ڪميون يا ڪيڇون - اسان ڳاڙهي رنگ کي ڏاڍو پسند ڪيون ٿا - هڪ نعرو

# ليکڪ پاران

هونءَ ته مان به ان خيال جو آهيان ته سؤ - ڏيڍ - سؤ صفحن جو ڪتاب لکي ليکڪ کي پڙهندڙ کان هٿ ادب جا ٻڌي معافي وٺڻ کپي، پر خبر ناهي ڇو ڪتاب جي منڍ ۾ يا آخر ۾ ٻه اکر، ٽي اکر يا اڃا به پنهنجي پاران يا ليکڪ پاران لکڻ واري مسخري ضرور ڪرڻي پوي ٿي، سو ان لاءِ پڙهندڙن کان معذرت گهرندي مان به ٻه لفظ لکڻ جي اجازت گهران ٿو.

ٻه ٽي سال اڳ سنڌ جڏهن اڃا نئون پاڻيءَ لاءِ ڦٿڪڻ شروع ڪيو هو ته، اسان به سنڌو درياءَ جي ڇيڙا واري ڊيلٽائي علائقي ڪي ويجهڙائيءَ کان ڏسڻ لاءِ روانا ٿي وياسين. ٺٽي کان جڏهن جنگلي سر پٽڻ پهتاسين ته اتان جي تبديل ٿيندڙ ايڪالاجي ۽ ماحول ڏسي گهٻرائجي وياسين، جتان ڪنهن زماني ۾ سنڌو سيسر جي مستيءَ جيان گوڙيون ۽ ڏڏڪا ڪري گذرندو هو، اڄ اتي سمنڊ جو پاڻي مورڙي واري مگر مڇ جيان درياءَ جي پيٽ ۾ دهشگردي لايو بيٺو هو، جنهن جي نتيجي ۾ سنڌوءَ جي مٺي پاڻيءَ ۾ موجون ڪندڙ مڇيون، سي گل ۽ سانها، جڙ ته ناپيد ٿي چڪا هئا، پتڻ ويران ڏسڻ ۾ پئي آيا. هڪ اڌ هُڙي کان سواءِ ٻيو مڙيئي خير لڳو پيو هو. ست ست راتيون سمنڊ ۾ گذارڻ کان پوءِ جيڪڏهن ڪو هُرو ڪنڌيءَ لڳو ٿي، ته اُن جي پيٽ مان به اٺ يا نَو پلا نڪتا ٿي. ملاحن ويچارن جا منهن سچ پچ ته ڏسڻ جهڙا هئا. هو مٺي پاڻيءَ لاءِ رڳو رُنا نه ٿي. باقي سڀ ڪجهه هنن جي مُهاندن تان بکي رهيو هو.

اسان مکيءَ جا ماڻهو، جن ڪڏهن به پاڻيءَ جي اڻاٺ نه ڏٺي هُئي،

۾ ماڻهن کي ائين پاڻيءَ لاءِ اُباڻڪو ٿيندي نہ ڏٺو هو. اهڙو لقاءُ ڏسي پريشان ٿي وياسين. پوءِ جڏهن سمنڊ پاران سنڌوءَ جي فتح ڪيل ڪارين ۾ لٿاسين تہ ائين محسوس ٿي رهيو هو ڄڻ تہ سمنڊ سنڌوءَ جي پيٽ ۾ صدين جو زهر اوڳاڇي رهيو هو.

ڊيلٽائي ڪارين جون ڪنڌيون ۽ انهن جي ور وڪڙن ۾ ڦاسي رهجي ويل ٻيڙاريون، جن جي ڇپن تي درياهي ماحول وارو پيلو اڃا بہ درياءَ جي مٺِ پاڻيءَ جي ريلن جو وڏي بي چينيءَ سان انتظار ڪري رهيو هو. آهستي آهستي سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ جي نظر ٿي رهيون هيون. پر پاڻي اُپ جي اُپڪيرن ۾ ٿاڦوڙا هڻندڙ ڪڪرن کان سواءِ ڪٿي بہ ڪونہ هو. ملاحن کي تہ هاڻ اُها ڇيڪي مٽي بہ هٿ نہ ٿي آئي، جنهن سان ويهي ڪڏهن هو پنهنجا پڌر سنواريندا هئا. هاڻ تہ اُنهن جي آڳر تي ڪنهن ڪانگ بہ نہ ٿي ٻوليو. بندر ۽ بازاريون سڀ سڃيون ٿي چڪيون هيون. فطرت جي هانءَ ۾ ديوي پنهنجا سيلها ڪشي چڪي هئي. اهڙي منظر نگاريءَ ۾ هڪ ليکڪ لاءِ ڇا ان کان وڌيڪ بہ ڪو سنديس ٿي پئي سگهيو تہ هو بہ گونگي وانگر "آخري لڪير" تي اچي چڙهي بيهي رهي؟ پر ليکڪ گونگا نہ ٿيندا آهن. ليکڪ پنهنجي قلم کان پنهنجي زبان جو ڪم وٺندا آهن.

جتي هڪ طرف درياءُ سڪي پڙپانگ ٿي چڪو هو ۽ سمنڊ جي اُرهہ زورائي زورن تي هئي، اتي ٻئي طرف سنڌ جو سينو چيري هڪ وڏو سم نالو کوٽي اُن کي سمنڊ سان ملايو ويو هو. هڪ لوڻ، ٻيو ڪارخانن جو زهر ۽ ٽيون زرعي دوائن کي Wash up ڪندڙ پاڻي - اهي ٽيئي شيون جڏهن بدين جي ساحلي علائقن وارين پراڻين ڍنڍن ۾ پهتيون تہ پکين جو قهرام مچي ويو. ڪنهن ڏٺو، ڪنهن ڪڇيو، ڪير ماٺ رهيو، اسان سڀني کي خبر آهي، لڳي ٿو تہ سنڌ گونگن جو ديس آهي. اسان جا پاڙهو ماڻهو، جيڪي گذريل پنجاهہ سالن کان فطرت کي پُٺ ڏيندا پيا اچن، سي پنهنجي ڌرتيءَ جي سونهن ۽ اُن جي مستقبل کان صفا لاتعلق ٿي چڪا آهن.

چوٽياريون ڊيم هجي يا ناري جو پاڻي، مکيءَ جو ٻيلو هجي يا

اڪري واريون ڏنديون، ڪنڌيءَ جو وڻ هجي يا هرڻين جا معصوم ٻچا، هر شيءِ ڪي وڪڻي پنهنجو پيٽ ڀرڻ جي ديڳ هر جاءِ تي چڙهي پئي آهي.

مون هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو هو ته، آمريڪا جي هڪ رياست ۾ هڪ ڪمپني 50 فوٽ ويڪرو روڊ پئي ٺاهيو، جنهن جي نتيجي ۾ هڪ ايترائي فوٽ هر چورس پاڻيءَ جو تلاءُ سدائين لاءِ ڌرتيءَ جي گولي تان ميسارجي رهيو هو، جنهن ۾ دنيا مان گم ٿي ويل اڌ فوٽ ڊگهي مڇيءَ جا ڪجهه داڻا اڃا به پنهنجو جيئدان حاصل ڪري رهيا هئا. اهو روڊ (جو اڌ ٺهي ويو هو) اتان جي مقامي ماڻهن جي سخت احتجاج جي ڪري ترڪ ڪيو ويو ۽ مڇيءَ جي ان معصوم نسل کي دنيا ۾ جيئڻ جو حق ڏنو ويو جنهن جو قصور فقط اِهو هو ته هن جو گهر انسان جي رستي ۾ پئي آيو. جو صنعتي ترقي، سائنسي دريافتن ۽ مذهبي منافرتن ڪري وڏو منافق ۽ بي حياءُ ٿي چڪو آهي، جنهن کي گهمنڊ آهي ته هو چنڊ فتح ڪري چڪو آهي ۽ هاڻِ ڪهڪشائن ڏانهن رُخ اٿس، پر حقيقت اها آهي ته هن پنهنجي پاڙ تي رنبو رکي ڇڏيو آهي. هو اُنهن املهه شين کي تباهه ڪرڻ تي سندرو ٻڌيو ويٺو آهي، جن صدين جي تبديلين کان پوءِ ڪيس دنيا جو هي رنگ ڏيکاريو آهي. مڇيءَ کي مخلوق جو پهريون مائٽ سڏيو وڃي ٿو، اها پاڻيءَ جي مخلوق آهي ۽ اسان سيني کي ياد رکڻ گهرجي ته، پاڻيءَ کان سواءِ ڪنهن به مخلوق جو وجود ڪابه حيثيت نه ٿو رکي ۽ اسان ان طرف وڌي رهيا آهيون، جتي ماڻهو زندگيءَ کي فقط ۽ فقط ڪڪرن جي منڊلي ۾ ٺي تلاش ڪري سگهندا.

اڻ گهڙيل (اڻ گهڙيل جي وضاحت نه ڪندس) ماڻهو جڏهن ڪاوڙبو آهي ته هو گارگند ڪندو آهي يا ڪنهن کي ڌڪ هڻي ڪيندو آهي، پر گهڙيل ۽ تراشيل ماڻهو جڏهن ڪاوڙبو آهي ته پڇرندو آهي يا پاڻ کي ماري فنا ڪندو آهي. اهي هئي ڪم نه پڇندس ته پوءِ ويهي ڪتاب لکندو آهي. شڪر گذار آهيان محترم اشتياق انصاريءَ جو، جنهن منهنجي ڪم تي (منهنجي جائز ناجائز تعريف ڪندي) به لفظ لکيا، ٿورا آهن پيارن

دوستن جان خاصخيلي ۽ اسحاق مگريي جا جن منهنجي ڪم کي پيار سان پڙهيو ۽ ان تي ٽيڪا ٽپڻي پڻ ڪئي.

**امر لغاري**
سانگهڙ، سنڌ

# ساري سنڌ پرينءَ جو پاڇو

ڪڏهن سنڌوءَ جو ميرانجهڙو پاڻي 40 ميل سمنڊ جي نيري پاڻيءَ کي چيري وڃي ڇوڙ ڪندو هو. هاڻ ڊيلٽائي ماڻهن لاءِ سنڌوءَ جي ڇوڙ جون اهي ڳالهيون فقط ديومالائي قصن وارين ڳالهين وانگر ڪرڻ لاءِ رهجي ويون آهن. ”هٿ ڪنگڻ لاءِ ڪهڙي آرسي“ واري ڳالهه وانگر سنڌ جي انهيءَ ساحلي علائقي جي صورتحال کي ڏسڻ لاءِ گهڻا ماڻهو آهن جن اهو سڀ ڪجهه وڃي ڏٺو آهي ته دريائي ڇولين جي وچ ۾ رهندڙ انهن ڊيلٽائي ماڻهن کي هن وقت پيئڻ جي پاڻيءَ جي هڪ دلي جي حاصلات لاءِ ڪهڙن مرحلن مان گذرڻو پوي ٿو؟

اهڙيءَ صورتحال ۾ امر لغاري سنڌ جو انوکو رائيٽر آهي، جنهن نه رڳو سنڌوءَ جي ڇوڙ واري ڊيلٽائي علائقي ۾ اتي جي ماڻهن ۽ ٻٽي جيوت تي هڪ اخباري خبر جي بدران اتي جي مسئلن کي انتهائي خوبصورت انداز ۾ رپوتاز واري طرز ۾ لکيو آهي.

امر لغاري سنڌ کي پرينءَ جي پاڇي واري اک سان ڏسڻ جي ڪري رڳو اُن کي خوبصورت شهرن، سرسبز باغن ۽ زرعي علائقن تائين محدود ڪرڻ بدران جهر جهنگ، بيابان، ٻٽون، ڊٺون، ڇاڙهون، ڪاريون، ڍنڍون، ڍورا، رڻ جا پٽ، رج وارا پوٺا ۽ آئيڊيا لتاڙي سنڌ لي ڳولي ٿو. امر لغاري بلڪل اها سنڌ ڳولي ٿو جنهن لاءِ ٿي اياز چيو، ”جت لڪ لڳي، جت اڪ تپن سو ديس مسافر منهنجو ڙي.“

اهڙيءَ طرح اسان ڏسون ٿا ته امر لغاري رومانٽڪ ۽ سادي انداز ۾ سنڌ جي انتهائي سنجيده قسم وارن مسئلن کي ڇهيو آهي. هن ڊيلٽائي علائقي تي ڪنهن ٽيڪنوڪريٽ يا آبپاشي جو ماهر بنجي اهو بحث ٿي نه ڪيو آهي ته دريائي ڇوڙ لاءِ 27 ملين پاڻي کپي يا 10 ملين پاڻي کپي، پر

هو تہ هڪ سادي انداز ۾ علائقي جي صورتحال هڪ ملاح جي زباني ٻڌائڻ لڳي ٿو. ملاح نہ رڳو سمونڊ جو انجينيئر هوندو آهي پر اهو ساڳيو درياءَ جو بہ پٽونرو آهي. ان ڪري درياءَ جو سمونڊ ۾ ڇوڙ نہ ٿيڻ وارو جيڪو گلوبل اشو آهي ان ٽيڪنيڪل بحث کي عرس ملاح جي زباني ائين بيان ڪرايو آهي تہ، "سمونڊ جيڪو هن وقت ڇڙواڳ ٿي اڳتي وڌي آيو آهي جي درياءَ ۾ پاڻي هجي ها تہ اڄ بہ ڏڪندو، ڪنبدو پوئتي هليو وڃي ها." اهو ملاح هڪ اڻارتي طور راءِ ڏئي ٿو، "ايڏو سارو جيڪو سمونڊ ڏسو پيا نہ اهو درياءَ جي دهشت اڳيان ڪجھ بہ نہ آهي." جنگي سر جي ويٺل عرس ملاح واري ڪيل ڳالھ جي پٺڀرائي ماهرن جي انهيءَ ڏنل رپورٽ مان ٿئي ٿي تہ درياءَ جو ڇوڙ سمونڊ ۾ نہ هئڻ ڪري سمنڊ 20 لک ايڪڙ زمين پنهنجي پيٽ ۾ آڻي چڪو آهي. جڏهن تہ سنڌ جي حڪومت پهريون دفعو عرس ملاح جي ڳالھ کي تسليم ڪندي مارچ 2001ع ۾ مڃيو آهي تہ 12 ايڪڙ زمين سمنڊ ڳهي چڪو آهي. اهو ئي سبب آهي جو ڪيٽي بندر جو تعلقي هيڊ ڪوارٽر ٻگهاڻ ۾ ڪڃي آيو آهي، ڪاروڇاڻ جو تعلقي هيڊ ڪوارٽر سجڻ واريءَ ۾ ڪڃي ويل آهي ۽ شاھ بندر جو تعلقي هيڊ ڪوارٽر وري چوهڙ جمالي ۾ ڪڃي چڪو آهي. ساحلي شهر ۽ ڳوٺ سمونڊ جي ڇڙواڳ ڇولين جي اڳيان ڪنڌ نِمايو بيٺا آهن. ماڻهو پنهنجا ماڳ مڪان خالي ڪري ڪيٽي بندر کان وٺي علي بندر تائين سؤ ميلن جي علائقي مان لاڏيتو پوئتي هٽي رهيا آهن. جيتوڻيڪ امر لغاري سفرنامو بہ ڪونہ لکيو آهي، پر هن درياءَ جي ڇوڙ واري ڊيلٽائي علائقي جي جنهن فوٽو گرافڪ انداز ۾ تصوير ڪشي ڪئي آهي، اهو انتهائي خوبصورت انداز آهي، جڻ پڙهندڙ پاڻ گهمندو هجي.

هو دنيا جي ڊيلٽائي علائقن وانگر سنڌ جي ساحلي علائقي کي ماحولياتي اک سان ڏسي ٿو. هو ڊيلٽائي علائقي ۾ رڳو ماحولياتي طور فيشن بنجي ويل ميگروز جو قصو ڪونہ ٿو ڪٿي، پر هو تہ لطيف جي ڳايل سهڻ جي ڳاھ، اتي وارن ماڻهن، جانورن، پکين ۽ ٻوٽن تي لکڻ چاهي ٿو. هن تمر جي نہ رڳو خوبصورت وڻ تي لکيو آهي، پر اهو وڻ جيڪو قدرتي طور سمنڊ جي آبي زندگيءَ لاءِ هڪ هيچري طور ڪم ڪري ٿو اهو بہ

لکيو آهي. امر جي ڪئمرائي اک دريائي ڇاڙهن جي وچ ۾ آباد ڏيلٽائي علائقي جي شهر ڪاري ڇاڻ ۽ درياءَ جي خوبصورت ڪنڌي واري پٽڻ جنگي سر جو ذڪر ڪيو آهي، هن جو اهو ذڪر ماڻهوءَ کي موهي وجهي ٿو. هن جنگي سر کان ڪاروڇاڻ ٻيڙي ذريعي وڃڻ واري ذڪر ۾ "سمنڊ" جو لفظ استعمال ڪري هڪ وڏو بحث ڇيڙي ڇڏيو آهي.

سمنڊ جي هندستاني دنگ واري حرامي ڍوري کان وٺي ڪراچيءَ ۾ ابراهيم حيدري تائين سمنڊ ۾ مڇي مارين هڪڙو به ملاح سمنڊ لفظ استعمال نه ڪندو آهي. جيتوڻيڪ هو اٺاهه سموند ۾ مڇي جي شڪار لاءِ وڃڻ جي باوجود "درياءَ ۾ وڃان پيو" جو لفظ استعمال ڪندو آهي. انهيءَ "درياءَ" ۽ "سموند" وارن لفظن جي وچ ۾ هڪ ڏکھو اتهاس لڪل آهي.

سير ڪريڪ کان وٺي ڪراچي جي ڪورنگي ڪريڪ تائين سنڌ جي سموند واري ڊيلٽا جي 17 ڪريڪس تي اٽڪل ٻه لک ماڻهو رهندڙ آهن.

انهيءَ خطي ۾ رهندڙ ماڻهن جي انٿروپالاجي واري اسٽڊي ڪندڙ کي انهيءَ ڳالهه تي وڏيڪ حيرت ٿيندي ته هي ساموندي ماهيگير آخر سموند کي "درياءَ" ڇو ٿا سڏين؟

ان لاءِ حيرت ۾ پوڻ جي بدران سنڌو درياءَ جي ڇوڙ واري وهڪري جي اسٽڊي ڪرڻ کپي. اها انهيءَ زماني جي ڳالهه آهي جڏهن سنڌوءَ جي ڇوڙ لاءِ ارسا ۾ بحث نه ٿيندو هو. اها تنهن زماني جي ڳالهه آهي جڏهن سنڌوءَ جو ميرانجهڙو پاڻي 40 ميلن جو رستو ڏاهي اونهي سموند ۾ وڃي ڪِرندو هو. ياد رهي ته 18 ميل مقامي سموند چورائيندو آهي، جڏهن ته ان کان اڳتي وارو سموند انٽرنيشنل سموند هوندو آهي.

جن ڏينهن ۾ سنڌوءَ تي ڊئم ۽ بئراج اڏيل نه هئا تڏهن سنڌوءَ جو وڏي مقدار ۾ ڇوڙ لاءِ آيل پاڻي انڊس بيسن جي 17 ئي ڪريڪس جي رستي سموند ۾ داخل ٿيندو هو. ڇاڪاڻ 17 ڪريڪس جو نيرو پاڻي درياءَ جي لڙئي پاڻيءَ ۾ تبديل ٿي ويندو هو. جڏهن ته ماهيگير سموند جي مقامي حصي ۾ ئي مڇي جو شڪار ڪري ٿو، ان ڪري اهي پنهنجي جوءِ کي سموند جي بدران درياءَ چوندا آيا آهن.

جڏهن تہ امر لغاري جنگي سر کان ڪارو ڇاڻ ٻيڙي ۾ ويندي جنهن علائقي جو ذڪر ڪيو آهي اهو سنڌو درياءَ جو اهو هنڌ آهي جتان اڄا درياءَ شاهہ بندر واري مکيہ ڇاڙهہ ۾ بہ نہ ورهايل آهي، جتان سمونڊ تہ اصل ۾ 40 ميل پري آهي.

مئي مهيني ۾ امر لغاري جي ڇاڻايل درياهي سفر ۾ درياءَ جي انهيءَ حصي ڪي جڏهن هو سمونڊ لکي ٿو تہ ان ۾ هن جو ڏوهہ نہ آهي. درياءَ جو سمونڊ ۾ ڇوڙ نہ هئڻ ڪري جنگي سر وارو دريائي پٽڻ سمونڊ جي چڙواڪي جي ڪري ئي سمونڊ بنجي چڪو آهي.

ممڪن آهي تہ امر لغاريءَ درياءَ جي ڇاڻايل پٽڻ تي ملاحن ڪي پنهنجي ٻيڙي جي سفر دوران سمونڊ جي وڏي اڇڻ ڪري ويرن جي لهڻ ۽ چڙهڻ جو انتظار ڪندي ڏٺو هجي. جڏهن تہ درياءَ جو مهاڻو وير جي لهڻ ۽ چڙهڻ جو انتظار نہ ڪندو آهي، جنهن جي بنياد تي هن جنگي سر جي پٽڻ تي درياءَ کي سمونڊ سڏيو آهي.

پراڻي رڪارڊ موجب سنڌوءَ ۾ سڀ کان وڌيڪ اپت ڏيندڙ زمينون ڪاري ڇاڻ جون هيون، ڪاروڇاڻ درياءَ جي ٻن [illegible] جي وچ ۾ هئڻ ڪري نہ رڳو جاگرافيائي حسن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هي ٻر، هزارين سالن کان يارهن سؤ ميلن کان وهي ايندڙ سنڌو درياءَ ڪئين نباتاتون ۽ معدنياتون اتي آڻي ڇڏيندو رهيو آهي. هن وقت جڏهن سمونڊ دولهہ دريا خان واري سجاول پل کان بہ اڳتي ڌوڪي ويو آهي تہ انهيءَ لمحي ڪارو ڇاڻ تہ [illegible] ساموندي پيٽ ۾ تبديل ٿي ويو آهي. ان ڪري انهيءَ علائقي جي ڇارن ۾ لڳل هيرن جهڙن خوبصورت پيرن کي ڪاٽڻ دوران هو جڏهن مٺن پيرن جي بدران کارن پيرن جو ذائقو محسوس ڪرڻ وقت استعاري طور اهو رمارڪس ٿو ڏئي تہ سمونڊ جو کارو پاڻي رڳو درياءَ ڏئي نہ پيو وڃي، پر زير زمين جي رستي بہ اڳتي وڌي رهيو آهي. جيتوڻيڪ وڏن قداور ٻيرن جي دريائي ٻيلي وارو پس منظر رکندڙ جنگي سر جي پٽڻ تي وڃڻ لاءِ ڳاڙهي جي شهر ۾ گاڏين وارا "درياءَ درياءَ" جو هوڪو ڏين ٿا، پر اهڙي صورتحال ۾ اهو سوچڻو آهي تہ جنگي سر جي پٽڻ تي هاڻ واقعي درياءَ آهي؟

سمونڊ اڳتي وڌڻ ڪري سجاول واري پل لڳ دمدمہ جي ڳوٺ کان بہ ساموندي پاڻي اڳتي وڌي ويو آهي. واريءَ ۾ پلو پچائڻ جي ڪري شيخ اياز دمدمہ ڳوٺ جي سڄاڻپ دنيا جي سڀ کان انوکي مڇي پچائڻ واري جاءِ طور ڪرائي هئي. انهيءَ ڳوٺ جي مهاڻن جي رڪارڊ تي بہ اها ڳالهہ آيل آهي تہ انهن جي هڪ رڇ ۾ 25 سؤ ڦاڻا هئا.

جڏهن تہ هاڻي انهيءَ ڳوٺ وارا دريائي آني وارو پلو ڏسڻ لاءِ سڪي ويا آهن. اهڙيءَ طرح امر لغاري سڄڻ واري ۽ آٽرڪي جو ذڪر ڪيو آهي، جتي سهڻ گاهہ جي ساوڪ سان ڊيلٽائي علائقي جا ميدان گولف گرائونڊ وانگر ساوا بنيل آهن. ڊيلٽائي علائقي ۾ سهڻ اڪيلو گاهہ آهي جنهن جو ذائقو ڪار سرو نہ آهي. ان ڪري ئي لطيف سائين انهيءَ گاهہ جي تشبيهہ ڏيندي چيو آهي تہ: "سهڻ جيئڻ سيٹن مٹو ساءُ نہ مٽيو."

سمونڊ جي لاڳيتو وڌي اچڻ واري صورتحال جي ڪري جنگي سر پٽڻ جي ڳالهہ بہ ائين آهي جيئن بدين کان ڪلوئي واري رستي تي پراڻ درياءَ جي پس منظر ۾ ونگي جي پٽڻ وارو فقط نالو رهجي ويو آهي. فرق فقط اهو آهي تہ ونگو پٽڻ سڪي ويل پراڻ درياءَ جو پٽڻ آهي ۽ جنگي سر وري سمونڊ ۾ اچي ويل پٽڻ بڻجي ويو آهي. ان ڪري امر لغاري جهڙي ريت استعاري ۾ "سمونڊ" لفظ جو ذڪر ڪيو آهي، اصل ۾ ان لفظ جي پويان هڪ وڏي دردناڪ اتهاس جو ڏکهو داستان لڪل آهي.

امر لغاري سنڌ جو اهو رائيٽر آهي جنهن هڪ جرنلسٽڪ انداز ۾ ڪئميرا ڳچيءَ ۾ وجهي سنڌ جي ڏوراهن علائقن کي پنهنجي ڪتاب ۾ آندو آهي، جيڪي عام طور ماڻهن جي توجهہ ۾ ئي نہ ايندا رهيا آهن. هو ماڻهن کي انهن علائقن مان ڪئمرا بنجي سنڌ ڏيکاري ٿو. ان لاءِ روپا ماڙي کان اڳتي شاهہ سمندو ڪريڪ وٽ ٽائيڊل لنڪ جي ڪنڌيءَ تي رڻ ۾ ڪڏو هٽي بدور پکيءَ جي آڙ ۾ باز ڦاسائڻ وارن جو ذڪر بہ هو بلڪل هڪ فوٽو گرافڪ نظر سان ڪري ٿو. رڻ جي ڪنڌيءَ تي، پٽيجي ڍنڍ ۽ چوليري ويئر تي آيل لکين پکين جي تصوير بہ هو پنهنجي انهيءَ منظر نگاريءَ واري ڪئمرائي اک سان ڪڍي پڙهندڙن تائين آڻي ٿو. اهو سڄو ذڪر سنڌ جي ۽ ملڪ جي آخري ڪنڊ تي رهندڙ زندگيءَ جي متعلق هو

ڏاڍو ڏکيو سفر ڪري ٻه پڙهندڙن تائين آڻي ٿو. امر جا سمورا موضوع جيتوڻيڪ ماحولياتي موضوع آهن پر هو انهن موضوعن کي ڪنهن فيشني انداز ۾ لکڻ جي بدران هر هڪ موضوع تي ڪلاسيڪل انداز ۾ لکڻ لڳي ٿو. جيتوڻيڪ سنڌ جا ڇاٽايل علائقا روڊن رستن جي نه هئڻ ڪري مواصلاتي طور "پاسيرن" علائقي طور سڃاتپ رکن ٿا. ان ڪري انهن علائقن جي ڏکئي سفر کي به امر ڏاڍي رومانٽڪ انداز ۾ ڪري ٿو.

امر لغاري سنڌ جو عجيب رائيٽر آهي، جيڪو سنڌ جي ڏورانهن علائقن ۾ پنڌ جهاڳي پهچي ٿو. هو رڻ جي رڃ ۾ سنسني پيدا ڪري هترادو مرگهه ترشنائون نٿو جوڙي پر هو انهيءَ ويران سڏي ويندڙ سنڌ ۾ نيچر وارا خوبصورت پاسا ڪڍي اچي ٿو، ۽ ماڻهن جي توجهه ۾ نه ايندڙ پهلوئن کي ظاهر ڪري هڪ انتهائي انوکي انداز ۾ سنڌ گهمائڻ شروع ڪري ٿو.

اها هن ڪتاب جي ڪاميابي آهي ته پڙهندڙ جڏهن امر جي اک سان سنڌ کي ڏسي ٿو ته سنڌ جو اهو چپو چپو هن کي ڏاڍو خوبصورت ۽ حسين نظر اچي ٿو. امر نيچر واري اک سان سنڌ کي ڏسڻ جو عادي آهي ان ڪري هو سنڌ جا اهي هنڌ گهمڻ دوران پنهنجي پڙهندڙن کي به نيچر واري اک سان سنڌ گهمائي ٿو. هو جيتري تجسس ۽ پيار سان "هور وهيوڙي هور" واري ماحولياتي لوڪ گيت واري ماحوليات دوست وهبي پکي کي مکيءَ جي ٻيلي ۾ ڏسي ٿو، اهڙيءَ طرح هو ساموندي ڪنڌيءَ وارن ڏيڏن تي جهاز وانگر پر پکيڙي پاڻيءَ تي لهندڙ لاکي چاچي کي ڏسي ٿو. هن کي نه رڳو سنڌ جي هر چپي چپي سان انس ۽ محبت آهي پر هن کي سنڌ جي پکين وڻن ۽ ٻوٽن سان پڻ محبت جو عجيب انداز آهي.

ٻڙ واري ڏوري کان ونگي پتڻ تائين ۽ نهتو کان روپا ماڙي تائين هاڪڙو، ساڪراڙو، پراڻ ۽ ناري جي ڪنڌين تي هن نه رڳو پراڻا ڦاٽ گهمي ڏٺا آهن پر هو ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۽ انهيءَ علائقي جي جهنگلي جيوت کي به وڏي غور سان ڏسڻ جو عادي آهي، هن پراڻ ڏوري کان وٺي سانگراڙي درياءَ جي سير تي رهندڙ ماڻهن کي به ڏٺو آهي. هن ناري جي ميڇي جهينگو وارن پڊن ۾ رهڻ وارن کان وٺي سنڌو درياءَ جي ڇوڙ تي

رهندڙ ماڻهن کي به ڏلو آهي ته اهي درياهن جي جوءِ ۾ رهڻ وارا ماڻهو پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ کيئن نه هلاک آهن. ان ڪري امر جو ڪتاب جيترو رومانٽڪ آهي اوترو وري دردناڪ به آهي. هو چيري وانگر رڳو قتل جايون ڏسڻ وارو اهو سياح نه آهي پر هي ته اڄڙي ٿر جي ڏيئن ۾ هليو وڃڻ وارو عجيب قسم وارو صحافتي رائيٽر آهي، جيڪو ڪئمرا ڳچيءَ ۾ وجهي ڪتان جو ڪٽي پهچيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ سنڌي معاشري ۾ دنيا ۾ ناياب بنجي ويل واڳونءَ لاءِ ڪوبه دوستاڻو پهاڪو موجود نه آهي، ان جي باوجود نا ياب بنجي ويل آبي جانور جي زندگي تي لکڻ لاءِ هو ڪنهن ٿڌي ڪمري ۾ ويهي لکڻ جي بدران مکيءَ جي ڍنڍن ۾ ڪيترائي ڏينهن رهي واڳونءَ جي آري ڪرڻ وارو مشاهدو ڪري ٿو.

جيتوڻيڪ هن سنڌ ۾ ڳجهن تي اڃا ريسرچ نه ڪئي آهي پر ٿنيهر جي بيدن لاهڻ ۽ زمين تي آستانو ٺاهڻ کان وٺي ڪارڙو تتر بيدا لاهڻ لاءِ ڇا ڇا ٿو ڪري ان مشاهدي لاءِ هو ڪتاب نٿو پڙهي پر جهنگ منهن تو ڪري. اهڙيءَ طرح ماحولياتي طور هي اهڙي قسم جو ليکڪ آهي جو ننگر پارڪر ۾ ويندڙ سياحن وانگر فيشن بنجي ويل مورن کي ڏسڻ جي بدران هي وري ڪارونجهر ۾ ڳجهن جا آستانہ ڏسڻ جو مشاهدو ڪري ٿو. جڏهن هت هي آنچلي سر کان وٺي گوڙ دڙو واري ماڳن جي ماڻهن وانگر آرڪيالاجيڪل واري اک کان ڏسڻ جي بدران ماڳن تي نباتاتي خوبصورتي ڏسڻ ۾ گم ٿي وڃڻ وارو رائيٽر آهي. اهو ئي سبب آهي جو هو شهرن جا ڪيفي، فيشن بنجي ويل ٿر جي سياحتي هنڌن ڪنئو، ڀاٽ، مهرائو، ڪس، نارو، اڇڙو ٿر، ڪاوڙ، ونگو، مامروئي، وٽ ۽ پارڪر کي ڏسڻ تائين محدود نہ آهي. پر هو ٿر جون وانديون، ويريون، ڪوهہ، توپا، ٽڙ، ترايون، سر، واءِ، تليون، ڏهر، ڊاڪي، نوڻ، گوچار، ٽڙڪول، متاري، ۽ ٻيلاٽ ڏسڻ ۾ گهمڻ وارو رائيٽر آهي. هو اڇڙي ٿر کي جمالياتي ذوق واري حسن سان زيارت گاهہ وانگر ان جي سياحت ڪري ٿو. هو اڇڙي ٿر جون ڊٺون، پٽون ۽ ٻيلاٽ هاڪڙي جي هاڪ وارا هنڌ ۽ ڊٺن واري ريگستاني پسِ منظر ۾ حر تحريڪ جا معرڪائي هنڌ ۽ علاءُ الدين خلجي جي ڊٺين ۾ دٻجي ويل لشڪر جا پيرا ڪڍڻ لڳي ٿو. ڪنهن وقت هو جاگرافيائي انداز ۾ اڇڙو ٿر

گهمي ٿو ته ڪنهن مهل هو ماحولياتي اک سان اجڙي ٿر جي ڪرڪ واري
تي ڊوڙندڙ هرڻ کي ڏسي ٿو.

هو ٿر ۾ ساوڻ جي مند کي هرڻ جي لڳ واري مند سان ڳنڍائي
ڏسي ٿو ۽ ٿر جي ريگستاني حسن ۾ آيل ذڪار جي ڪري "وهي وهه"
لڳڻ واري ڳالهه لاءِ هو ايئن چئي ٿو ته هرڻ لاءِ لڳ جي مند معنيٰ هرڻ لاءِ
جوءِ مان هجرت ڪرڻ جي مند آهي. هو ٿر جي ڏڪار کي هرڻ جي جنسي
اک سان لطيف جي انهيءَ بيت جي روشنيءَ ۾ ڏسي ٿو. "وس ساوڻ وس،
تو وسندي وس ٿئي، تو پيڪا مون ساهرا، ڪنوڻ پلايو رس، انهيءَ ڪارڻ
وس، جن ور مٺي پائر ڪيا" هو ٿر جي ذڪار کي هرڻ جي جنسي اک واري
صورتحال سان هڪ استعاري ۾ بيان ڪري ڇڏي ٿو.

**اسحاق مگريو**
حيدرآباد - سنڌ

# جت سنڌوءَ ۾ سمنڊ وهي ٿو



ليکڪ پنهنجن دوستن سان سائو ناري (مکي) جي سير دوران

جڏهن ٽيويهہ مئي جي منجهند جو سج لڙي سانجهيءَ جي رنگن ۾ وهنجڻ لڳو تہ اسان بہ اچي سمنڊ جي چپن جي سلامي پري.

موسم جي تبديلي مڇيءَ جي بوءِ، سمنڊ جي پاڻي ۽ ان جي اوڳاڇ جي آس ڪٺي، اسان جي حواسن کي اهو محسوس ڪرايو تہ اسان هڪ بلڪل نئين دنيا ۾ پهچي ويا آهيون. مون ان نئين ماحول ۾ لهندڙ سج جي دم ٽوڙيندڙ شعاعن سان وهنجندڙ درياهي ڇاڙ واري پاڻي ڏانهن ڏٺو، تہ منهنجي اکين اڳيان سانوڻيءَ وارو مست درياهہ گهمي ويو.

ڪيفيتن جا مَن موجي گهوڙا وقت جي گهڙين ۽ ماحول جي پرڪيف لذتن سان اسان جو استقبال ڪري رهيا هئا ۽ ڪانين جي ڪاين، ڪانن ۽ پن جي پکن سان اڏيل ڪچين پيتين وارو هيءُ مقام، پنهنجي ڏيک ويک ۾ بلڪل منفرد لڳي رهيو هو. اسان هڪ بہ دڪان يا هوٽل اڳتي

لنگهي، جڏهن هڪ پيدي نماچيرڙي وٽ پهتاسين، ته هڪ سفيد ڳاڙهي، ڪاري ڏاڙهيءَ وارو بندرو همراهه اڳتي وڌي آيو. هن ڏاڍي قربائتي انداز ۾ اسان جو آدرڀاءُ ڪيو. اهو چاچو عرس ملاح هو.

چاچي عرس جي مٿي تي عربن وارو رومال ويڙهيل هو ۽ سندس منهن تي ٻن ننڍڙين ڪارين اکين جي وچ تي هڪ ٻنو نڪ هو، جنهن مان لڳو پئي ته هو به "سيٽلر" هو. چاچي پنهنجي آستاني جي اڳر تي اسان کي پلاسٽڪ واريون ڪرسيون رکي ڏنيون ۽ پنهنجي نوجوان پٽڙي کي، جو اسان کي ڏسي الائي ڪٿان اچي ظاهر ٿيو هو، چيو ته: "پٽ! سائين وارن کي پاڻي پيار ۽ جهٽ ڪري چانهن جو به چئي اچ."

اسان چاچي سان ملي ڪيس ڪيڪارڻ لڳاسين. ايتري ۾ سندس ولي عهد پاڻي کڻي آيو ۽ واري واري سان اسان کي پيارڻ لڳو. مون چاچي عرس جي نوجوان نينگر ڏانهن ڏٺو. هوبهو چاچي عرس جي ڪاپي هو. سندس اڳهاڙي مٿي تي چلن جهڙا وار ۽ ٻني نڪ هيٺان ٿلها چپ ڳالهائي رهيا هئا ته شيدين وانگر سندن ابا ڏاڏا به آفريڪا مان ڪهي آيا هئا. وڏيڪ پڪ چاچي عرس جي گفتگوءَ جي جملن مان ئي ٿي وئي، جو ته سندس سنڌي، جيتوڻيڪ لاڙي سنڌي هئي، پر ان ۾ الائي ڇو لياريءَ جي بلوچن ۽ شيدين وارو لهجو ۽ لفظ حاوي هئا.

اسان جي ٿيلهن، شڪلين ۽ ڪيمرائن کان مرعوب ٿي ٻيا ڪيترا ئي همراهه اسان سان هٿ ملائڻ لئه پهچڻ لڳا ۽ اهو سلسلو تيستائين هلندو رهيو، جيستائين اسان پنهنجا ٿيلها ۽ ٻيو سامان جهوپڙي يا ڇپري اندر لڪائي نه رکيو. اسان ٿڪل هئاسين، ان ڪري چانهن پي تڙ ڪيوسين ۽ پوءِ تازا توانا ٿي درياهه ۾ وهندڙ سمنڊ جي پاڻيءَ ڏانهن منهن ڪري چاچي سان ڪچهريءَ ۾ لڳي وياسين.

چاچي عرس جي جهوپڙي يا ڇپري (مون کي سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته چاچي جي آستاني کي مان ڇا چوان؟ جيتوڻيڪ ان کي دڪان به چئي پئي سگهياسين، ڇو ته ان جي اڳر تي هڪ وڏي پيتي رکيل هئي، جنهن ۾ پيل برف اندر پلي مڇيءَ جو ڪافي تعداد محفوظ ڪيل هو.) دريائي ڇاڙ جي ڪناري يا ڪپر تي نهيل هئي. سامهون پاڻي ۽ جهوپڙيءَ جي وچ ۾ رڳو ڳاڏي گذرڻ جيتري وٿي هئي. هيٺ وٽجارا پنهنجين پنهنجين ٻيڙين ۾ برف جو ذخيرو کڻي، ڪنهن ڏورانهين مقام ڏانهن وڃڻ جو سعيو ڪري رهيا هئا. انهن ۾ لڳل ٽٽپ رڪاردن جو آواز، جو ٻيڙين جي بانگن سان بدل لائوڊ اسپيڪر مان سڄي درياهه ۾ گونجي رهيو هو، چاچي عرس کي

بہ تنگ ڪري رهيو هو. چاچي عرس اسان کي بار بار اهو ٻڌائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي تہ ڪيئن نہ هيءُ مرض، ابراهيم حيدريءَ واري بستيءَ واري پان وانگر هتي بہ اچي پکڙيو آهي.

”هيءُ لائوڊ اسپيڪر ايترو تہ وڌيو آهي، جو هر بيڙيءَ ۽ هر ننڍي وڏي هڙي تي بہ بہ، ٽي ٽي لائوڊ اسپيڪر لڳل آهن.“ چاچو اسان کي ٻڌائڻ لڳو. هن کي خبر هئي تہ اسان جو ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان پريس سان بہ تعلق آهي. ان ڪري هو پنهنجن نون سورن سان گڏ پراڻا سور بہ سلڻ لڳو.

”اسان کي سڀ ڪان وڌيڪ ڏک پنهنجن ئي رسايا آهن.“ چاچي عرس چيو، ”ڪو وقت هو اسان هن درياءَ مان نوَ نوَ هزار پلا هڪ ڏينهن ۾ ماريندا هئاسين. اسان کان ڪوبہ داداگيري ڪري هڪ داڻو بہ نہ ڦريندو هو. هاڻ جڏهن درياءَ جو پاڻي اسان کان کسجي ويو آهي، تہ هتي رڳو ڪارو ئي ڪارو اچي بچيو آهي. مڇي بہ اسان کان منهن موڙي وئي آهي. اهڙي صورتحال ۾ مٿان چار چار ٽيڪس آهن.“

اسان جيئن ئي ٽيڪسن جو ٻڌو، تہ پنهنجو سمورو ڌيان هن ڏانهن ڪري ڇڏيوسين. چاچي عرس روئڻهارڪي انداز ۾ چيو: ”هي عوام دوست، پاڪستان جا ٻوجاري ۽ سنڌ سنڌ ڪندڙ، سڀ چون ٿا: اسان توهان جا گهڻگهرا آهيون، سنڌ جا گهڻگهرا آهيون، پر ڪَن ان جي ابتڙ ٿا. چوٽين پتي اسان جي سنڌن ٽيڪسن ۾ وڃي ٿي. هر چوٽين پلي تي هڪ پلو. جي ٻئي وٺ وڃون ٿا تہ هو بہ سنڌن ڊپ ۽ دٻدٻي ۾ اچيو وڃن ۽ اسان پنجابي محاوري ”جتي دي ڪوتي، اتي آڻ ڪلوتي“ وانگر وري و-ي سنڌن ور چڙهون. ڇا ڪريون؟ ڪير بہ نہ ٿو ٻڌي ۽ ڪجهہ بہ نہ ٿو ٿئي.“

چاچي عرس، جون سمنڊ جهڙيون گهريون اکيون جڻ تہ ڪنهن کهري پهاڙ تان ڪرندڙ آبشار جيئن وسي پيون. اسان کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ بظاهر هي سيد، هي قوم پرست ۽ هي نوان آدرشي نوجوان، ۽ وري پ پ پ حڪومت، انهن سيني جو ڇئوڪندو ڪيئن نهيو آهي؟ ”مڇيءَ جي نيڪي ۾ سڀ هڪ آهن.“ چاچو پنهنجي مخصوص اسلوب ۾ چوڻ لڳو، ”اوهان ڏسو، سيدن جو هڪ گهر پ پ ۾ تہ ٻيو مسلم ليگ ۾، سنڌ جي درد رکندڙن جو هڪ پاءُ جيئي سنڌ ۾ تہ ٻيو پ پ پ ۾، نوان آدرشي نوجوان اڌ پنهنجي پارٽ سان تہ اڌ وري عبدالله شاهہ سان. ڇم سينيءَ جو ڳنڍيو پيو آهي. رڳون سيني جون ڳنڍيون پيون آهن. رت سينيءَ ۾ هڪڙو ئي ٿو ڊوڙي. ڇو تہ سنڌن مفاد ساڳيا آهن، سنڌن منزل ساڳي آهي- ٻئي کي ڦرڻ ۽ پنهنجو پيٽ، وڏو ڪرڻ.“

چانهن آئي تہ چاچي عرس جي تلخ تجربن جو باب، اسان جي گڏيل گفتگوءَ جي ڪمزور پردي پٺيان ڇڻ تہ ڪنهن ٽريس پيپر سان چنبڙي پيو ۽ اسان پنهنجن تجربن ۽ مشاهدن جي هڪجهڙائيءَ جي ساڳئي "حاصل مقصد" تي بار بار حيران ٿيندا رهياسين.

چاچي کان پڇيوسين تہ ڪو وقت هوندو هو تہ لاڙ خوشبودار چانورن جو ديس سڏبو هو ۽ هن وقت ڇا صورتحال آهي؟ تہ هن جو جواب هو: "جڏهن سنڌوءَ جو سينڌور جهڙو پاڻي ئي ختم ٿي ويو، تہ خوشبودار چانور ڪٿان ايندا؟ سچ پچ تہ ڪو وقت هو جو هتان جا چانور انڊيا، ايران، دبئي، ترڪي ۽ جاوا تائين وڪامندا هئا. هتان ڪان جهاز پرجي ويندا هئا ۽ اتان ڪان ٻين شين سان پرجي ايندا هئا. بابا مرحوم چوندو هو تہ هتي پاڪستان هندستان کان اڳ ڪاري چاڻ واري علائقي ۾ ٿي چانورن جا ڪارخانا هئا ۽ اج توهان ڏسو، سمنڊ ڪيترو نہ چڙواڳ ٿي اڳتي وڌي آيو آهي. جي درياءَ ۾ پاڻي هجي ها تہ اج بہ سمنڊ ڏڪندو ڪنبندو پوئتي هليو وڃي ها. درياءَ جي دهشت اڳيان سمنڊ ڪجهہ بہ ناهي سائين!"

اسان جي ڪچهري اڃا هلي رهي هئي ۽ رات بہ پنهنجي پوري اونداهيءَ سان وچائجي رهي هئي. هڪ اڌيڙ عمر جو همراهہ، جو هلڻ ڦرڻ ۾ ڏاڍو چست هو، اسان جي سٿ ۾ سنورجي اچي ويهي رهيو. بہ ٽي لطيفا ٻڌائي ڪچهريءَ کي دلچسپ ڪري ڇڏيائين. بعد ۾ سندس ئي ڳالهين، لطيفن ۽ خبرن مان معلوم ٿيو تہ هو پاڻ خود هڪ وڏو "ڪردار" هو. چاچي عرس سندس تعارف اتان جي دڪاندار جي حيثيت سان ڪرايو، جو تہ سندس اتي پرچون جو دڪان هو ۽ هن جا پيا مٺ مائٺ مڇي ماريندا هئا. هو پاڻ جت هو- اٺن وارو جت! پناڻيءَ جو دادلو جَت!

چاچي عرس جو هن جت تي دلچسپ نالو رکيل هو. مان سمجهان ٿو تہ اهوئي نالو هُن جي ڪِردار سان نهڪي پئي آيو. هو ڪيس "چَڙيءَ" جي نالي سان سڏيندو هو، جا هُن جي خيال ۾ اُٺندي ويهندي پئي وڃندي هئي.

چاچو عرس خود نسوار جو موالي هو. جَت صاحب جڏهن گئس وارو گولو ڪٽي آيو ۽ ٻاري اچي ميدان ۾ رکيائين، تہ اُن گولي جي روشنيءَ ۾ مون نوٽ ڪيو ڪاڪو بہ ٽي دفعا نسوار جا "گوٽا" ڏيئي ويو. هن جو خيال هو تہ اهي سڀ شيون (برايون) اسان کي ڏارين وٽان مليون آهن. هُن جو اشارو پناڻن ڏانهن هو. هو پنهنجي نوجوان ڇوڪري جي مستقبل لاءِ ڏاڍو فڪرمند هو. هُن جو چوڻ هو تہ سندس ڇوڪرو مئٽرڪ ڪري ڇڪو آهي

۽ هن مٿس الاهي خرچ ڪيو آهي، پر هُن جي دل ڪاليج ڏانهن سڌ نہ ٿي ڪري. هو ناڪئو ٿيڻ پسند ڪري ٿو ۽ پنهنجي هُڙي ﭘر فوزيہ جي ڪيسيٽ وڏي آواز ﭘر وڄائي ٿو. هُن کي فوزيہ سڀ کان وڌيڪ پسند آهي. هو چوي ٿو: ”بابا، جي منهنجي شاديءَ تي فوزيہ نہ آئي، تہ آئون شادي نہ ڪندس.“

اهڙا خواب هن جي ولي عهد جا هئا. ڪيڏو نہ رومينٽڪ هو هُن جو پُٽ محمد علي! هُن ماستر ٿيڻ کان ناڪئو ٿيڻ بهتر سمجهيو ٿي. ڇا هُو صحيح هو؟ گهٽ ﭘر گهٽ هن کي هنر سان تہ محبت هئي. پر اِن ڳالهہ کي سندس پيءُ نہ ٿي سمجهيو.

هن جي پيءُ جو خيال هو تہ هو ڪا ننڍي وڏي نوڪري ڪري. جو تہ عرس ملاح خود سمنڊ وارن ماهيگيرن جي مستقبل کان بلڪل مايوس هو. هُو ان ڳالهہ لاءِ آماده پئي لڳو تہ جي سندس پٽ جو فڪر نہ هجي ها تہ هو جيڪر ماهيگيريءَ وارو ڏنڌو ئي ڇڏي ڏي ها.

رات الاهي گذري چڪي هئي. اسان لٽ کوڙي سمهي پياسين. سمنڊ جي ڪناري تي ساموونڊي بخارن واري هوا، اسان جي بدن کي پنهنجن ڪپڙن سان بغلگير ڪندي ٿي ويئي. جيتوڻيڪ اسان پنهنجي پر ڏاڍي گهري ننڊ سمهي چڪا هئاسين، پر سمنڊ جي ڏورانهن علائقن کان موٽي ايندڙ هڙن جي لائوڊ اسپيڪرن مان جلال چانڊئي جي ڪڙڪندڙ آواز ۽ فوزيہ جي درديلي ڪلامن جي پڙاڏن اسان جي حواسن جي ڪنهن حساس تار کي ڇيڙيو ضرور پئي. ڇو تہ صبح جو اٿڻ مهل مون محسوس ڪيو، جڻ رات مون جلال ۽ فوزيہ جو مقابلو ٻڌو هجي. ٻنهي فنڪارن جا ڪلام منهنجن ڪنن ﭘر اڃا تائين گونجي رهيا هئا.

صبح جو اٿي مون پتڻ ڪناري ڪجهہ فوٽا ڪڍيا ۽ آس پاس جو چڪر لڳايو. سمنڊ جي ساحل سان، جتي اسان ويٺا هئا سين، چؤطرف ديويءَ جا وڻ پنهنجي سموري وحشت سان پکڙيل هئا. مجال هئي ڪنهن ديسي وڻ جي، يا ڪنهن ٻوٽي جي، جو هو انهن جي پرسان اُپري سگهي ها ۽ اُپري ڪو ڦل ڪري سگهي ها.

گُهمي ڦِري پنهنجي ميزبان جي ڳوٺ ڪاڻي تي موٽيس تہ چانهن تيار هئي. چانهن پي ڪجهہ ضروري گفتگوءَ وسيلي چاچي سان ڏي وٺ ڪرڻ لڳاسين. پوءِ ماهيگيرن جي ٻڌي، انهن جي تنظيمن ۽ منجهن انتشار ۽ ڏڙا ٻنڌين تي ڳالهايو سين. چاچي عُرس خود ماهيگيرن کي هڪڙي پليٽ فارم تي گڏ ڪرڻ لاءِ پنهنجي سر جيڪي ڪوششون ڪيون هيون، تن کان بہ واقف ٿياسين. علائقي ﭘر عرب شيخن جي اثر رسوخ، مختلف ايجنسين جي

روين، ڌارين قومن جو ماهيگيريءَ تي اثر ۽ مقامي ماهيگيرن جي مستقبل ۽ انهن جهڙن انيڪ موضوعن تي ڳالهيون ڪيون سين. چاچي عُرس جو موقف هڪ همدرد ۽ ترقيءَ ڏانهن وڪون کڻندڙ باصلاحيت ۽ ذهين شخص جيئن هو.

هُن جو چوڻ هو تہ: "اتفاق اسان ۾ ناهي ۽ ڏوهہ ڏيون ٿا ڌارين تي." سڪدرسيءَ واري ان روشن راهہ تي هلڻ لاءِ ڪوبہ تيار نہ هو، جنهن جي ساوڪ وارن ڪنارن سان هلندي، چاچي عُرس جا پيرڙا نئين توانائي حاصل ڪري رهيا هئا. پر ڪو بہ نہ هو جو آڱر آڱر ۾ وني هلي ها. سڀ چڙوچڙ هئا. قرضي هئا ۽ ساموندين جي شاندار ماضيءَ ڪي لڄائي رهيا هئا.

مون ڪاڪي کان پڇيو: "ڇا حڪومت ڪجهہ بہ نہ ٿي ڪري؟"

چاچي عُرس جي اکين ۾ پاڻي تري آيو. هن چيو: "بابا، حڪومت ڇا ڪري؟ جڏهن هوءَ سمجهي ئي نہ ٿي تہ ڪو اسان پنهنجي ملڪ ۾ آهيون؟ پوءِ آخر هوءَ ڇا ڪري؟" پوءِ ڪجهہ وقفي کان پوءِ ٻڌايائين تہ، "ماهيگيرن لاءِ الاهي اسڪيمون هيون. سڀ وڏيرا کٽي ويا. اسان هنن جا شرط پورا ڪري نہ پئي سگهياسين. هُو انهن تي پورا لٿا. چو تہ اسڪيمون هنن پنهنجي لاءِ رکرايون هيون. هنن جو مکيہ شرط هو تہ اسان وٽ ايڪڙ زمين جو هجي. اسان مان ڪنهن وٽ بہ ڪو نہ هو. هنن جو اهو بہ شرط هو تہ اسان ثابت ڪريون، اسان گذريل ڏهن سالن کان ماهيگير طور سرڪار وٽ رجسٽرڊ ٿيل آهيون. اسان مان الاهي وڏن ٺيڪيدارن وٽ چوٿين پتيءَ تي وڪائل هئا. رجسٽري تہ پري جي ڳالهہ هئي! جيتوڻيڪ اسان سٺين پيڙهين کان ماهيگيريءَ جو ڌنڌو ڪندا پيا اچون، هُنن جو هڪ شرط اهو بہ هو تہ اسان وٽ تلاءُ هجي. هاڻ جڏهن اوهان ماهيگير ڪي زمين جو ٽڪڙو ئي نہ ڏيندؤ تہ تلاءُ ڪٿان ايندو؟ دبئي جي شيخ وٽ منهنجي پيرن کان ڇهہ سو ايڪڙ زمين آهي. قصور جي رٽائرڊ ڪرنل ڪي، جنهن دشمن جي خلاف هڪ گولي بہ ناهي هلائي، ٽي سو ايڪڙ زمين آهي. ڪراچيءَ جي صنعتڪار ۽ وڏي دڪ ڪاموري وٽ هن پٽيءَ ۾ ٻہ ٻہ سئو ايڪڙ زمين آهي. جيتوڻيڪ ڪين خبر ئي ڪونهي تہ "زمين" ڇا ٿيندي آهي؟ ڪٽڪ جو وڻ ٿيندو آهي يا ٻوٽو؟ هاڻ اهڙا ماڻهو زمين جا مالڪ ٿي ويا آهن، جيڪي ڪالهہ هن ملڪ ۾ آيا هُئا. ان ڪري اسان جي اسڪيمن، رعائتن ۽ فائدن جا ڌڻي بہ اهي ئي ويٺا آهن."

ڪاڪي عرس جي تحت الشعور ۾ شڪايتن جو هڪ وڏو انبار پربل هو. هن جي آڱر ٿي حرڪت ڪئي تہ اها بہ شڪايت ٿي لڳي. اُن ۾ بہ

ناانصافيءَ جو عڪس هو. هُن جو چهرو ڏتڙيل ماهيگيرن جي ابتڙ حالت جي نشاندهي ڪري رهيو هو. هو ليلائي ليلائي اسان کي چئي رهيو هو: "اسان لاءِ ڪجهه ڪريو! ڪو اسان لاءِ ڪجهه ڪري! ماڻهو محبت جا بکيا هوندا آهن. اسان توهان جي واتان سچ ٻڌڻ جا بکيا آهيون." چاچي عرس پنهنجي ڳالهه، پنهنجي ۽ ساموندي ماهيگيرن جي حالت کي اُن گگدامر ۽ ٻي زبان غلام سان تشبيهه ڏيندي ختم ڪئي ته: "ڪنهن بادشاهه جو ٻار هڪ دفعي ڏاڍو بيمار ٿي پيو. جڏهن هو جوتشين وٽ ڦال لاءِ ويو ته هنن چيس: ڪنهن گونگي شخص کي کهي ان جي رت سان ڪيس وهنجار ته ٺيڪ ٿي ويندو. بادشاهه سڄي ملڪ ۾ ڍڙهو گهمايو ۽ مائٽن کي لالچون ڏنائين ته: جيڪو به شخص رضا خوشيءَ سان پنهنجو گونگو ٻار، پٽ يا ڌيءُ بادشاهه حوالي ڪندو، ان کي لکين ڪروڙين روپيا انعام ۾ ڏنا ويندا. ان ملڪ ۾ هڪ خاندان اهڙو به هو، جنهن اهو سوچيو ته سندن پٽ گونگو آهي ۽ سندن ڪنهن به ڪم جو ناهي، سو ڇو نه ان کي بادشاهه جي حوالي ڪجي ۽ سڄي عمر لاءِ آسائش ۽ آسودگي خريد ڪجي؟ بهرحال گونگي کي وڪڻي مائٽ پيئسن جون ٻوريون ڀري هليا ويا. بادشاهه کي پنهنجي ٻار جي صحت جو فڪر هو، سو هُن وزيرن ۽ مشيرن کي چيو ته فورن گونگي کي کهڻ جو بندوبست ڪيو. هڪ وڏي دربار لڳي، بادشاهه پنهنجي پٽ کي اُن دربار ۾ وٺي آيو ۽ گونگي کي به حاضر ڪيو ويو.

گونگي پنهنجي چوڌاري جڏهن ماڻهن جو وڏو هشام ڏٺو ته سمجهي ويو ته سائس ڪجهه ٺيڪ وارو آهي. پوءِ جڏهن جلاد تلوار ڪڍي ميدان ۾ لٿو ته گونگو ويچارو وڏي سوچ ۾ پئجي ويو. هُن ڇا ڪيو جو ميدان مان هڪ ڪاني ڪنيائين ۽ جتي پاڻ بيٺو هو اُها جاءِ ڇڏي ٿورڙي ٿورڙي وٿيءَ سان ٽي لڪيرون ڪڍيائين. پوءِ به لڪيرون ٽپي ٽين لڪير تي چڙهي بيهي رهيو. بادشاهه ڏاڍو حيران ٿيو ته گونگي جو آخر انهن لڪيرن مان ڇا مطلب آهي؟ هُن پنهنجي ڏاهي وزير کي گهرائي مطلب بيان ڪرڻ لاءِ چيو. وزير سياڻو هو، سو بادشاهه کي ٻڌايائين ته: "گونگو ويچارو چئي ٿو ته هڪ انسان جي ٻاهريان سلامتيءَ جون ٽي ديوارون هونديون آهن. اهي ٽي ديوارون هُن جو وڏو بچاءُ هونديون آهن. پهرين ديوار هُن جا والدين هوندا آهن. هو جڏهن سندس بچاءَ ۾ ناڪام ويندا آهن ته پهرين ديوار ڍچي پوندي آهي. ٻي ديوار ملڪ جو بادشاهه هوندو آهي ۽ جڏهن اهو خود ڪيس کهڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ته پوءِ هن لاءِ فقط هڪڙو ئي در بچي وڃي ٿو، سو هوندو آهي سڄي ڪائنات جي بادشاهه جو در. ان ڪري هو ان خدا واري لڪير تي وڃي بيٺو

آهي، جتان ڪان هن کي ٻاجهہ جي اميد باقي آهي." اسان سچ پڇيو تہ،" چاچي پنهنجي اکين جا لڙڪ پنهنجي ميري سيري رومال سان اگهندي چيو، "اڄ ان آخري لڪير تي بيٺا آهيون."

## نوجوان ناکئو:

ڪاڪي عُرس جي دردناڪ داستان جو تاثر فجر مهل تائين بہ ڪنهن ڪيفيت جي اذيت جيئن ذهن کي چنبڙيو رهيو. پر پوءِ جيئن ئي محمد علي نيرن کڻي آيو، تہ اسان بہ پنهنجي نئين سفر يعني سمنبُ جي سير بابت سوچڻ لڳاسين. محمد علي سورهن سالن جو نوجوان هو. ڪجهہ مهينا گذريا هئا، جو ٻگهاڻ هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو هئائين، پر اڳتي تعليم جاري رکڻ تي دل نہ ٿي ڪيس. چاچو عُرس پاڻ بہ ان ڳالهہ کي تقدير سان ڳنڍيو ويٺو هو تہ پڙهي ڇا ڪندو؟ ڪهڙي نوڪري ملندس؟ محمد عليءَ جو خيال هو تہ هو پنهنجي اباڻي هنر ماهيگيريءَ ۾ پڙ ٿئي. ڪيس هڙو هلائڻ ۽ سمنبُ ۾ ست ست راتيون گذارڻ پلو لڳو ٿي. بت ۾ پريل، رنگ جو پڪو، نڪ جو بينو، چپ ٿلها، وار گهنڊيدار ۽ پورو پنو قد، هُن جون خاص نشانيون هيون. هو سياءُ ۾ شرميلو، "نہ" نہ ڪندڙ، هر وقت مسڪرائيندڙ ۽ هر ڳالهہ ۾ تجسس رکندڙ لڳو ٿي. جنگي سر پتڻ تي جڏهن هو اسان سان مليو تہ نهنائي هن جي سياءُ مان ڇلڪي رهي هئي.

هن کي فوزيہ وٺي ٿي، ان ڪري هن پنهنجي هڙي تي هڪ لائوڊ اسپيڪر ۽ هڪ عدد ڊيڪ جو بندوبست پڻ ڪيو هو. هو سمنبُ جي پاڻيءَ ۾ اڇا بہ وڏيڪ لهرون ڏسڻ جو خواهشمند هو. ان ڪري هو وڏي آواز سان ڊيڪ وڄائيندو هو. شايد هن ڪنهن ٻئي کي بہ ٻڌڻ نہ ٿي چاهيو. هن جو هُڙو جنگي سر پتڻ وٽان ضروري سامان، تيل ۽ برف جو گهربل مقدار کڻي، اسان کي ساڻ ڪري، جڏهن وير جي سامهون تي هليو، تہ هن کي لڳو ٿي چڻ تہ هو ڪنهن بيابان ۾ ان جي ٿوهي مٿان ويٺو آهي ۽ آهستي آهستي ڪنهن اڻ ڏٺل منزل کي ويجهو ٿي رهيو آهي. محمد عليءَ کي سمنبُ ۽ درياءَ جي ميلاپ سان قدرتي طرح وجود ۾ ايندڙ هر هڪ ڦاٽ، روڙي ۽ ڇاڙ جي مقامي نالن جي پوري پوري ڄاڻ هئي. هو سمنبُ جو ايترو تہ دوست ٿي ويو هو، جو هاڻ ڪيس "هُن" طرفان هر قسم جي اڳرائي بہ معمولي ڳالهہ نظر ٿي آئي. هر ڇاڙ پنهنجي پيٽ ۾ ڇا رکيو ٿي، محمد عليءَ کي پليءَ پت خبر هئي. هو ان ڳالهہ کان بہ واقف هو تہ جنگي سر ڇاڙ کان پاپيهو (جتي سندس گهر هو)، آتڙڪي ۽ سجڻ واريءَ تائين درياءَ جي ان نانگ وڪڙ

ڇيلهہ جي ٻاهرين ڪنارن سان ڇا ڇا ٻوڪيل هو ۽ ڪٿي ڪٿي گهاٽا جهنگ ۽ ديويون جميل هيون.

هو جيتوڻيڪ مئٽرڪ کان اڳتي وڌي نہ سگهيو هو، پر مون کي پڪ آهي تہ هن وٽ سمنڊ ۽ پاڻي متعلق سنڌ يونيورسٽيءَ جي Fresh water Biology ڊپارٽمنٽ جي ڪنهن بہ شاگرد کان وڌ ڄاڻ هئي. هن کي سامونڊي ٻيڙن، پاڻيءَ جي لاهہ چاڙهہ ۽ موسم جي حساب ڪتاب سان سمنڊ جي روين، ماهيگيرن جي اڱوات انتظامن ۽ ٻين انيڪ شين تي عبور حاصل هو. جڏن هن ٻُڙي کي هلايو ٿي تہ ان ڳالهہ جو ڌيان رکيائين ٿي تہ وير جي چڙهڻ جو وقت هو يا لهڻ جو؟

پاڻيءَ جي رستن بابت هن جا حواس سائيبيريا جي پکين جهڙا هئا. هن ڄاتو ٿي تہ رستو ڪيڏي نہ اهم شيءِ آهي. هن ڪنهن بہ حالت ۾ پنهنجي ضابطي جي ڀڃڪڙي ڪرڻ نہ ٿي چاهي. هن کي خبر هئي تہ سمنڊ ۾ رسڪ ناهي ڪٿبو، ان ڪري، جتي مناسب سمجهيائين ٿي، اُتي اينڪر لاهي ڇڏيائين ٿي.

ڪنهن ڪنهن مهل هُن ۾ چوڪرات وهيءَ واريون حرڪتون ڪرموڙي اٿيون ٿي تہ هو ٻيڙيءَ تان ٽپ ڏيئي سمنڊ ۾ ترڳڻ لڳو ٿي. هو بيحد سهڻو تارو هو. ايتري ننڍڙي عمر ۾ هو تر جا سڀ گهٽ گهيڙ گهمي چڪو هو. پلي مڇي، سانهي ۽ مالار بابت هن کي ڪيئي قصا ياد هئا. مالار بابت هن ٻڌايو تہ: ”مالار دراصل هڪ بدنصيب ملاح هو، جو بدڪاري ڪندو هو. هڪ دفعي هڪ درويش کيس روڪي چيو تہ ائين نہ ڪندو ڪر، پر هو ڪونہ مڙيو. ان بزرگ کيس پٽيو ۽ بددعا ڏني، جنهن ڪري هو مڇي بنجي ويو. انڪري هر ٻن ٽن منٽن کان پوءِ پنهنجو ٻوٿ ۽ جسم جي پٺ پاڻيءَ مان ٻاهر ڪڍي، سج جي روشني محسوس ڪري وري، لڪي وڃي ٿو.“

ڪارو ڇاڻ وڃڻ لاءِ جڏهن هن اسان جي ٻُڙي جي ناکٽي جي حيثيت ۾ سيٽ سنڀالي تہ اسان کي بي حد خوشي ٿي. اڪبر هن جو سينيئر ساٿي هو. هُن رستي تي وچ پاڻيءَ ۾ اسان جي ٻيڙيءَ جي آس پاس ”مالار“ جي موجودگيءَ جو انڪشاف ڪيو. اسان ان مڇيءَ ڏي ڏٺو جا اسان کان ڪجهہ فاصلي تي گهتون هڻندي ڪيڏندي نظر آئي ٿي.

ڪارو ڇاڻ ويندي جڏهن اسان سندس ڳوٺ ٻاٻيهو جي پر مان لنگهياسين تہ هن هٿ جو اشارو ڪري ٻڌايو: ”هُوءَ اسان جي اوطاق آهي“ — ۽ هيءَ ڪناري سان جيڪا ڇپري نهيل آهي، اهو ڇا آهي؟ ”اها

اسان جي ذات وارن جو مهمان خانو آهي. پريان ڪيلن جو باغ آهي. هو ڪيلن جون پيٿيون اتي پرينڊا آهن." مون کي بهرحال ان ڳالهہ تي ڪو بہ تعجب نہ ٿيو تہ ملاح يا ماهيگير بہ زراعت ۽ باغبانيءَ ۾ دلچسپي رکن ٿا. هونئن بہ هيءُ علائقو چانورن لاءِ ڏيهہ پرڏيهہ مشهور رهيو آهي.

## آٽڙڪي:

ٻاٻيهو، آٽڙڪي، نوڙهي ۽ سڄڻ واري درياهي چاڙن ۾ سمنڊ جو پاڻي پنهنجي زور شور سان وهي رهيو هو. مون دوربين سان هڪ ڪناري کان ٻيو ڪنارو ڏسڻ تي چاهيو. سامهون ڳوٺ هو. پري کان ڀڪو لڳو ٿي، پر دوربين ڪٽي ڏنم تہ ڪچو هو. اهو درياءَ جي بلڪل ڪناري تي هو. هيٺ ڪپر وٽ، جو تہ اجا وير چڙهي نہ هئي، هڪ عورت ٿانوَ پئي مليا. تقريبن ڏينهن جي ٻارهين جو وقت هو. عورت مون کي جريب پنڌ تي نظر آئي. مان ڳوٺ جو جائزو ورتي، دوربين پنهنجي ٻئي دوست کي ڏئي ڇڏي. مون کي گهڙي ڪن لاءِ ائين محسوس ٿيو جڻ تہ مون ڪنهن آرٽ فلم جو "سين" ڏٺو هو. جو تہ پريان بند تي ٻارڙا راند ڪندي نظر پئي آيا. ڪنهن ڪنهن مهل ڪا عورت هڪ گهر مان نڪري ٻئي گهر ۾ داخل ٿي پئي. گهرن جي مهاڙن وٽ ڪٿي ڪٿي ڪپڙا بہ ٽنگيل هئا. هڪ ڪتو بند تان لهي هيٺ پاڻيءَ ۾ پاڻ کي پسائي رهيو هو. سڀ ڪجهہ صاف ڏسڻ ۾ پئي آيو، پر سندن آواز گم هئا ۽ سندن احساس ۽ تاثر نظر نہ ٿي آيا. بهرحال زندگيءَ جو ڍنگ آزاد ۽ فطرت جي عين مطابق هو. مون محمد عليءَ کان پڇيو: "ڇا اهو توهان جي• مائٽن جو ڳوٺ آهي؟" "نہ، اهي دريائي مهاڻا آهن." هن اطمينان سان جواب ڏنو. پوءِ مون کي خبر پئي تہ هتي مهاڻا يا ماهيگير بہ پنهنجن وڏڙن جي سڃاڻپ جي حساب سان ورهايل هئا. دريائي ماهيگير، سامونڊي ماهيگير، ڍنڍن وارا ماهيگير، وغيره وغيره.

هن ڳوٺ جو بلورن واري دوربين ذريعي جيڪو نظارو ڏسڻ ۾ آيو ٿي، تنهن مان لڳو ٿي تہ ڳوٺ جا رهواسي هرون پرون ڪسمپرسيءَ واري حالت ۾ نہ هئا. محمد علي هن ڳوٺ جو نالو "آٽڙڪي" ٻڌايو. هتي توڙي آس پاس هرون پرون مرد ماڻهو ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿي آيو. شايد مڇي مارڻ لاءِ نڪري ويل هئا. جايون صاف سٿريون ۽ ويڪري اڱڻ واريون پاسيون پئي. ڳوٺ ۾ وڻن جو بہ چڱو موچارو تعداد موجود هو. هيءُ ڳوٺ، اڪبر جي چوڻ مطابق، ذري گهٽ ڪاچڻ تي هو، جو تہ سمنڊ هر سال ٻنهي پاسن کان جريب بہ زمين جا ڀاڱ سان گڏ وهائي ويندو هو. ان ڳوٺ جو بہ الاهي

حصو سمنڊ ۾ پاڻي وہو هو. اسان جنهن پاسي کان سمنڊ طرف وڃي رهيا هئاسين، تنهن پاسي کان بہ ڪپر وڏيون وڏيون پڪون ڏيئي پاڻيءَ اندر ڪري رهيو هو.

آٽڙڪي ۽ ٻاٻيهي وچ ۾ درياءَ جي چاڙ هڪ جاءِ کان هڪ عجيب وڪڙ کائي ٿي، جنهن جي گولائيءَ واري پيٽ سان درياءَ جي ڪپر وٽ ڏاڍي ساوڪ هئي. مينهن جو ڌڻ ان ساوڪ ۾ چرندي بيحد خوبصورت لڳي رهيو هو. درياءَ جي پرئين پر گهٽو ڪري ننڍڙي گاهہ ۽ ساوڪ جا ميدان ڀئي نظر آيا، جن ۾ ڪٿي ڪٿي مينهون، ڳئون ۽ ٻڪريون بہ چرندي ڏسڻ ۾ آيون پئي. آبادي تمام ڇدي هئي، ان ڪري اڪيلائي ۽ جهنگ ۾ هجڻ جو احساس پڻ شدت سان محسوس ٿي رهيو هو.

## مُئل پيرن جي واڙي:

اسان آٽڙڪي جي حد ٽپي سجڻ واريءَ ۾ داخل ٿياسون تہ سمنڊ جي سير تيزيءَ سان چڙهندي محسوس ٿي. اسان جي سينيئر ناڪئي اڪبر هٿ جو اشارو ڪري ٻڌايو تہ، ”ستان پريان حاجي ابراهيم شاهہ ڏانهن بہ رستو وڃي ٿو.“

حاجي ابراهيم شاهہ هڪ بزرگ آهي، جنهن جي مزار تي هر سال ميلو لڳي ٿو. شاهہ سمندو، مائي سيدائي، جيوڻ شاهہ ۽ منگهوپير جيئن هن ڊيلٽا واري پٽيءَ ۾ بہ ڪيئي پير پوريل آهن، جتي سال بسال ميلا لڳندا آهن. سون جي تعداد ۾ ٻيڙيون گڏ ٿين ٿيون. رنگ برنگي ڪپڙن وارين عورتن، ٻارن، ٻڍن ۽ نوجوانن سان ڀرجي سنڌن حاضريءَ لاءِ روانيون ٿي وڃن ٿيون.

سماجي ميل ميلاپ وارن انهن ڏڻن ڏينهن ۽ رسمن مان صاف ظاهر آهي تہ سمنڊ اڳي تمام پري بيٺل هو ۽ هتي ماڻهن جي آبادڪاري بہ چڱي گهاٽي هئي، پر جيئن جيئن سنڌو درياءَ تي بئراج ۽ ڊيم ٺهندا ويا، تيئن تيئن هيٺ پڇڙي ڏي پاڻيءَ جي رسد ختم ٿيندي وئي ۽ نتيجي ۾ سمنڊ ان جي جاءِ والاريندو ويو. اڄ حالت اها آهي جو ڪارو پاڻي ٺٽي ۽ سجاول واري پل وٽ بيٺل آهي.

سمنڊ جتي جيئرن پيرن کي پڇائي ڪڍيو آهي، اتي ڪيترن ئي مئلن جون اڇي مزارون وسيون آهن. ڊيلٽا واري علائقي ۾ تعليم تمام گهٽ آهي. سرڪاري ادارن جا هيڊڪوارٽرز ۽ آفيسون بہ اصل شهرن ۾ ڪونهن. ان ڪري محمد عليءَ جو اهو جواب تہ: ”اڳتي پڙهڻ مان ڇا تو ملي؟“ اهو

هتان جي نوجوان ڇوڪرن جو "تڪيہ ڪلام" ٿي ويو آهي.

## ڇولين سان جنگ:

اسان جنهن ڇاڙ سان ڪارو ڇاڻ وڃي رهيا هئاسون، تنهن جي ڪاٻي پاسي کان اچانڪ ديوين جو گهاٽو ٻيلو شروع ٿي ويو. اسان اڃا "سڄڻ واريءَ" جي حد مان گذري رهيا هئاسون، جو سمنڊ جي وير تمام مٿي چڙهي آئي ۽ اسان بہ هوا جي بلڪل سامهون ٿي چڪا هئاسون. ڪٿي ڪٿي سمنڊ جي تيز وهڪري اسان جي هُڙي کي ڊرو بہ ڪري پٽي ڇڏيو. ڪنهن محل محمد عليءَ چيو: "اڳتي اڃا بہ وڏيڪ طاقتور ڇوليون ايندڙ." اِن تي مان خوف ۾ ويڙهجي ويس، پر اسان جو دوست نواز ڪنير موقعي ـِـو فائدو وٺي مسخري ڪرڻ لڳو، جيڪا محمد علي ۽ اڪبر کي عجيب لڳي رهي هئي. اسحاق مگرٽي ڪيس ڇندبا هٽڻ ۽ هُڙي تي حرڪت ڪرڻ کان روڪيو، پر نواز ۽ سڪون - ممڪن ئي ڪونہ هو. اسان سينيءَ جو ساهہ هاڻ مٺ ۾ هو. ڇوليون جڏهن هڙي سان ٽڪرائجڻ لڳيون تہ ٺُـٽي ٻيڙيءَ کي "بابلنگ" ڪرائڻ لڳيون، جيڪو بيحد خطرناڪ ٿي لڳو. اسان جو فطرت جي حسن، نظارن ۽ آس پاس جي زندگيءَ وارو مشاهدو ٺپ ٿي ويو ۽ اسان سڀ پاڻ کي قابو ڪرڻ ۾ لڳي وياسون. مون اسحاق کان پڇيو تہ، "هيءَ ڇا ٿي ويو آهي؟" "پاڻ غلط ٽائيم تي آيا آهيون ۽ وير جي بلڪل سامهون آيا آهيون." پر دوست نواز ذر ذر وڃي ٿي "مور" ۾ هٿ وڌو ۽ ٽنگون ورائي ڇولين جي ڇٽڪار ۽ هڙي جي اڻ لوڏ مان مزو ٿي ورتو. مون ڪيس پيار مان گار ڪڍي منع ڪيو. هو موت ۾ ڇندبا هٽڻ لڳو. اسحاق رڙيون ڪري اسان کي روڪڻ لڳو. عجيب صورتحال هئي! بيلينس رکڻ لاءِ اسحاق، محمد علي ۽ اڪبر اتي موٽر واري جاءِ تي يعني مهڙ تي وڃي وينا، جڏهن تہ مان ۽ نواز اڳيئي پچڙ يعني مور واري پاسي وينا هئاسون. سڀ پريشان هئاسون، ڇو تہ ڇوليون تمام تيز ٿي ويون هيون ۽ ڪنهن بہ مهل هڙي جي ڪلٽي ٿيڻ جو امڪان هو.

اسحاق هڙي مان مسلسل پاڻي ڪڍي رهيو هو، پر هر ڇولي ان ۾ ٻيڻو اضافو پئي ڪيو.

نيٺ محمد عليءَ کي چيوسين: "ياءَ! ڪناري لڳائيس، نہ تہ لاش بہ ڪونہ لڀندا."

اسان جي نوجوان ناڪٽي هڙي کي درياءَ جي ڪاٻي ڪناري ڏانهن موڙي ڇڏيو. اهڙي طرح اسان ڪاروڇاڻ پهچڻ کان اڳ هڪ اهڙي جاءِ تي

پهتاسون، جتي آس پاس ديوين جو گهاٽو ٻيلو هو. ٻري ٻري ٽائين ڪا وسونهن ڏسڻ ۾ نہ ٿي آئي. اينڪر لاهي، اسان سڀ هيٺ لهي آياسين، پر هيٺ آلي ريت ۾ رڳو ديويءَ جا ڏنگر وڇايا پيا هئا. احتياطن وري هڙي ڏي موٽي آياسين.

جنگي سر وٽان جيڪي ڊبل روٽيون، پڪوڙا ۽ بسڪوٽ ورتا هئاسين، اتي ويهي کاڌاسين ۽ فيصلو ڪيوسين تہ انهيءَ حالت ۾ اڳتي هلڻ خطري کان قطعي خالي ڪونهي.

هڪ تہ اسان وٽ واٽر پروف جيڪيٽون ڪونہ هيون، ٻيو ننڍڙي ٻيڙي، سو بي رحم ور سامهون ٿيڻ، جان کي جوکي ۾ وجهڻ برابر هو.



سجڻ واري: محمد علي ۽ اڪبر ملاح مشهور صحافي ۽ ليکڪ اسحاق مگرئي سان ڪارو چاڙ ويندي.

## اڌ سفر تان واپسي:

اسان جي اُن بزدلي ۽ مورکپائيءَ تي محمد علي ڏاڍو ڪلبو. ممڪن آهي تہ اُن تي خوش بہ ٿيو هجي، چو تہ ڪاروڇاڻ، "روڙي" پرسان هجڻ ڪري صفا سمنڊ جي منهن ۾ هو، جتي وڃي اسان جو رات رهڻ جو پروگرام هو.

ڊيلٽا واري علائقي ۾ سمنڊ جون الاهي ڪاريون آهن، جن مان ٻنجن

جو سير ڪرڻ ۾ اسان ٻه ڪامياب وياسين. واپسيءَ ۾ اڪيون ٻوٽي هوڙي تي سمهي پياسون. تقريبن شام جو پنجين وڳي واپس جنگي سر اچي پهتاسين. هڙي تان لهي ٿوري دير لاءِ چاچي عرس واري پيڊي نما آستاني ۾ اچي ترسياسين. ڪجهه دير بعد چاچو عرس به اچي ظاهر ٿيو. هن ايندي ئي چيو: "مون نه توهان کي اڳ ۾ ئي چيو هو، مشڪل سان پهچي سگهندؤ، چو نه وير جي سامهون وچي رهيا هيؤ ۽ هوڙو به ٽندو هو. بهرحال خير سان موٽي آيئو نه؟" ائين چئي چاچي عرس اسان کان گهر لاءِ موڪلايو. جيئن ئي هو هوڙي تي چڙهي روانو ٿيڻ لڳو، مون اڪبر کان پڇيو: "يار چانهن ملي ويندي؟" اڪبر جهٽ ڪري چانهن وٺي آيو ۽ ناهي اسان جي هٿن ۾ ڏنائين. محمد عليءَ جي ٻاٻيهي لهي وڃڻ ڪري ۽ چاچي عرس جي اچانڪ موڪلائي ڪري، سڄو بار اڪبر تي اچي پيو. اڪبر ملاح ڏاڍو برجستو نوجوان هو. هو چاچي عرس وٽ پندرهن سئو روپيا ماهوار پگهار تي بيٺل هو. مون ڪائنس تعليم بابت پڇيو. هن "اٺ درجا پاس" ٻڌايو. رنگ جو سانورو، نهنو ۽ جسم ۾ هلڪو هو. اسان تڙ ڪري، ڪرسيون ڪڍي، ڪپر جي بلڪل چپن تي چڙهي ويٺاسين. الائي ڪٿان ڪان دادلو جت گهمندو ڦرندو اچي اسان وٽ پهتو. هو اسان لاءِ غلام اڪبر ڪلهوڙي صاحب جو نياپو کڻي آيو هو.

## اڪبر ڪلهوڙي سان ملاقات:

اها اسان جي خوش قسمتي هئي يا بدقسمتي جو لاڙ جي ڪنهن سياسي شعور رکندڙ اڳواڻ سان ڪچهريءَ جو بندوبست ٿيو هو. چو نه لاڙ جي سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتن بابت سندس ڪهڙو موقف هو، ان ڳالهه جي پروڙ پوڻ به لازمي هئي.

غلام اڪبر ڪلهوڙو لاڙڪائي جي عباسين مان هو. نئي ۾ سندس ٻنيون هيون، جتي هن باغ لڳايا هئا. هو گذريل چاليه پنجاهه سالن کان اتي رهي رهيو هو. ضياءَ جي دور ۾ جيڪا غيرجماعتي اليڪشن ٿي هئي، تنهن ۾ هو هتان جي هڪ ڪروڙ پتي وڏيري سامهون بيٺو هو ۽ تمام گهڻو خرچ ڪيو هئائين. ان جي باوجود به هارائي ويو هو. علائقي جي ماڻهن جو چوڻ هو نه اڪبر صاحب کي ان اليڪشن اهڙي نه چِپ ڏني جو اجا تائين هڏ سنوان ڪري نه سگهيو هو.

جڏهن اسان وٽس لنگهي وياسون، نه هڪ عاليشان بنگلي جي ڀِنيان هڪ ننڍڙي باريءَ ۾، جنهن جي چوڌاري انگورن جون ولڀون، ناريل ۽

سوپارين جا وڻ پوکيل هئا. اُتي هن جا نوڪر اسان جي انتظار ۾ بيٺل هئا. اسان گهڙي ڪن ويهي هن خوبصورت ۽ دل کي راحت پهچائيندڙ نظاري کي پنهنجين اکين ۾ لاهڻ لڳاسون. ”هيءُ دبئي جي شيخن جو فارم آهي.“ جَت اسان کي ٻڌائيندي چيو، ”عباسي صاحب اٺن ڏهن سالن کان ان جي سار سنڀال ڪري پيو. هو عربن جو مئنيجر مقرر ٿيل آهي.“

جنگي سر جي بلڪل ڪچ ۾، پتڻ کان ٻه ايڪڙ ٻنڌ تي درياءَ جي بلڪل ڪناري سان، ڪيترن عرب شيخن کي جاگيرون عطا ٿيل آهن. هونئن ٻه سنڌ ۾ ڪين سيءِ کان وڌيڪ زمين ننتي ۽ ڪراچي ۾ ڏنل آهي. مون کي هڪ ڳالهه سمجهه ۾ نه پئي آئي ته غلام اڪبر ڪلهوڙو صاحب ايڏي وڏي پس منظر هوندي ٻه شيخن جو مئنيجر ڇو هو؟

ڪجهه دير کان پوءِ عباسي صاحب بنگلي مان نڪري اچي اسان سان مليو. خير خوش ڪرڻ کان پوءِ تعارف ٿيو ۽ ان بعد ڪچهري. اسان کان هن جو پهريون سوال اهو هو ته: ”ههڙي جهنگ واري ملڪ ۾ ڪيئن پلجي پيا آهيو؟“

”ائين ئي، اوهان جو ملڪ گهمڻ!“ اسان مان ڪنهن ڪيس جواب ڏنو.

”توهان پهريان صحافي آهيو (اسان جو تعارف صحافين جي حيثيت سان ٿئي ٿو)، جن جهنگ ۽ بر منهن ڪيو آهي.“ ”پر، سر، جهنگن ۽ برن ۾ اوهان جهڙا ماڻهو ٻه ته وينا آهن نه!“ اسان ٻه اصرار ڪندي چيو، ”ان کان وڌيڪ اهو ته ههڙي ملڪ کي اسان جهنگ ۽ بر ڪيئن چئون، جتي انگور، ڊاک، ناريل، ڏاڙهون، ليمان، سوپاريون، ڪجي ۽ انبن جهڙن وڻن ۽ ولين جا باغ هجن.“

جَت اسان کي ٻڌايو ته چار سال اڳ واري دريائي چاڙهه ۾ هيءُ سڄو باغ ٻڏي ويو هو. ڇهه مهينا هتي پاڻي بيهڻ ڪري سوپاريءَ جا وڻ گهڻي ڀاڱي سڙي ويا هئا.

غلام اڪبر ڪلهوڙو صاحب ”ڪلين شيو“ هو. هرڪ جا ڪپڙا پاتل هيس (جو سنڌ ۾ اڄ ڪلهه جي نوجوانن، خاص ڪري وڏيرن، اميرن، ڪامورن ۽ سرندي وارن جو فيشن ٿي پيو آهي). عباسي صاحب پڪي عمر جو هوندي ٻه نوجوان ٿي لڳو. سندس ڳالهين مان ڪڙڪ پئي ته هو ماڻهوءَ کي سندس ڪردار جي حوالي سان سڃاڻڻ جو قائل هو.

عباسي صاحب کي ٻه هتان جي هر ماڻهوءَ جيئن ان ڳالهه سان اتفاق هو ته، پاڪستان آزاد ٿيڻ کان اڄ تائين، حڪومت مان ڪنهن ٻه هن

علائقي کي ترقي وٺرائڻ لاءِ ناهي سوچيو. "هيءُ ننڍڙڪن جو ديس آهي." هن مخصوص انداز ۾ چيو. هن جو خيال هو تہ حڪومت چري بہ ڪونهي جو هتي ترقي وارا ڪم ڪرائي. مون ڪيس حيرت وچان نهاريو. "ڪير چاهيندو تہ سچ ۾ سيڙپ ڪري." عباسي صاحب پير صاحب پاڳاري واري اسلوب ۾ ڳالهائيندو رهيو. "سچ ۾ ڪيئن؟" اسان مان ڪنهن ڪانئس وضاحت لاءِ واجهايو. هن وراڻيو تہ، "ڏسو نہ، ڀارت جي سرحد هتان ڪان اٺن ڪلاڪن جي فاصلي تي آهي. جنگ جي صورت ۾ هيءُ علائقو سڀ کان پهريان لتاڙبو، ان ڪري صنعتڪار توڙي حڪومت اهڙو رسڪ ڇو کڻي؟"

عجيب وضاحت هئي. عباسي صاحب ڪراچيءَ کي بہ وساري ويٺو هو. حالانڪہ ڪراچي نٽي جي ساحلي علائقن کان ايڏو پري بہ نہ هُئي. بهرحال، اهو ڪو خاص سبب نہ هو. هونئن بہ عام صورتحال اها هئي تہ ملڪ ۾ ڪٿي بہ ڪي صنعتون نہ پئي لڳيون. ڪٿي بہ ڪي اهم ترقياتي ڪم نہ پئي ٿيا ۽ ٻيو تہ نٽي جو ساحل ڪراچيءَ جي شوقين سيٺين ۾ وڪامي چڪو هو. ان ڪري اتي زراعت يا باغباني پئداوار لاءِ نہ، بلڪہ تفريح لاءِ ڪٺي پئي وئي. ڪٿي ڪٿي گدرن جون واڙيون ۽ ڪيلن جا باغ ان ڳالهہ جو يقين ڏياري رهيا هئا تہ صفا سچ بہ ڪونہ هئي.

مقامي سياست تي هن جو تبصرو عام ماڻهوءَ وارو ئي هو. پر ٻوءِ بہ هن جو خيال هو تہ وڏا خاندان هاڻ ٽٽن پيا. اسان ڪيس وچ ۾ روڪي پڇيو تہ: "ٽٽن پيا يا ٽوڙيا پيا وڃن؟" هن جو جواب هو تہ: "ٽٽن پيا. سبب: ماڻهن ۾ ڪردار رهيو ئي ناهي. وڏن سياسي گهراڻن، وڏن خاندانن جي پڙهيل لکيل عورتن سان شاديون ڪري، سائين سنڌ جي ڀهراريءَ واري عورت وارو سلوڪ ڪيو. يعني ڪين گهر ۾ واڙي پاڻ هر قسم جون عياشيون ڪندا رهيا. اهو ئي سبب هو تہ ٿورڙن اختلافن تي سندن گهر ئي ٽٽي ويا هئا." هُن سنڌ جي چوٽيءَ جي سياسي خاندانن جا نالا ورتا ۽ انهن جي ان ڪردار تي روشني وجهڻ لڳو. جنهن کي هو "جديديت" چوندا هئا.

عباسي صاحب مستقبل مان نااميد نہ هو. هن چيو تہ: "ڪڏهن نہ ڪڏهن سٺي حڪومت ضرور ايندي، پر جاگيرداري ختم ٿيڻ کان پوءِ ئي اتين تي سگهندو." نٽي جي ماڻهن بابت هن جو خيال هو تہ: "مي بہ سنڌ جي ٻين خطن جي ماڻهن وانگي نالي پنيان آهن. ووٽ ان کي ڏيندا، جنهن جي تر جي صوبيدار ۽ ڊي – سي سان اٿي ويٺي هوندي."

سج لٿي واري نماز جو وقت ٿي چڪو هو. عباسي صاحب نماز

پڙهڻ لاءِ مسجد ڏانهن روانو ٿي ويو. اتان فارغ ٿي جڏهن موٽي آيو تہ اسان بہ کانئس موڪلائي ڪئي. هن مانيءَ جي صلاح هنئي، پر ڪيس خبر نہ هئي تہ اسان جي ڪليل آسمان هيٺ رهيل هڪ رات، سندس بنگلي ۾ گذاريل هزارين راتين کان بهتر هئي.

## سامونڊي پلو:

ڪلهوڙي صاحب سان ملاقات ڪري اسان پنهنجي مهمان خاني موٽي آياسون. هڪ هوڙو اُن مهل ڪناري اچي لڳو هو. شايد سير ڪريڪ، حجامڙي يا ان جي آس پاس مڇيون ماري واپس موٽيو هو. ماهيگير ٻيڙيءَ جي برف واري ٽينڪ (پيٽي) مان پلا ڪڍي هڪ پڪ-اپ ۾ منتقل ڪرڻ لڳا. مون اڪبر کان پڇيو: "هي ڪٿي ڪٿي ويندا؟"

"گهڻو ڪري ڪراچي." اڪبر ورائيو، "جي اتي نہ ويا تہ پوءِ حيدرآباد."

"ٺٽي جو نہ؟"

"ٺٽي جي مارڪيٽ ۾ اگهہ سٺو ڪونهي. هن مارڪيٽ تي بہ انهن ٺيڪيدارن جو قبضو آهي، جيڪي ٽئڪس وٺن ٿا."

"توهان بہ وٺندا آهيو مڇي؟"

"اسان بہ وٺندا آهيون. جڏهن ڪنهن هوڙي کي ٿوري مڇي لڳندي آهي تہ اُهو هتي پتڻ تي ئي وڪڻي ڇڏيندو آهي. هو ٻيـن جو انتظار نہ ڪندو آهي، ڇو تہ مڇي برف ۾ گهڻو وقت رکي بہ نہ ٿي سگهجي."

سمنڊ جو پلو کائڻ ۾ ايترو لذيذ نہ آهي، جيترو درياءَ جو. درياءَ جي پاڻيءَ وارو پلو سگهو ۽ متارو ٿئي ٿو ۽ آني بہ گهٽي ڪري ٿو. سمنڊ واري پلي جي عام ڊيگهہ ڇهن انچن کان هڪ فٽ تائين ٿئي ٿي ۽ سندس پيٽ ڇئن انچن کان ڇهن انچن تائين ٿئي ٿو. پلو رنگ جو سيهي جهڙو ٿئي ٿو. جي ڏوٺي ٻاهر اس تي رکبس تہ چلر چانديءَ وانگر چلڪا پيا ڏيندس. پلو تري کائڻ يا واريءَ ۾ پچائي کائڻ ۾ مذيدار ٿيندو آهي. هن جو ٻوڙ ڏنيري يا ڪرڙي کان قطعي پلو نہ ٿيندو آهي. ڏنيرو يا ڪرڙو لذت جي لحاظ کان مڇين جو سردار ليکيو ويندو آهي. پلي مڇيءَ لاءِ مشهور آهي تہ اها اونهي سمنڊ مان ڪناري وارين ڪارين ۾ آني ڏيڻ ايندي آهي. هونئن ٻچو سانوٽيءَ ۾ ڪري. گهڻو ڪري مٺي پاڻيءَ ۾ اچي ڪيترا ئي ميل سفر ڪري بعد ۾ آنا ڇوڙيندي آهي. پوءِ اها لڳدار آني لڙهندي لڙهندي اچي اتي گڏ ٿيندي آهي، جتي درياءَ ۽ سمنڊ جو پاڻي هڪ ٿئي ٿو. ۽ ان مٺي ۽

ڪاري پاڻيءَ جي ماحول ۾ پلي جا ٻچا ڦٽندا آهن ۽ ان ئي ڪاري مٺي ماحول ۾ وڏي وڏا ٿيندا آهن. اڪبر ۽ چاچو عرس ٻئي ان ڳالهه تي متفق هئا ته ٻيءَ مڇي جيئن پلو به سال ۾ ٻه پور ڪندو آهي. مارچ کان جولاءِ آگسٽ تائين ٻچن جي موسم اٿس. پلو سانوڻيءَ جي موسم ۾ بيحد خوش ٿيندو آهي. ڇو ته اها برسات جي موسم هوندي آهي ۽ برسات ۾ هي گهٽي آني ڪندو آهي ۽ اها ئي لڳ جي موسم اٿس. ماهيگير نر پلي کي "ڪيرو" چون، جڏهن ته ماديءَ کي "آنيارو." نر ۽ مادي وچ ۾ سڃاڻپ به آني ئي آهي. جڏهن درياءَ ۾ چاڙهه ايندو آهي ته ٻين مڇين سان گڏ پلو به سير وني ميلن جا ميل اڳتي نڪري اچي ٿو. سنڌ ۾ اهو به مشهور آهي ته اڳي پلو سکر تائين پڪڙبو هو. هاڻ ڪوٽڙي تائين مس اچي ٿو. اهو به تڏهن، جڏهن درياءَ ۾ چاڙهه هجي. پلي لاءِ اڪبر اسان کي ٻڌايو ته، "هن جو ٻچو جيستائين وهندڙ پاڻيءَ ۾ ايو نه چڙهي، تيستائين جوان ئي نه ٿئي. جيتري هن کي رنگ گهٽي ملندي، اوترو ئي مضبوط، چالاڪ ۽ ڦڙتيلو ٿيندو. نه ته هن جهڙي نازڪ ٻي ڪا به مڇي ڪونهي. پاڻيءَ مان ٻاهر نڪتي ته فورن مري ويندي. هي شور، ڌماڪي ۽ هٿ لڳڻ تي به مري سگهي ٿي. شايد اهو ئي سبب هو جو جاپاني شهنشاهه سڀ وسيلا ڪتب آڻڻ جي باوجود به پلي کي جاپان ۾ ڪٽي وجڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو هو.

سمنڊ ۾ هاڻي پلي جي نسل کي به خطرو لاحق آهي. ڇو ته درياءَ ۾ هاڻ ڪوٽڙيءَ کان هيٺ پاڻي گهربل مقدار ۾ نه ٿو وهي- گهٽو ڪري ته وهي ئي نه ٿو. ٻيو سبب آهي شڪار جي ماران ماري. نه ننڍي جو خيال نه وڏي جو. نه نر جو خيال نه آنيءَ واري جو. بولا رڳ هن جي لاءِ پوبان ڏينهن آهن.

## سانهو يا ڳانگٽ:

جڏهن بولن جو ذڪر آيو ته اهي سانهن ۽ ڳانگٽن لاءِ به ٻڙي آهن. اصل آنيءَ مان نڪتل به انهن ۾ قابو ٿيو وڃن. ان پٺيان جيڪا فلاسافي آهي، سا لالچ آهي- سمنڊ ڀهاري ڪٽڻ جي لالچ. ڪراچيءَ جي وڏين سيٺين، ماهيگيرن کي ڳرين قيمتن توڙي پٽين تي اهي رڇ وني ڏنا آهن- ڇو ته عام ماهيگير اهي خريد ڪري نه ٿو سگهي. پوءِ وڏي مڇي مارڪيٽ ۾. ته ننڍي چارو ٿيو وڃي. ابراهيم حيدري وڃبو ته "ڪچ" يعني "ڳاهه" جا ميدان پريا پيا آهن. مالڪ انهن کي سڪائي پوءِ فيڪٽرين وارن کي وڪڻيو ڇڏين. اندا ڌنڌ ماهيگيري جاپان ۾ سانهن کان سمنڊ خالي ڪرائي ڇڏيو

آهي. اسان جي ملڪ ۾ هر سال سوين نوان ماهيگير سمنڊ ۾ لاٿا وڃن ٿا، جن جو تعداد هر ڏينهن وڌي رهيو آهي، ۽ هوڏانهن پلي سان گڏ سانهي جي پئداوار به ڏينهون ڏينهن گهٽجي رهي آهي. پر اها سچي ڇاڻ هوندي به ماهيگير هڪ منٽ لاءِ به نه ٿو سوچي ته جيڪڏهن سمنڊ ان مخلوق کان خالي ٿي ويو ته هو پاڻ ڇا ڪندو؟ نتيجو ماڻهو اڳي ئي پان کائڻ ۽ آبهوا جي ڪري سست آهي. ويتر جڏهن ڏنڊو نپ ٿي ويندس ته خدا ڄاڻي ڇا ڪندو. اڪبر جو خيال هو ته وڏو سانهو سڀ کان سٺو سمجهيو ويندو آهي. هن جو منهن ۽ پُڇ ڪارو ٿيندو آهي، ۽ پيٽ جي چوڌاري مڇي وانگر چلر ٿيندا اٿس. چلر سخت ۽ وربل هوندا اٿس. هي کائڻ ۾ ڏاڍو لذيذ ٿيندو آهي. هن کي ڇمڻائي سانهو به سڏيو ويندو آهي. اسان جي ملڪ جو سمنڊ هن قيمتي غذا کان خالي ٿيندو پيو وڃي. سانهي جو ٻيو قسم گانگٽ آهي، جنهن جو تعلق مٺي پاڻيءَ سان آهي، جنهن لاءِ پراڻي چوڻي آهي ته: "ناري جي مڇي جهينگو". ڪو وقت هو جو نارو به سمنڊ ۾ چوڙ ڪندو هو، ۽ ناري ۾ جهينگو جام ٿيندو هو، پر هاڻ ته منو پاڻي ان مڇيءَ کان خالي ٿي چڪو آهي. هيءَ هاڻ سمنڊ ۾ مٺي پاڻيءَ وارين ساحلي ڪارين، درياءَ جي ڇاڙن يا واهڙن ۾، جن ۾ سمنڊ جي وير چڙهي ٿي، عام جام آهي، پر تيزيءَ سان گهٽجي رهيو آهي. ڊيگهه ۾ سانهي کان ڪجهه ننڍو ٿئي. هن جو ٽيون قسم ننڍو گانگٽ آهي. هيءَ سنهو ۽ ڪارو ٿيندو آهي. هيءَ قسم مٺي جو آهي. عام طور تي ساموندي مهاڻا گانگٽ کي سانو سڏين ۽ درياهي مهاڻا گانگٽ ۽ مٺي سڪر توڙي سنڌ وارا جهينگو. جهينگو خالص درياءَ جو آهي. ڪي ماهيگير سانن جا ڇهه قسم ٻڌائين ٿا. گانگٽ جو هڪ قسم آني به ڏٺي ٿو، جنهن کي "انيارو" به چوندا آهن. مون ٽائيڊل لنڪ تي ڇمٽي واري سانن جا ڍير لڳل ڏٺا هئا، جن کي مارڪيٽ ۾ پهچائڻ لاءِ ڏوتو پئي ويو. هيءَ وير چڙهڻ مهل چولري ويٺر مان مٽي مٺي پاڻيءَ ۾ چڙهي ٿو، جتي هِن کي رڇن ۾ ڦاسايو وڃي ٿو.

## ڪارا پيرو ۽ اڪبر ملاح جو ڳوٺ:

پٽڻ تي وڃي ڪافي رات ٿي چڪي هئي. سمهڻ لاءِ ڪو خاص بندوبست به ڪونه هو. چاچو عرس به سوير نڪري چڪو هو. جَت ويچارا پيرو پڃي اسان کي رات رهڻ جي صلاح ڪئي، پر ان عرصي ۾ هو پنهنجي پاڻيجي کي، جيڪو اتي ڪاوش جو نمائندو هو. اسان سان ملاقات لاءِ وٺي آيو. هو نوجوان هو. سندس سياءُ سهڻو ۽ مناسب هو. موڪلائڻ

مهل سوپاريون، ڪٺمنڙا ۽ جواهر جون ٽڪيون وٺي، نواز جي هٿ ۾ ٿمائي ويو. اها ڳجهارت اسان اڄ تائين پڇي نہ سگهيا آهيون!!

اڪبر ملاح، جو اسان جو سينيئر ناڪئو هو، سو اسان سان گڏ هو. تنهنڪري گهرائڻ جي ڪابہ ضرورت ڪونہ هئي. هو اسان کي پنهنجي ڳوٺ وٺي هلڻ لڳو، جو پٽڻ کان بہ ٽي ڪلوميٽر پري ڏکڻ اولهہ طرف واقع هو. اڪبر هڪ ڀاٽسن واري سان ڳالهايو. جيڪو اسان کي سندس ڳوٺ ڇڏي آيو. رات هجڻ ڪري اسان آس پاس جا منظر ڏسي نہ سگهياسين. اسان جي ميزبان جو ڳوٺ هڪ گهاٽي جهنگ ۾ هو. لئين، ڪبڙن ۽ ڪنڊين واري ڪلراٺي پوٺي ۾ ڏاڍي خاموشي هئي. اڪبر وٽ پنهنجي اوطاق نہ هئي. هو اسان کي ڪلر ۾ بيهاري، پاڻ ڪٿون ڪٽي آيو. ننڍي پاءُ بہ هنڌ بسترا ڪٽائڻ ۾ مدد ڪيس پئي. ڊيلٽا جي هن گهاٽي پر ڪلراٺي جهر جهنگ واري علائقي جي ان ننڍڙي ڳوٺ ۾ بجليءَ جو نالو نشان بہ نہ هو.

اسان تارن وسيلي ٽمڪندڙ نهايت ئي خوبصورت آسمان هيٺ هنڌ وڇائي ويهي رهياسين. اڪبر ماني نهرائڻ کان اڳ اسان لاءِ چانهن ڪٽي آيو. هن پاڻ اها چانهن ناهي اسان جي آڏو رکي. چانهن جي چُسڪين سان اسان جي ڪچهري شروع ٿي. هن ٻڌايو تہ ڳوٺ جي آس پاس دريائي ڪناري واري پاسي ڪان ڪيلن جا باغ آهن، جتي هن جي بہ ڪجهہ ايڪڙ زمين آهي. هُن پاڻ بہ اتي ڪيلا پوکرايا آهن، جيڪي بيماري سبب پيلا ۽ ڪمزور ٿي ويا آهن. ”هتي،“ هن چيو تہ ”ڪيلن جا باغ جام پسئو ڏيارين ٿا. علائقي جا گهڻا تڻا ماڻهو ڪيلن جا باغ ۽ گدرن جون واڙيون هاريي طور پوکيندا آهن.“ ”ان کان علاوه بہ ڪجهہ ڪن؟“ نواز بيحد سنجيده ٿيندي پڇيس. ”ڪجهہ ماڻهو واڻ ناهي بہ وڪندا آهن. ماهيگيري تہ عام ڌنڌو آهي. ڪي وري وڏين سيٺين وٽ باغن تي نوڪر آهن، تہ ڪي وٽن مذوري ڪن. آئون پاڻ ڇاڇي عرس وٽ پندرنهن سوَ تي بيٺل آهيان.“

اڪبر ملاح ٻاويهہ يا ٽيويهہ سالن جو نوجوان هوندو. شادي اڃا نہ ڪئي هئائين. ان سامونڊي گهميل آب هوا واري علائقي ۾، جتي ماهيگيرن جي خوراڪ رڳو مڇي ۽ سانها آهي، اتي شادي يا عورت بنا رهڻ پنهنجي جاءِ تي هڪ قسم جو سوال ضرور آهي. ٻن ڏينهن ۾ پنج ڇهہ دفعا اسان جيڪا ماني کاڌي، تنهن سان پلو/مڇي لازمي طور شامل هئي. ان لقاءَ کان متاثر ٿيندي نواز اڪبر کان پڇي وينو تہ، ”پوءِ ان هوندي تہ مان سمجهان ٿو ”روهہ ۾ رات“ گذرندي هوندي؟“

”بس، گذارو ٿيو وڃي.“ هو لڄ وچان لهرائي ويو.

”نيٺ بہ؟ ائين تہ گذارو ناممڪن آهي.“
”بس مڙئي جهاڳ ٿيو وڃي.“ هو ٿهڪ ڏيئي کلي پيو.
”معنيٰ – اهو اتي ممڪن آهي.“
”ظاهر آ تہ مڇي رڳو مرد ڪونہ ٿا کائين.....؟“
هاڻ ڳالهہ اچي پٽ تي ٿهڪو ڪيو. اسان بہ ٿهڪ ڏيئي کلي پياسون.
”پلا جي ڪو پڪڙجي پوي يا ڏسجي پوي تہ پوءِ مردن جو ڪهڙو رد عمل هوندو آهي؟“
”پهريان تہ ائين ٿئي ڪونہ ٿو....“
”ٿئي ڪونہ ٿو يا محسوس ڪرايو ڪونہ ٿو وڃي؟“
اڪبر کلي ڏنو. ”توهان ڪجهہ بہ سمجهو.“
”معنيٰ موقعو ملي ٿو وڃي نہ؟“
هو لڄارو ٿي کلڻ لڳو. هن جي ان ادا تي اسان بيحد لطف اندوز ٿياسون.

ماني آئي، پر ان سان گڏ ساڳي مڇي. نواز اڪبر ڏانهن ڏسي طنزيہ مسڪرايو. رات جي اونداهہ پچائڻ لاءِ گاسليٽ واري بتي اسان جي سامهون رکيل هئي. ماني کائي فارغ ٿياسون تہ مٿان چانهن آئي. چانهن کان پوءِ ڪافي دير تائين ڪچهري هلي. ڪچهريءَ ۾ ٻيو ڪوبہ ماڻهو نہ آيو. فقط اڪبر ۽ اسان هئاسون. شايد هن جو ننڍو ڀاءُ بہ هو، جو سندس مددگار هو. ٿڪل هئڻ ڪري گهڻي دير تائين محفل مچائي نہ سگهياسون، ان ڪري پنهنجن پنهنجن هنڌن تي ليٽي پياسون. رات جو ڪنهن مهل اک کلي تہ ڪُپ اونده ۾ ڪتن جي آس پاس ڪتن جي موجودگيءَ جو احساس ٿيو، پر ٻهراڙيءَ ۾ رهندڙ ماڻهوءَ لاءِ اها ڪا نئين ڳالهہ ڪونہ هئي.

صبح جو سوير اٿي جڏهن مون چوڌاري نظر گهمائي، تہ هر طرف لئيون ۽ ڪبڙ نظر آيا ۽ انهن ۾ اڪبر وارن جو ڳوٺ چڏي، ٻن ٽين طرفن کان ٽن چئن گهرن تي ٻڌل بہ الڳ ننڍڙا ڳوٺڙا بہ ڏسڻ ۾ آيا. جن ڏانهن ويندڙ سنهڙا چارا وڏي رستي مان نڪرندي صاف ڏسڻ ۾ اچي رهيا هئا.

اينري ۾ اڪبر بہ اچي ويو. هن جي هٿ ۾ چانهن واري ڪيتلي هئي. مون ڪانئس پڇيو تہ، ”هي ڪنهن جا گهر آهن؟“
”اسان جي ذات وارا آهن.“ اڪبر اوڏانهن نگاهہ ڪندي وراڻيو.
”پر الڳ ٿلڳ ڇو ويٺا آهن؟“
”وٽن پنهنجا زمين جا ٽڪرا آهن. هنن مان ڪجهہ ماهيگيري بہ ڪن.“
ماحول ساڳيو- ڪليل گهر، بنا لوڙهي جي. نہ چور جو خطرو نہ

غيرمحرم جو. ميربحر توڙي ٻيا ماڻهو، سڀ پنهنجي پاڻ ۾ وچايل نظر آيا. ڊيلٽا جي ماڻهن جي نفسيات اها آهي ته نويڪلي ماڻهو تي هرون ڀرون ميڙو نه مچائيندا. اها به ڪافي صحتمند روايت چئبي. نه ته سنڌ ۾ مهمان شل نه ڪنهن وٽ اچي، هر ڪو ڪم ڪار کان ڇٽو. مٿان جي چڱي چوکي نالي وارو هوندو ته سڀ ٻيا دعوتون ڪندس.

هر هنڌ سندس "آئو ڀڳت" پئي ٿيندي. ٻلي اسڪول جا ٻارنهن وڄي وڃن. ٻلي ته ربج چڙهي وڃي. همراهه بک مري ته ٻلي مري، پر سندس نالو نه کري. پر لاڙي ماڻهو انهيءَ وبا کان بچيل آهن.

چانهن بي ڪٽ تان لهي مان جڏهن به قدم پيشاب لاءِ ٻري ويس ته پگهريل ڪلر منهنجي جوتن کي ائين چنبڙي ويو، جيئن جَون جو اٽو ڪنهن کهري تري واري ٿالهه کي. اها ڪرامت وري ماڪ يا گهميل آب هوا جي هئي.

صبح جي مانيءَ ۾ به ساڳيا لانون ۽ ساڳيا چگهه. ڪلون به ٻيا ته ڪائون به ٻيا. پر وري جڏهن سنبت ڪئي سين ته ڪلراٺي مٽيءَ جا چاپڙ ڪڙين کان ٻيا ورن. سچو ملڪ ڪلراٺو هو. رستو هلڻ جهڙو به ڪونه هو. جي صبح سوير ڪا ڊاٽسن يا جيپ لنگهي وڃي ها، ته هلڻ آسان ٿي پوي ها، نه تو ڏچو ته هوئڻن به ڪنڌ ۾ هو.

هلندي هلندي هڪ سڪل شاخ ٽپياسون. هاڻي هڪ بند ڏيئي اسان کي واپس جنگي سر پتڻ پهچڻو هو. ٿورو پنڌ هو. رستي تي ڪبڙن ۾ ڏاڍا ٻيرون هئا. اڇا ۽ گلابي. هڪڙي ئي وڻ ۾ ٻئي رنگ. ڪائڻ ۾ اهڙا ڪڙا جو چکڻ تي ارواح نه ٺئي. ان مان لڳو ٿي ته سمنڊ ٽن چئن فوٽن تي هيٺيان چوليون هڻي رهيو هو. اهڙو ملڪ جتي سمنڊ زمين هيٺان ڦٽي نڪري ۽ مٿان ماڪ ٻڄي وسي، ته اهڙي ملڪ کي پڙيانگ ٽيڻ کان جديد زراعت جا ڪي جاٺو ئي بچائي سگهن ٿا.

## بگهاڻ:

جنگي سر کان بگهاڻ ٿورڙي ئي فاصلي تي آهي. هتي هڪ عدد هاءِ اسڪول، هڪ عدد ڊسپينسري ۽ ڪجهه عدد آفيسون پڻ آهن. هتان کان ڪيٽي بندر بس ذريعي وڃبو آهي. اسان ڪيٽي بندر جو نالو سنڌ جي قومي درد رکندڙ شاعرن جي سندر ڪويتائن ۾ پڙهيو هو، ان ڪري اسان جي ذهن ۾ ان جو رومانٽڪ روپ اڳ ۾ ئي موجود هو.

بگهاڻ جي تاريخ مون ڪنهن ڪتاب ۾ ته ناهي پڙهي، پر ساحلي

علائقي ۾ هجڻ ڪري، ان شهر تي اهو نالو ٿي سگهي ٿو ته ٻگهه پکين جي ڪري ئي پيو هجي. جو ته آسماني رنگ جي ٻگهن جا، جن کي روهاڪي سانهون به چئبو آهي، ماڳ مڪان (Habitats) گهڻو ڪري ساحلي علائقن ۾ موجود ڏنديون، ڊورا ۽ ڪاربون ئي هوندا آهن. مٺي جي ڏندن ۾ به اهي عام جام ملن ٿا. بهرحال اهو ضروري به ناهي ته اهو نالو انهن پکين جي ڪري پيو هجي.

## ٻگهاڻ ڪان ڪيٽي بندر:

خير ٻگهاڻ جو ذڪر مون ان ڪري ڪيو ته اهو جنگي سر ڪان ڪيٽي بندر وڃڻ لاءِ واحد بس استان هو. اسان جنگي سر ڪان ڊاٽسن ذريعي ٻگهاڻ پهتاسون، پر ان ڪان اڳ پنهنجي ميزبان اڪبر ڪان موڪلايوسون. جڏهن ٻگهاڻ ڪان ڪيٽي بندر ڏانهن پئي وياسون ته بس مان روڊ جي ٻنهي پاسن ڪان ڪٿي ڪٿي ڪيلن جا باغ، نارنگين ۽ ڪنو جا وڻ ڏسڻ ۾ پئي آيا. ڪمند جو فصل به ڏٺوسون. بهرحال ساوڪ ڪِن ٿورن ٽڪرن ۾ هئي.

رستي سان ملير جي ٻاڙهين ڳئن جا ڌڻ ڏسي دل باغ بهار ٿي وئي. گهاري ڪان ٻاڙهو ڏانهن ايندي به مون انهن ڍڳين جا ڪيترائي ڌڻ روڊ سان گڏ ٻيين ۾ چرندي ڏٺا هئا. ساموندي پٽيءَ ۾ انهن خوبصورت ڍڳين جي نسل جي واڌ ويجهه جنهن سهڻي نموني سان ٿئي ٿي، تنهن جو مثال منهنجي سامهون هو. مون اڳتي هلي انن جا ڪجهه وڳ به ڏٺا. انن جا وڳ ڏسي مون کي ڪنڌائي فقير ۽ جت ياد آيا. ان علائقي ۾ جَت قوم جي تمام گهڻي آبادي آهي، جن جو گذران انن، اسمگلنگ ۽ ماهيگيريءَ واري ڌنڌي تي آهي. بس اندازن ڪلاڪ کن هلندي رهي. نيٺ هڪ نهايت خوبصورت روڊ آيو، جنهن جو اهڙي علائقي ۾ ڪو گمان ئي نه ٿو ڪري سگهجي. اسو روڊ ڪمپنيءَ وارن ٺهرايو هو، جيڪي اتي ڪيٽي بندر پاور پلانٽ رٿا تي ڪم ڪري رهيا هئا.

بس اسان کي شهر جي وچ تي اچي لاهي ڇڏيو. اسان ٿورو چڪر لڳائي مکيه شهر ۾ داخل ٿياسون. ڪيٽي بندر ٻنهه ننڍڙو شهر آهي. غريب ۽ سادا ماڻهو، جيڪي خود پنهنجي شهر ۾ اوپرا پئي لڳا. اسان کي گهوري ڏسي رهيا هئا. اسان وڏي بازار مان لنگهي، شهر جي مشهور حلوائي وٽ پهتاسون، جتي ويهي حلوو گهرائي کاڌو سون. اسحاق ان حلوائي جي تمام گهڻي ساراهه ڪئي. بهرحال سند ۾ حلوو ڏاڍو لذيذ هو

# ڪيٽي بندر:

دڪان تي جيڪو پوڙهو ويٺل هو، سو موجوده ترقيءَ کي ڪينسر قرار ڏيئي رهيو هو. هو بار بار چئي رهيو هو ته وڏي سازش ٿي رهي آهي. اسان چيوسينس ته پاور پلانٽ لڳڻ سان هتان جا ماڻهو روزگار ۾ لڳندا ۽ روڊ رستا به ٺهندا. هي ايڏو خوبصورت روڊ فقط اِن پلانٽ جي ڪري ٺهيو آهي. ان کان سواءِ شهر ۾ نيون عمارتون ٺهنديون، هتان جي زمينن، پلاٽن جي اهميت ٿيندي، مقامي ماڻهن وٽ پئسو ايندو ۽ سڀ سٺايون ٿينديون ۽ ڪيٽي بندر، جنهن کي رڳو شاعر ۽ دانشور ئي ڳائيندا آهن، بعد ۾ عالمي ليول تي هڪ ننڍڙي خوبصورت شهر جي شڪل ۾ اُڀرندو.

"اهو ننڍڙو شهر انهي خوبصورت شڪل ۾ نه اڀري ته چڱو آهي." پوڙهي ذري گهٽ هڪ نيپي ڳالهه ڪندي چيو. "شهر جي وڌڻ سان ڌاريا ماڻهو ايندا ۽ بُرائي پکڙبي." پيرسن ڀهريون ماڻهو هو، جنهن ڌارين جي آبادڪاريءَ کي "اقليت ۾ تبديل ٿيڻ" واري خوف سان نه ڳنڍيو هو. هن جو خيال هو ته، هتي، جي بندر ٿيندو، نيون جايون ٺهنديون، مارڪيٽ اُسرنديون ۽ صنعتون لڳنديون، ته پوءِ گورا ايندا ۽ برائي پکيڙيندا.

"هوئنئن ڇا برائي گهٽ آهي؟" اسحاق ڪائنس پڇيو. "هتي ڪٿي آ برائي؟" چاچي دانشورائي انداز ۾ ورائيندي چيو. "هتي ماڻهو ئي ڪينهي ته برائي ڪٿان ايندي."

اسان کي ڳالهه سمجهه ۾ نه پئي آئي ته آخر چاچو دڪاندار ٿي ڪري بندر جي مخالفت ڇو ڪري رهيو هو؟ جيڪي سبب هن ڄاڻايا، اهي سطحي هئا. هڪ دڪاندار سان انهن جو ڪو به تعلق ڪو نه هو. ڪيٽي بندر جو جيڏو نالو ٻڌوسين اوڏوئي شهر سڄو هو. هڪڙي ننڍڙي بازار هئي، جنهن ۾ به ٽي پارو ٽي پاڄيءَ جا دڪان يا ڇپرا ٺهيل هئا. هڪ اڌ ڪپڙي ۽ پرچون جو دڪان به موجود هو. پر پان ۽ سگريٽن جون ماڻڊيون عام جام هيون. ٻه ٽي ريڙهيءَ وارا گدرا ۽ ڇيڙ وڪڻي رهيا هئا. ٻيا ماڻهن جا گهر هئا. ان هوندي به سمنڊ جو ساحلي شهر هجڻ ڪري تعلقي جو هيڊڪواٽر هو. هتي هڪ هاءِ اسڪول ۽ هڪ عدد ٻهراڙيءَ وارو صحت جو مرڪز قائم هو. مرڪز ۾ ايم بي بي ايس ڊاڪٽر مقرر ٿيل هو. ننڍڙي ٽپال گهر کان وٺندي واٽر سپلاءِ توڙي نيڪاسيءَ جي نظام جو ڪو به جوڳو بندوبست ٿيل نه هو. ٽرانسپورٽ ۾، گهاري کان واپا ڳاڙهو بسون هليون

پئي، ۽ ڏاتسنون بہ عام مجام هيون. جن مان الاهي وري جوهو کان ڳاڙهو پهتيون ٿي. هتي پوليس ٿاڻي کان علاوه ڪوسٽل گارڊز جي بہ آفيس هئي. هتان جا ماڻهو پان جام کائين ۽ ڳٽڪو بہ واپرائين. غالبن هر نوجوان توڙي پوڙهي جي مت ڦوڪيل هئي.

شهر ۾ غير ملڪي ڪمپني جي، جنهن وٽ پاور پلانٽ جو ٺيڪو هو، هڪ عاليشان آفس پڻ هئي، ۽ سڄي شهر جي چوڌاري، هڪ وڏو بند پڻ ٻڌرايو ويو هو. جيڪو غالبن وير کان بچاءَ لاءِ ٺي ڏياريو ويو هو. اولهندي پاسي کان سمنڊ جو پاڻي هن وقت بہ بند کي لڳو بيٺو هو. سڄو شهر، جڏهن وير چڙهي ٿي، تہ سمنڊ جي کاري پاڻيءَ سان گهيرجي ويو ٿي.

مئائيءَ وارو ميمڻ دڪاندار ڪيٽي بندر جي مستقبل کي الائي ڇو پنهنجي سِر جي مستقبل سان ڳنڍيو ويٺو هو. اسان جيڪو نتيجو ڪڍيو تنهن مطابق شهر جا ماڻهو انتهائي سست ۽ بي خبر نظر آيا. هتي شهر کي ڪڏهن بہ مارڪيٽ واري حساب سان نہ ڏٺو هو.ڪين ڊپ هو تہ، هتي، جي پاور پلانٽ لڳو، ترقي ٿي، نيون جايون ٺهيون ۽ ٻاهران ماڻهو آيا، تہ پوءِ هتي جي فرسودا، پاروتين ۽ پرائين شين ڏي ڪير بہ نہ ڏسندو. ٻيو اهو تہ جي مارڪيٽ پيدا ٿي ۽ روز مره جون شيون ٻاهران اچڻ لڳيون، تہ هي اُنهن جو مقابلو ڪري نہ سگهندا. مئائيءَ وارو ان ڪري بہ پريشان ڏسڻ ۾ پئي آيو، تہ هينئر شهر ۾ هو اڪيلو ڇانيل هو ۽ پنهنجي مرضيءَ جي اگهن سان پنهنجو حلوو ۽ ٻيو سامان کپائي رهيو هو. وٽس ڪنڊ ۾ اٽي جو اسٽاڪ هو. پوءِ اِهي شيون ٻين وٽ بہ اينديون. جڏهن سندس گراهڪي ٽٽندي تہ کيس محسوس ٿيندو "سازش شروع ٿي وئي آهي."

سنڌي دڪاندار جي نفسيات شايد هر جاءِ تي ساڳي آهي. هو مقابلي ڪرڻ لاءِ يا تبديل ٿيڻ لاءِ پاڻ کي تيار نہ ٿو ڪري، بلڪ تبديليءَ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

مون ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ڪٿي چوپايو مال نظر اچي، پر ناڪام ويس. ڪُتا ۽ گڏهہ بهرحال شهر ۾ موجود هُئا. دڪان مان ٻاهر نڪري اسان شهر جي ڏکڻ اولهہ طرف ڏنل بچاءَ بند تي اچي چڙهياسين. بند ڪافي ڊگهو ۽ مضبوط هو. وير چڙهيل هئڻ ڪري سمنڊ واري پاسي ملاحن جي هڙن ۽ ٻيڙين جي اچ وڃ جاري هُئي. پري ميل ڏيڍ پري، پاڻيءَ اندر ننڍڙا ٽُڪڙا نظر ٿي آيا، جيڪي دوربين ذريعي جاچي ڏسڻ کان پوءِ ملاحن جا گهر معلوم ٿيا. گهرن ٻاهريان مٽيءَ جا ٻنا ٻڌل هئا. عورتون ڪم ڪار ۾ مشغول هيون ۽ ٻارڙا ٿورڙو پرڀرو ٻيڙيءَ ۾ ويٺي پاڻيءَ ۾ ڪجهہ اوڇلائي

رهيا هُئا، يا ڪا شيءِ وڃائي رهيا هُئا. صحيح اندازو لڳائڻ بهرحال مشڪل هو. پرِيان پاڻيءَ ۾ هڪ مزار هُئي، جنهن ۾ جيوڻ شاهه نالي هڪ بزرگ دفن ٿيل هو. جنهن بيٽڙي تي "پاور هائوس" ٺهيو پئي، تنهن جو نالو "حجامڙو" هو. پر ۾ چاڙهه، ڪانگڙي ۽ ڏاڏي واري واريون ڪاريون ۽ بيٽ هيس. ڏاڏي-واري ڪلري شهر ڪان ڏکڻ اوير طرف هُئي، جتي "مائي سيدائي" نالي مشهور درويشياڻي رکيل آهي، جنهن تي هر سال ميلو لڳندو آهي.

سنڌ جي شهرن، قصبن، ڳوٺن جي اِها وڏي خوبي آهي، جو انهن جي آس پاس ڪنهن نہ ڪنهن تهوار يا ڏڻ يا ڪنهن خاص ڏينهن ملهائڻ لاءِ ڪيترائي سبب موجود آهن. گهڻو ڪري ڪنهن نہ ڪنهن درويش، ولي، شاعر يا پير فقير جو آستانو ضرور هوندو. هتي هِن ڏورانهين علائقي ۾، جتي آمدرفت جا ذريعا هاڻي اچي ڪجهہ سڌريا هُئا، سمنڊ اندر بيٽن ۾ بہ پيرن فقيرن تي ميلا ٿا لڳن.

شهر جي چوڌاري ڦري اينڊڙ بند ڪان سمنڊ ڏانهن ڏسبو تہ معلوم ٿيندو ماضيءَ ۾ هتي ڪو وڏو بندر موجود هو. ڇوتہ پري پري تائين پاڻيءَ اندر ڪاٺ وٽڪار موجود نہ هُئي. ماڻهن جو چوڻ هو تہ اندر ڪن ڪارين ۾، جتان حقيقي سمنڊ شروع ٿئي ٿو، تمر جي وڻن جون ڪجهہ قطارون موجود هيون. اُنن جا وڳ بچاءَ بند سان شهر ڪان ٻاهر ويندي نظر اچي رهيا هئا، جن پويان جت ويچارا لوٽا هٿي هٿي ڊوڙي رهيا هئا. هُنن کي ڳوڏ مٿان قميص پاتل هئي. مٿي تي پٽڪا ٻڌل هُئن. ڪيٽي بندر، جيتوڻيڪ اڄ بہ بندر جي نالي سان سڏجي ٿو، پر هِتي واپار واري حساب سان ڪابہ آمدرفت ڪونهي.

## بندر جو تاريخي پس منظر:

ڇيو وڃي ٿو تہ هيءُ بندر انگريزن جي دور جي تخليق آهي. اِن کان اڳ جڏهن ٺٽو آزاد سنڌ جو واپاري مرڪز هو، هتي يا اِن جي آس پاس لهري بندر نالي هڪ تمام وڏو بندر هوندو هو، جتي پورچوگيزن عربن، ڊچن، ايرانين ۽ انگريزن جا واپاري جهاز اچي لنگر انداز ٿيندا هئا. ان ڪان گهڻو اڳ عربن ايران فتح ڪري هزارن جي لشڪر ۾ سنڌ تي چڙهائي ڪئي هئي، ۽ ٺٽي جي ديبل شهر کي بربادي‌ءَ جا ڪنڊر بنائي ڇڏيو هئائون. عربن پوءِ سيوستان، نيرون ڪوٽ، برهمڻ آباد ۽ اروڙ پنهنجي قبضي ۾ ڪيا، ۽ برهمڻ آباد کي منصوره جو نالو ڏيئي، پنهنجي حڪومت جي باقاعدي

شروعات ڪئي.

عرب، ايرانين ڪان پوءِ وڏي پيماني تي سنڌين جي نسلي قالب تي اثر انداز ٿيا، جنهن ڪري هر عرب جو پٽ سيد سڏائڻ لڳو. پوءِ هنن هتان جو مال هُتي موڪلڻ لاءِ ديبل جي ان بندر جو ڀرپور استعمال ڪيو.

دنيا ۾ جيڪي به رولو حاڪم، ڦورو ۽ ڌاڙيل صنعتڪار پيدا ٿيا، تن هن شهر جو لقمو ضرور ڪاٿي ڏٺو. ايتري قدر جو ٻاهريان واپاري ٺٽي جي ماڻهن ۽ حاڪمن کي پنهنجي پرڏيهي ناٽي ۽ واپار جي ڪري بليڪ ميل به ڪندا هُئا. هزارن جي تعداد ۾ ٻيڙيون، ڊونڊيون ۽ جهاز اچي لنگر ڪندا هئا ۽ اُنهن جي لنگر جو ٽئڪس مقامي حاڪمن لاءِ "سون جي کُکڙ" جي برابر هوندو هو. ٻاهريان سياح، جاسوس ۽ عالم ٺٽي جي عروج ۽ خوشحاليءَ جا قسم کڻندي نه ٿا ٿڪن. ايڊورڊ ٽيري، جو هڪ پادري هو، سو لکي ٿو ته: "هيءُ مکيه شهر آهي. درياءَ ان ۾ ڪيترائي ٻيٽ بنائي ڇڏيا آهن، جيڪي بيحد وڻندڙ ۽ ميويدار آهن."

ٿونات، جو ١٦٦١ع ۾ سنڌ ۾ آيو، سو تبصرو ڪندي لکي ٿو ته: "ٺٽو واپاري لحاظ کان هندستان جو سڀ کان وڏو شهر آهي. سنڌو دريا ٺٽي جي اوسي پاسي ڪيترائي ٻيٽ بنايو ڇڏي. اُهي ٻيٽ ڏاڍا ميويدار ۽ وڻندڙ آهن."

ڊيوارٽ باربوس سورهين صديءَ جي شروعات جو احوال ڏيندي لکي ٿو ته: "ٺٽي ۾ مڇي ايتري ته هُئي، جو ماڻهو گهوڙن کي به سُڪل مڇي کارائيندا هئا."

سورهين صديءَ ۾ سنڌ تي پورچوگيز واپاري قابض هئا ۽ ٺٽي جي ڪپڙي جي مارڪيٽ ايشيا ۽ پُرتگال تائين ڦهليل هئي ۽ چمڙي جا خريدار وري عرب ملڪ ۽ ايران هئا.

ٺٽي ۽ سنڌ جي ٻين پرڳڻن جي خوشحاليءَ جو اندازو توهان ان ڳالهه مان لڳائي سگهو ٿا ته جڏهن ١٧٣٩ع ۾ نادرشاهه سنڌ تي چڙهائي ڪئي ته ميان نور محمد ڪلهوڙي هن جي پنجن لکن جي لشڪر جي سورهن ڏينهن تائين شاهي مهماني ڪئي، پر خزاني توڙي شهرن ۾ ڪا اٽاٽ پئدا ڪونه ٿي. ٺٽو سمن، سومرن، ترخانن ۽ ڪلهوڙن جي حڪومتن جو گاديءَ جو هنڌ رهيو. هن شهر کي هٿ ڪرڻ، هيسائڻ، ۽ ڦرڻ لاءِ تغلقن، منگولن، پورچوگيزن، ڊچن، ايرانين ۽ پٺاڻن پنهنجي وسان ڪين گهٽايو. پر هيءُ شهر انساني آفتن، وحشتن ۽ ظلمن کي منهن ڏيندو رهيو. هن شهر کي ارڙهين صديءَ سڀ کان وڌيڪ نقصان رسايو. ڪلهوڙن ۽ ميرن واپار کي تباهه

ڪري ڇڏيو. سندن گهرو لڙاين، لالچن، ٻاهرين ڪاهن، سنڌ جي واپار جي ڪنڌ ڀڃي ڪري ڇڏي. جيترو ئي شاهوڪار خطو هو، اوترو ئي لٽ مار ٿي. ٻاهرين لٽ مار جي باقيات اڃا ٻه موجود آهي، جن ۾ عربستان جا شيخ، ڪراچيءَ جا وڏا سيٺيا، پنجابي آبادگار، بنگالي وغيره قابل ذڪر آهن.

ٺٽي جي زوال جو وڏو ڪارڻ درياءَ جي پيٽ ۾ رهَ جو جمڻ ٻڌايو وڃي ٿو. وچ ۾ واريءَ جا دڙا ٿي ويا، جن درياءَ کي سڪائي ڇڏيو. اڄ به اها ئي صورتحال آهي. واپاري لڏي ويا، انگريز آيا ته هيءُ شهر ذري گهٽ ختم ٿي چڪو هو ۽ سنڌ ۾ واپار جا نوان مرڪز قائم ٿي چڪا هئا. رهي سهي ڪسر انگريزن پوري ڪئي. انگريزن سون، چاندي، ڪاٺ، ڪلون ۽ چوپائي مال جي لٽ لاتي. انگريزن جي ٻي بيسنڪ دوران سڀ شين کان وڌيڪ چوپايو مال برآمد ڪيو ويو. خاص طور تي سڳن وارو مال. پئي نمبر تي اٺ برآمد ڪيا ويا. تنهن وقت سنڌ جي ماڻهن ۾ ڪنهن ڪنهن وٽ ته ڏهه ڏهه هزار اٺ هوندا هئا. اٺ اڪثر ڪري درياءَ جي ڀڄاڙ وارن علائقن ۾ پاليو ويندو هو، جو ته اتي ليون ۽ لاڻا جام ٿيندا هئا ۽ پيو ته بندرگاهن کي به سولو هو ۽ وزن ڪڻڻ لاءِ اڪيلو ذريعو هو. هن وقت ڪيٽي بندر، جاتي، بدين، ميرپورخاص، عمرڪوٽ، اچڙي ٿر، جيڪب آباد ۽ ڪڇهه ٻين علائقن ۾ اٺ اڃا به ڏسڻ ۾ اچن ٿا، پر اڳي جي بنسبت انهن جو تعداد گهٽ ٿي ويو آهي، ۽ انهن جو اڳي وارو ڪارج به ختم ٿيندو پيو وڃي.

ٻاهرين ملڪن جي سيلانين جي مشاهدن، تاريخن ۽ سفرنامن ۽ ڊائرين مان ظاهر ٿئي ٿو ته ڏکڻ سنڌ يا لاڙ جو ماڻهو، خاص طور تي ملاح، مڪمل طور تي واپاري ۽ چالاڪ هو. هنن لاءِ عرب، پورچوگيز، انگريز، ايراني، ڊچ وغيره روزگار جو ذريعو هئا. ان ڪري منائيءَ واري ميمڻ جو احتجاج مون کي هن جي مارڪيٽ ۾ هڪ هٽيءَ بچائڻ لاءِ هڪ چال محسوس ٿي.

## هڪ مسيحا سان ملاقات:

اسان اولهندو بند ڇڏي شهر مان ٿيندا مين روڊ سان ٿهيل ڀهراڙيءَ جي صحت واري مرڪز ۾ اچي پهتاسون، جتي اسان کي هڪ ايم - بي - بي - ايس ڊاڪٽر مليو، جو اسان کي مريض سمجهي پنهنجو ڪاروباري موڊ ناهڻ لڳو. ڊاڪٽر جو نالو مون کي ياد ناهي رهيو، پر هن صاحب اسان کان پنهنجي اچڻ جو سبب پڇيو. اسحاق ڪيس ٻڌايو ته: ”اسين اخبار وارا آهيون ۽ گهمڻ آيا آهيون.“ هو اسان کي پنهنجي عملي سميت روز جي مريضن جو تعداد، بسترن ۽ ٻين سهولتن کان واقف ڪرائڻ لڳو. پوءِ پرائيويٽ ڊاڪٽرن

جي ڳالا ۾ اسان کي هڪ ڏکي ڪهاڻي ٻڌايائين. سندس سڄو زور ان پرائيويٽ ڊاڪٽر تي هو، جنهن شهر اندر اچي ديرو ڄمايو هو. ڊاڪٽر صاحب بار بار اهو چيو ٿي ته: "هن اچڻ سان منهنجي خلاف سازشون شروع ڪري ڏنيون آهن." هن عوامي آواز اخبار جو پراڻو پرچو ڪڍي اسان کي سندس خلاف لڳل خبر ڏيکاري. "هتان جو نمائندو حڪيم ڪان پئسا وٺي منهنجي خلاف خبرون ڏئي ٿو."

پوءِ هن اسان کي اهي حالتون ٻڌايون، جن ۾ هو ڪيڏي نه مشڪل سان ڪم ڪري رهيو هو. هن جو خيال هو ته ٻهراڙيءَ ۾ ڊاڪٽرن لاءِ ڪابه سهوليت ڪونهي. دوائون نه ٿيون ملن، سواري ناهي ۽ پيو ته ماڻهو به نه ٿا اچن.

اسان ڪانئس پڇيو ته: ماڻهو ڇو نه ٿا اچن؟ جڏهن ته هن ڊاڪٽر جي مقابلي ۾ اوهان ڪواليفائيڊ ڊاڪٽر آهيو!

"ماڻهن ۾ تعليم ناهي." ڊاڪٽر صاحب فرمايو، "جيڪا دوا ڪين وقتي طور فائدو ڏئي ٿي، هو ان جي پٺيان لڳي ٿا پون."

"توهان اهڙي دوا نه ٿا ڏيو؟"

"ڪڏهن به نه. اسان ته مريض جي مستقل فائدي لاءِ سوچيون ٿا." ڊاڪٽر صاحب دعويٰ ڪندي چيو، "پر مسئلو آهي ته اسان وٽ بجٽ ناهي. اسان کي دوائون نه ٿيون ملن."

اسان ڪانئس نانگ جي ڏنگ ۽ ڪتي جي چڪ جي ويڪسين بابت پڇا ڪئي. هن انڪار ۾ ڪنڌ لوڏي ڇڏيو.

جڏهن ڪانئس استعمال شده سرنج بابت دريافت ڪيوسين ته هن ان ڪان به انڪار ڪيو. هن جو خيال هو ته هو ائين نه ٿو ڪري، بلڪه نان ڪواليفائيڊ ائين ڪن ٿا.

بعد ۾ اسان کي خبر پئي ته ڊاڪٽر صاحب خود ڳاڙهي شهر جو رهندڙ هو ۽ اتي پنهنجي خانگي اسپتال هلائي رهيو هو. حڪيم ڪان ڪاوڙ ان ڪري هيس جو هو سندس گراهڪ ٽوڙي رهيو هو. اسان جيئن ئي اسپتال مان ٻاهر نڪتاسون ته هڪ نوجوان اسپتال اندر داخل ٿيو ۽ پنجن منٽن بعد دوائن جي ڀريل ٿيلهي (شاپنگ بيگ) کڻي ٻاهر نڪري آيو. هو به اسان وانگر ڳاڙهي شهر جو مسافر هو. جڏهن ڊاٽسن تي چڙهي ويناسون، ته گاڏي جُوهو واري رستي سان ڳاڙهو لاءِ روانو ٿي وئي. رستي سان اسان ڏٺو ته سمنڊ جي وير ڪيترو نه پري تائين پنهنجو رستو ناهي چڪي هئي ۽ روزانو ڪيترائي ايڪڙ زمين سمنڊ جي ان رومانس جي نظر ٿي رهي هئي.

ڪيٽي بندر کان ڳاڙهو وايا جوهو وارو رستو ائين ٿي لڳو، ڄڻ تہ درياءَ جو ڪچو هجي. ڪچو رستو، ڏوڙ ۽ شاخ جي بند جا ڪنارا، ٻيرن ۽ ڪنڊين جي وڻن سان سٽيل ڏسي، ماڻهوءَ کي خوف ٿيڻ لڳو ٿي.

## هڪ شاگرد سان ملاقات:

رستي تي مون اُن نوجوان سان واقفيت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪامياب ٿي نہ سگهيس. ڪجھ دير بعد هو پاڻ اسان سان ڳالهائڻ لڳو. شايد اها بہ نواز جي ڪرامت هئي.هن ٻڌايو تہ هو ڊاڪٽر جو ڪمپائونڊر هو ۽ ڳاڙهي واري اسپتال ۾ ڪم ڪري رهيو هو. جڏهن تہ سندس پوسٽنگ ڪيٽي بندر واري سينٽر ۾ هئي. هو انٽر پاس هو. اڳتي پڙهڻ کي بيڪار ۽ بي سود ٿي سمجهيائين. "ڇا ٿو ملي؟" هو چوڻ لڳو، "سفارش کان سواءِ ڪک بہ ڪونہ ٿو چُري."

"هي علائقا ايترا پوئتي پيل ڇو آهن؟" مون سندس هٿ ۾ ڦبايل دوائن واري ٿيلهيءَ ڏانهن ڏسندي ڪائنس پڇيو. هُن مرڪي ورائيو، "هِتي سڀ چور آهن. حڪومت توڙي زمين جا وسيلا وڏيرن جي هٿ ۾ آهن، جيڪي اسان تائين پهچن ئي نہ ٿا."

"تنهنجو ڇا خيال آهي تہ ڪير سڌاريندو اوهان جي هن علائقي جي حالت؟ منهنجو مطلب آ تہ ڪهڙن ماڻهن جو رويو هتان جي ماڻهن سان چڱو آهي؟"

"STP وارن جو." هن ڄڻ تہ انڪشاف ڪندي چيو، "ڊاڪٽر صاحب ۾ ماڻهن کي اميدون آهن."

"پليجي ۾ نہ؟"

"پليجو تہ هتان جو وڏو ٺيڪيدار آهي، اهو ڪيئن سڌاريندو هتان جي علائقي کي؟"

"هي دوائون ڊاڪٽر صاحب جون آهن؟"

"نہ، مون پنهنجيون ورتيون آهن."

"ڊاڪٽر صاحب کان؟"

هن کلي ڏنو. "اوهان لکندؤ ڇا؟" هن مون کان پڇيو.

"تون اجازت ڏيندين تہ لکي بہ ڇڏينداسين."

"ڊاڪٽر صاحب کي هتي جي ڪجھہ غريب مريضن کي ڏيٽيون آهن." هو مسلسل کلي رهيو هو.

ڳاڙهو شهر آيو تہ اسان بہ نوجوان همسفر رسول بخش عمرانيءَ کان

موڪلائي هڪ ٻاڪڙا هوٽل ۾ ڏينهن جي مانيءَ لاءِ اچي پڙاءُ ڪيو.

## چندر ۽ لطيف جي ورسي:

پاڪستان هندستان ٿيڻ کان اڳ ڪاروچاڻ ۾ وڏيون محفلون ٿينديون هيون. هن علائقي ۾ چانور ايترا ته ٿيندا هئا، جو ڏيساوَر پڻ موڪلي سگهبا هئا. هندو سيٺيون، خاص ڪري واڻيا، هتي گهڻي تعداد ۾ آباد هئا. شهر به تمام وڏو هوندو هو. هاڻ ته چون ٿا پڙيانگ ٿي ويو آهي. ٦٠ کان ١٨٠ روپين تائين هڪ ڊرم پاڻيءَ جو ٿو وڪامي. هڪ حڪيم آهي، جو ايم - بي - بي - ايس ڊاڪٽر به آهي ته مسيحا به، چار اٺ دڪان آهن، جنهن ڪي جيترو وٺي اوترو ڦڙهي. سمنڊ جي پيٽاريءَ وارو هي خوبصورت شهر ڪنهن وقت حسين ڪنيائين جو شهر هوندو هو. عمان، فارس، بمبئي، سورت، بنگال ۽ سيلون کان واپاري ايندا هئا ۽ راتين جون راتيون رهيا پيا هوندا هئا.

هڪ دفعي واڻين لطيف جي ورسي ملهائڻ چاهي. ورسيءَ جي اجازت ته ڪونه ملين، پر چندر ڪي گهرائي محفل ڪرايائون. چندر سان گڏ سيد سليمان شاھ ۽ هڪ نواب شاهي مسلمان فنڪار پڻ هو. آس پاس جا ماڻهو پلتجي اچي ڪريا. اصل ڦسي پيا.

واڻين ماڻهن ۽ سندس ٻاهريان پڪا ڏنا ته جيئن پيا ماڻهو چتين توڙي چني ٻاهريان گڏ ٿيل عورتن ڪي ڏسي نه سگهن، پر جڏهن ڳايائين ته ماين سڪ ۽ جوش ۾ اچي پڪا ڦاڙي ڇڏيا ۽ ايڏي افراتفري مچي، جو راڳُ بند ڪرائي ڇڏيائون ۽ اهوئي سبب هو ته چندر هر جاءِ تي ميزبانن لاءِ ”زن - رسڪ“ هوندو هو. ماڻهو ڪيس شادين ۽ پتن ۾ ڳارائيندا هئا ته اوطاقون ۽ چنا گهرن ۽ ڳوٺن کان پري ٺاهيندا هئا. سندس راڳ ۾ وڏي چڪ ۽ اتساھ هوندو هو. هُن جا ٻول ۽ آواز ماڻهوءَ کي پاڻيءَ مان ڪڍي ڇڏيندا هئا. اصل ماڻهو ”پڙڪي“ پوندا هئا.

## ڳاڙهو شهر، ڳاڙها چانور ۽ ڳاڙهو هاصخيلي:

ڳاڙهو درياءَجي ٻچاڙ وارن علائقن جو واپاري مرڪز آهي. ڪيٽي بندر، ٻگهاڻ، ڪاروچاڻ ۽ جاتيءَ لاءِ سواريون هن شهر مان وينديون آهن ۽ هتان ئي انهن شهرن ڏانهن ڪاڏي پيتي جي شين جي رسد رواني ٿئي ٿي. ان ڪري هِن شهر کي هتي جي علائقي ۾ مرڪزي حيثيت حاصل آهي. جن ڏينهن ۾ اسان هتي آيل هئاسون، اُنهن ڏينهن ۾ هتي جي هڪ مسافرخاني

جي ڇت ڪرڻ سبب هڪ خاصخيلي ذات واري عورت فوت ٿي چڪي هئي ۽ هڪ جت قوم جي عورت زخمي ٿي هئي. مسافر خاني ڪرڻ جي پسمنظر جي ڄڏهن اسان کي خبر پئي تہ معلوم ٿيو، هتي بہ قبضا گروپ، جن کي عرف عام ۾ "لينڊ مافيا" چيو ويندو آهي، ڪيڏا نہ سرگرم هئا.

اسان پ پ جي هڪ جهوني ياپراڻي وفادار ڪارڪن سان ملاقات ڪئي، جيڪو ضياءَ جي دور ۾ جيل ڪاٽي چڪو هو ۽ شايد ڪوڙا بہ. جنهن بہ پ پ واري جا ڪوڙا ڪاڌل هوندا آهن، ٻڌو اٿئون تہ، اُن جي سندس پارٽيءَ ۾ وڏي عزت هوندي آهي(؟) اسان پنهنجي ميزبان دوست کان، جو ڳاڙهي ۾ پ پ جو صدر بہ هو، شهر جي تاريخ بابت پڇڻ جي ڪوشش ڪئي. هو وڏي تم تراق سان سڄي شهر جو داستان ٻڌائڻ لڳو. هن ٻڌايو تہ: ڳاڙهو، خاصخيلي قوم جو هڪ فرد هو، جنهن جون هتي زمينون ۽ جاگيرون هيون. هُن سڀ کان پهريان هتي اچي ڳوٺ ٻڌو. پوءِ پري پري کان ماڻهو لڏائي اچي ويهاريائين تہ جيئن آس پاس جون زمينون آباد ٿين. پوءِ آهستي آهستي ماڻهو ايندا ويا ۽ آباد ٿيندا ويا. هُن ڪنهن کان بہ پنهنجي زمين جو معاوضو ڪونہ ورتو. ڇوتہ هو سيني لاءِ ڇپر - ڇانو هو. هاڻي هن جو ڳوٺ ٿورو هڪ پاسي تي ٿي ويو آهي ۽ شهر ڏاڍو تيزيءَ سان وڌي آيو آهي. هيءُ سڄو شهر اڄ بہ هن جي نالي سان سڏجي ٿو. زمينون، پلاٽ، روڊ - رستا، سڀ هُن جي نالي تي آهن.

ايتري ۾ چانهن آئي. اسحاق بہ مختلف پوزن ۾ هن جا بہ ٽي فوٽا ڪڍي ورتا "سو سائين، هيءُ سڄو شهر خاصخيلين جو آهي. هاڻ اچي ٻيون ٽريون جاڳيون آهن. عبدالله شاهہ جي صلاحڪارن ۽ مشيرن جي چمچاگيري ڪري، ماڻهو هڙئي پيل پلاٽ قبائي ويا آهن، ۽ اسان پراڻا قربانيون ڏيندڙ ڪارڪن پنتي ڌڪجي ويا آهيون. ايتري قدر جو عبدالله شاهہ مون کي بہ جيل ۾ وجهرائي ڇڏيو."

مسافر خاني وارو قصو ٻڌائيندي هن ٻڌايو تہ: اها ڊسٽرڪٽ ڪائونسل وارن جي قبضي ڪرڻ جي هڪ وڏي سازش آهي. جنهن ۾ هو ذري گهٽ ڪامياب بہ ٿي ويا آهن. ڇوتہ مسافر خاني جي ڪرڻ کان پوءِ، هُنن اتي دڪانن جي اڏاوت جو ڪم شر ع ڪري ڏنو آهي.

"هُنن مان توهان جي ڇا مراد آهي؟" اسان ڪانئس دريافت ڪيو.

هُن ٻڌايو تہ، "هو بہ پ پ سرڪار جا ماڻهو آهن. پر نوان نوان داخل ٿيا آهن، ان ڪري ناري ناري نہ ٿا ڪاون. گرم پيٽ ٿا وات ۾ وجهن." هو نالا ڪڻ کان لهرائي ويو، جنهن مان لڳو ٿي تہ همراهہ ڪيڏا نہ سگهارا هئا ۽

سائين جن، ڪيڏو نہ خوف ۾. متان وري نہ ٻڌائي ڇڏينس!

پر جڏهن اها ساڳي ڳالهہ اسان چاچي عرس کان پڇي هئي تہ هن ٻڌايو هو: ”هيءَ علائقو چانورن جي ڪري ڏاڍو مشهور هو. هتي خاص قسم جا چانور جام ٿيندا هئا، جن کي ماڻهو ڳاڙها چانور ڪري سڏيندا هئا. ڪي اُن کي ”رتڙو“ بہ چوندا هئا، ڇوتہ اُنهن جو رنگ ”رت“ جهڙو هوندو هو. هنن چانورن جي خوشبوءِ ميلن تان محسوس ڪبي هئي. اِن ڪري اِن شهڙي جو نالو ڳاڙهو پيو.“

پر هينئر نہ تہ ڳاڙها چانور تي نظر آيا نہ وري ڳاڙهو خاصخيلي. باقي، شهر جا روڊ ۽ رستا پان جي پڪن سان ڳاڙها ضرور ٿي ويا هئا. ڪا اهڙي جاءِ خالي نہ هئي، جنهن جي ديوار ڪي پان واري ڪَتي جي ٽوتاري نہ لڳل هجي. ڪو اهڙو فرش ۽ ٿلهو نہ هو، جنهن تي داغ نہ هجن. ڳاڙهن چانورن، ڳاڙهين ڳئن، ڳاڙهن پيرن ۽ ڳاڙهن ماڻهن کان خالي هيءَ ڳاڙهو شهر، غريبن جو شهر آهي. هتي جيتوڻيڪ هر قسم جي مافيا جو وجود آهي، پر سادو سودو غريب ماڻهو پري کان پڌرو آهي. هتي پوليس اسٽيشن جي سپاهيءَ کان وٺي پريس ڪلب جي ڪچي صحافي تائين هرڪو پرائي ڪڌ مان پڳڙا ڪڍڻ ۾ مصروف آهي. نہ ڏسڻ جهڙو روڊ، نہ رستو پلو، نہ دڪان سنو، نہ وري هوٽل سريلو. سياسي گهراڻا پنهنجا پيٽ وڏا ڪرڻ ۾ پورا آهن ۽ نوجوان قيادت بلئنڪ ميلنگ ۾ مصروف آهي. هر ٽين اک وارو ماڻهو شاٽ ڪٽ جو قائل ٿو لڳي. پر پيٽ بڪايل اڌ اگهاڙي عوام لاءِ هڪ ڏکي سڙڪ سدائين موجود آهي، جنهن جا وروڪڙ نہ تہ ڪڏهن ختم ٿيندا آهن، نہ وري سنڌوءَ ۾ ڪو سيلاب اچڻو آهي، جو ان هڏ ڇُرر هاءِ - وي کي وهائي کڻي وڃي!



جنگي سر پٽڻ: وڻجارن جو سامان ڏورانهين ڪارين جي ٻيڙارين وارن ڳوٺن لاءِ هڙن جي هلڻ جي انتظار ۾.

# چاچڙ ۾ ڇيرون



رُوبا ماڙيءَ کان مٽيءَ جو بند ڏيئي جڏهن LBOD رٽا هيٺ نهي راس ٽيل وڏي سم نالي تي چڙهبو، تہ محسوس ٿيندو ماڻهو بلڪل هڪ نئين جاگرافيائي خطي واري ملڪ ۾ داخل ٿي چڪو آهي. ٨ آڪٽوبر ١٩٩٧ع واري ڏينهن مان جڏهن الهہ ورائي بهڻ ۽ LBOD جي ماحولياتي صلاحڪار آر-وائين بوردن سان گڏجي اتي پهتس تہ مون پهريون ڀيرو لٽل سم نالي جي آلي پيٽ تي بانبڙا پائيندڙ ۽ پيٽ گسائيندڙ مڇيون ڏٺيون، جن کي Mud Fish جي نالي سان سڃاتو پئي ويو. هي مڇيون واقعي حيرت انگيز قسم جون هيون. گپ سان هنن جو هڪ عجيب رومانس هو. هنن جي شڪل شاڪر يا ڪگي جهڙي پئي لڳي ۽ پنهنجن ڪلين ﮬﻨﺎن مسافرن واري جهاز جي اڳين پرن جيئن آمهون سامهون وارن کنڀرن جي زور تي اُهي تيزيءَ سان هيڏانهن هوڏانهن حرڪت ڪري رهيون هيون. ڪن تہ ٽپا پئي ڏنا ۽

ڪن جي حرڪت ڏيڍر جي ٻچن جيئن هئي. پر هنن جو پيچ متحرڪ نہ هئو. هنن سڄو زور پنهنجن اڳين ڪنيرن تي پئي لڳايو ۽ گپ تي ترندي نظر ٿي آيون. مون جڏهن دوربين جي مدد سان ڪين غور سان ڏٺو تہ مون کي لڳو، اها ياتہ سندن جيئري رهڻ جي مشغولي هئي يا تہ هو ان برائوني (انگ ونگڙي) حرڪت ذريعي ڪاڏو تلاش ڪري رهيون هيون. يا پوءِ ڪلين ذريعي ساهہ کڻي رهيون هيون. ماڻهن انهن کي ڪنهن بہ طريقي سان نقصان نہ ٿي رسائيو. هنن ڇهن انچن کان نون انچن تائين ڊگهين گپ جي "فيرين" کي خبر ناهي تہ ملاح ڇو نہ ٿا وٺن، پر مون ڏٺو تہ انهن تي اتان جي ٽپيڪل سائي بگهہ Grey Heron جي ڏاڍي رش هئي. روپا ماڙيءَ کان شاهہ سمندو ڪريڪ تائين، ان وڏي سم نالي جي ڪوپن مان سائي بگ جا ولر تاه ڪاڏل ڪونجن جيئن ڳاٽ مٿي ڪري بند سان ويندڙ وسونهن کي ڏسي رهيا هئا. مسٽر بوردن ٻهريان ڪين ڳڻڻ شروع ڪيو، پر سندن تعداد اينرو تہ گهڻو هو، جو انهيءَ خفي مان اتي ئي هٿ ڪديائين.

وڏي سم نالي سان جيئن جيئن اسان ٽائيڊل لنڪ ڏانهن وڌندا وياسين، تيئن تيئن انهن ساون بگهن جو تعداد وڌندو ويو. شروع ۾ ڪٿي ڪٿي ڪجهہ ڊُبن وارا پکي (Waders) بہ نظر آيا، پر اهي ڇدا هئا. سنڌ، ڇو تہ ڍنڍن، ڍورن، تلائن ۽ ڊبن جي بہ سرزمين آهي، ان ڪري ننڍي پاڻيءَ ۾ ڇڳڻ وارا پکي هتي عام جام آهن. اهي پکي اڪثر ڍنڍن، تلائن، ڊبن ۽ ڍورن جي ڪنارن سان ڇڳندي نظر ايندا آهن.

ساوا بگهہ پاڻيءَ جي سطح مٿان اڏامندا نظر ايندا آهن. انهيءَ نموني اهي پاڻيءَ مٿان پنهنجو پاڇو ڊوڙائي مڇيءَ کي دوکو ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا آهن تہ اها حرڪت ڪندڙ شيءِ سندس شڪار آهي. اهڙي طريقي سان مڇي جڏهن ٻاهر پاڻيءَ جي سطح تي ايندي آهي تہ اهي بگهہ تمام وڏي چُستيءَ سان اُن کي جهٽي وٺندا آهن. ان بگهہ جي عادت آهي تہ هو مڇيءَ جو منهن وارو حصو پنهنجي چهنب ۾ جهلي، پوءِ ڳيهندو آهي، ڇو تہ ڪيس اهو خطرو هوندو آهي تہ پيچ جا ڪنير يا پاسن وارا ڪنير ڳلي ۾ ڦاسي ڪٿي سندس انت نہ آڻي ڇڏين. سائي بگهہ جي اينتري آبادي مون اڳ ڪٿي بہ نہ ڏٺي هئي. هن پکيءَ کي ماڻهن کان هرون پرون ڪو ايڏو وڏو خطرو ڪونهي، ڇو تہ سنڌ جو مسلمان توڙي هندو هن کي ڪونہ کائي، ان ڪري هن بگهہ جي آباديءَ وڌڻ جا امڪان بهرحال تمام گهٽا آهن، پر جهڙي رفتار سان هيءُ بگهہ آس پاس جون ڍنڍون ڇڏي سم نالي کي پنهنجي ڪاڏي جي مستقل جاءِ ناهي رهيو آهي، تهڙي رفتار سان ٿي سگهي ٿو تہ انهيءَ سم نالي

جو زهريلو يا گندگيءَ وارو پاڻي جنهن ۾ شگر ملن زهر ڪان وٺي ووٽن توڙي سارين جي فصلن مان ڇنڊڇي آيل جيت مار دوائن جو جهجهو مقدار شامل هوندو آهي، ان جي موت جو سبب نه بڻجي وڃي.

سي گل (Sea-gull) جي باري ۾ مون ڪهاڻين ۽ ناولن ۾ پڙهيو هو، پر ڪيس اکين سان نه ڏٺو هو. سي گل سچ پچ ته بي انتها خوبصورت پکي آهي. (خوبصورتيءَ جا معيار هر ڪنهن جا پنهنجا پنهنجا آهن) ۽ پيڻ (Pelican) ڪي به دوائن وارن خفتين وٽ ۽ فلمن ۾ ته ڏٺو هوم، پر ايترو ويجهو ۽ روبرو ڏسڻ جو اتفاق نه ٿيو هو ۽ وري سي گل سان ملندڙ جلندڙ ابابيلن جهڙو ٽرن Tern پکي به مون پهريون ڀيرو ڏٺو هو. سي گل ۽ ٽرن هڪ قسم جو معاشرو ٺاهي رهندا آهن ۽ آنا به هڪ ٺي جوءِ ۾ ڏيندا آهن. سندن گڏ رهڻ ۽ گڏ آنا ڏيڻ جو مقصد پنهنجن آنن ۽ ٻچن جو بچاءُ ڪرڻ ٿي لڳي ٿو، ڇو ته ڪانوَ، لومڙ، وغيره هنن جا آنا، بعضي ٻچا به کائي ويندا آهن. پيڻ، بگهه ۽ سانهون – هي سڀ پکي وڻن تي آنا لاهيندا آهن.

ڪلاڪ ڪن جي پنڌ ڪان پوءِ اسان سم نالي جي ان حصي ۾ داخل ٿياسين، جتان نالي جي ساڄي پاسي کان ڍنڍون شروع ٿين ٿيون ۽ کاٻي پاسي کان انڊيا جي بارڊر وارو رڻ. ساون ٻگهن سان گڏوگڏ، سم نالي اندر پيڻ پکين جون جوڙيون، سي گل جا ننڍڙا ولر، جن ۾ لاچار ڇهه يا اٺ، ڪنهن ۾ ٽي يا چار پکي شامل هئا. ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا.

سڀ کان پهريان سم نالي جي بند سان سيرانيءَ جو پاڻي لڳل هو. جيسٽوٽيڪ اها ڪا ڍنڍ ته نه آهي، پر آس پاس جو پاڻي ان ۾ ڀرجي وري ڍنڍن ۾ پوي ٿو. جنهن پهرين ڍنڍ مان هيءُ سم نالو گذري ٿو، تنهن کي پٽيجي سڏيندا آهن. هن ڍنڍ ۾ اڌ سمنڊ، اڌ ڪئنال ۽ ٻيو مينهن جو پاڻي پيل هو. لاڪي چاچين جون قطارون بند ڪان پري، ڍنڍن جي وچ ۾ چڳي رهيون هيون. پري ڪان اهي رڍن جي ڌڻ جيئن ٿي لڳيون. هيءُ پاڻيءَ جو سڀ کان ڊگهو پکي ٿئي ٿو. وڏي ۽ ٿلهي چهنب، جا قدرتي طور ڳاڙهي ۽ ڪاري شيڊ تي نهيل اٿس، ڪيس شڪار ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿئي ٿي. هن پکيءَ جي پيچ ۽ پيٽ وٽان ڳاڙها دبڪ ٿين ٿا، ان ڪري جڏهن هنن جا ولر رڻ جي ڪنهن ڍنڍ مٿان اڏامندا آهن ته ڏسڻ واري کي اچين ۽ ڳاڙهين ماٽرين واري شهر جو گمان ٿيندو آهي.

ٽائيڊل لنڪ وٽ، ڇو ته زمين ڪاري آهي ۽ سمنڊ جي وير روز ان کي پنهنجي آب ۽ تاب سان ميلن جا ميل پنهنجي پاڪرن ۾ آڻي ڇڏيندي آهي، ان ڪري هتي سائي ٻيلي جي ڪا به گنجائش نظر نه ٿي اچي. غالبن

جيڪي پکي وٽن تي آنا ڏين ٿا، تن لاءِ اهو ٿي چئي سگهجي ٿو تہ اهي ڪٿي ٻاهر، جتي وڻ آهن، ٻيلا آهن، اتي ٻچا ڪن ٿا. ٻگهہ ۽ سانهہ لاءِ تہ چئي سگهجي ٿو تہ اهي ٺٽي جي جاتيءَ ۽ بدين جي گولاڙچي واري ساحلي علائقن ۾ ٻچا ڪندا هوندا. يا ٿي سگهي ٿو تہ هو سنڌ جي وڏيڪ وٽراهہ وارن علائقن ۾ ٻچا ڪري اتي سانوٽي يا سياري ۾ هجرت ڪري ويندا هجن. چو تہ بوردن جي چوڻ مطابق تہ ساون ٻگهن ۽ پيڻن جا "اڏامڪ" يعني ٻچا انهن ولرن ۾ گهڻي مقدار ۾ موجود هئا. پيڻ اڇو ۽ گلابي ٻن قسم جو ٿئي ٿو، پر اسان اچن سان گڏ جيڪي گلابي جهانءَ وارا پيڻ ڏٺا، سي بوردن مطابق ٻچا هئا، پر ائين نہ هو. اهي Eastern Rose Pelican هئا. پيڻ پکيءَ جو پاڻيءَ ۾ ترڻ خود دلچسپيءَ کان خالي ڪونهي. هيءُ پکي، جي پاڻ کي ڪي ڇڏي ڏي، تہ وهڪري سان گڏ پاڻ مرادو تري، جي پنهنجي پيرن جي پتوار سان پاڻيءَ کي ڌڪي تہ سندس ڳاٽ فخر ۾ بلند ٿي وڃي. پيڻ پکي جتي بہ ڏٺوسين، سو اڇا نون ڪنين سان هو. ٿائيدل ڏي پيڻ جو شڪار جام ٿئي. هتي هن جا دشمن مهاڻا ئي آهن. گهڻو ڪري جيئرو وٺڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ونجهارن ۾ ڦاسائي وڪڻندا آهن. هن جي ڪپت جو پس منظر پڻ عجيب ۽ غريب آهي. گهڻو ڪري اهي "نيم حڪيم خطرائي جان" انهن جا خريدار آهن، چو تہ هي ماڻهو شهرن ۾ ماڻهن جا ميڙا لڳائي الائي ڪهڙا ڪهڙا تيل ۽ ڪشتا وڪڻيو وڃن. مرض اهو ئي ساڳيو-وهم تہ ڪانئن....... اٿيو وڃي. پر وڏا رئيس ۽ سيٺيون پڻ هنن پکين جا پر پٽي پنهنجن تلائن ۾ ڇڏيندا آهن: مهمان مڙهي تي رعب ۽ دٻدٻو وجهڻ لاءِ. پيڻ سنڌ ۾ رڳو بدين ۽ ٺٽي واري علائقي ۾ اچي. هن جو اصلي وطن يا تہ انڊيا آهي يا وري هيءُ بہ سائبيريا مان ڪهي اچي ٿو. انهن مان ڪي تہ سڄو سيارو اتي گذارين ٿا ۽ ڪي وري سڄو سال رهي پون ٿا. ڪافي پنڌ اڳتي هڪ ناليءَ جي موري آئي، جنهن جي ڍڪن تي بہ پکي ويٺل ڏٺاسين. اهي ڳاڙهيون سرٽيون هيون. سندن پيٽ ڳاڙهو ۽ پٺي ڪاري هئي. پيٽ تي اڇا ڪارا دٻڪ بہ هئن. سرٽيون ڏسڻ کان پوءِ اهو آسرو ٿيو تہ اڳتي هلي باز بہ ڏسنداسين.

مهرو ڍنڍ جي حد اچي چڪي هئي. پنهنجي ملڪ ۾ هوندي بہ هڪ انگريز، جو پکين جو چاهيندڙ (Bird Lover) هو، اسان جي ميزباني ڪري رهيو هو. هن ڍنڍ ۾ ٻري ٻري ٿائين لاکي چاچين جا ولر چڳي رهيا هئا، پر انهن سان گڏ ڪٿي ڪٿي ڪارو ڪوٽ بہ نظر آيو ٿي. دوربين ڪٽي اکين تي رکڻ سان معلوم ٿيو تہ ڪي پکي آهن، پر سڃاڻي نہ سگهياسين.

اهو بہ ممڪن هو تہ ڪا ساوڪ يا وٽڪار هجي، يا ڪي ڪلر جا ڪارا ٽڪرا هجن ۽ رج ۽ رڻ جي ڪري ائين نظر ايندا هجن. مِهرو ڊنڊ ۽ چُولري ويٽر* جي وچ تي اسان ڪجهہ ڍُبن وارا پکي پڻ ڏٺا. ٽٽيھر، واسڪوٽي ٽيٽا ۽ بيا ننڍا ٽيٽا، جيڪي Sand pipers سڏجن ٿا، سمر نالي اندر پاڻيءَ جي ڪنارن سان، يا ڪٿي ڪٿي نالي اندر ريٽ جي ٽڪرن تي پنهنجو رزق تلاش ڪري رهيا هئا. نالي جي ڪاپي پاسي، جتي پڻ ساموندي وير جو پاڻي بيٺل هو ۽ پريان رڻ جا رنگ هئا، تن مِر بہ ساوا بگھہ پنهنجو داڻو پاڻي ڳولڻ مِر مشغول هئا.

ائين ٿيندي ٿيندي اسان اچي چولري ويٽر پهتاسين. هتي چولري ڊنڊ جي پاڻي ۽ ٽائيڊل لنڪ ذريعي ساموندي وير جو هڪ ٻئي سان رومانس ٿئي ٿو. وير ڊنڊ جي پاڻيءَ کي مٿي ڌڪي وجي ٿي. پوءِ جڏهن ٽڪي ٽٽي موٽ کائي ٿي، تہ ڊنڊ جو پاڻي سمنڊ تائين سندس پيچو نہ ٿو ڇڏي. اهو ٻنهي جو روز جو لقاءُ آهي. آبي زندگيءَ جي بچاءَ خاطر چولري ڊنڊ واري پاسي کان زير زمين (پاڻي هيٺان) هڪ بند ٻڌو ويو آهي، جيڪو گهربل تعداد مِر پاڻي پنهنجي مٿان وهائي، باقي پاڻيءَ کي روڪي ڇڏي ٿو. هتي چولري ويٽر تي مقامي ميربحرن جو ڏاہو آهي. هي ميربحر سمنڊ مان ايندڙ جهينگو ۽ مڇي ڦاسائين ٿا. مقامي ماڻهن مان هڪ اڌ کان جڏهن پڇيوسين تہ جهينگي جي پئداوار ٽائيڊل لنڪ کان اڳ وڌيڪ هئي يا هاڻ، تہ هنن ورائيو: "اڳي وڌيڪ هئي." هاڻ گهٽ ڇو آهي جو سبب مسٽر بوردن Over fishing ٻڌايو. سچ پچ تہ جهينگن جو هڪ وڏو ڍڳ، جنهن کي ڍُڳڍُگي ذريعي ڇڪيل پاڻيءَ ذريعي ڏوتو پئي ويو، ان ڳالهہ ڏي اشارو هو تہ هي ماڻهو ايڏي Over fishing ڇو ٿا ڪن ۽ ڇو نہ ٿا انهن جو نسل وڌڻ ڏين تہ جيئن سندن پئداوار وڌي؟ شايد نيڪيدار ۽ خود سندن لالچ ۽ ضرورتون ئي ذميوار هيون ان تباهيءَ جون.

مير بحر ننڍي وڏي مڇي ۽ جهينگي کي اصل ڦابو ڪيو ڇڏي. هاڻي وٺائن اها احلاقيات بہ موڪلائي چڪي آهي جو ننڍي مڇي ۽ جهينگي کي وري واپس پاڻيءَ مِر ڇڏي ڏين. جيئن هو ماضيءَ مِر ڪندا رهندا هئا، ۽ پونگن ۽ ساٿهنَ جي ٻچن کي مارڻ پاپ سمجهندا هئا.

---

* چولري ڊنڊ جي اُها جاءِ، جتي سمر نالي جي پاڻيءَ کي چاڀ ڏيئي روڪيو ويو آهي، جتان اهو آهستي آهستي ٿي هيٺ سمنڊ جي حد مِر داخل ٿئي ٿو. وير چڙهڻ جي صورت مِر سمنڊ جو پاڻي سڌو سمر نالي ڏانهن نہ ٿو وڃي، پر رڪاوٽ سبب ساڄي ۽ کابي پاسي ڏانهن پکڙجي وڃي ٿو.

هتي ته ڪيترا ئي پوءِ ڀاول ٺيڪيدار مهاڻن تي لٺ ڪنيو بيٺا آهن.
وڏي مڇي ۽ جهينگي کي برف ۾ وجهي انهي مهل مارڪيٽ پهچايو ڇڏين.
جڏهن ته ننڍي لاوي/ پونگ کي پڌرن تي سڪائي ڪچ جي صورت ۾
مارڪيٽ ۾ وڪرو ڪن. صورتحال اها آهي، جو ڏينهون ڏينهن مڇي ۽
جهينگي جي پيداوار گهٽجندي پئي وڃي، پر پوتار ۽ هنن جا پار سمنڊ سان
برسرپيڪار آهن. مهاڻا به سڄو سنئون سمنڊ سان جنگ جوٽيو بيٺا آهن.
جتي مڇي ۽ جهينگو گڏ ٿئي ٿو، چارين مان ڪڍيو وڃي ٿو ۽ ڪچ
سڪائي وڃي ٿي، اتي سمنڊ جا سهڻا پکي سيگل Sea gull گهڻي مقدار ۾
لامارا ڏيئي رهيا هيا. ايتري قدر جو مهاڻن جي پيڙين مان جهينگا/مڇيون
ڪڍي پيٽ ڪوٽ ڪري رهيا هئا. مون سي - گل جي مهاڻن سان اهڙي
حجت ڏسي ڪائڻن پڇيو، "هي توهان کان ڊڄن نه ٿا؟" مهاڻي کلي وراڻيو
"نه! اهي هاڻ اسان سان هري مري ويا آهن. اسان سڀنيءَ جو گذران
آخرڪار مڇيءَ ۽ جهينگن تي ئي ته آهي." اها ڪيتري قدر صحيح ڳالهه
هئي ته سي گل Sea gull مڇي ۽ جهينگو کائن ٿا، پر اتي انهن جي رش مان
پيو مطلب ڪڍڻ بلڪل بي سود هو. سي گل ساموندي ڪناري وارن
علائقن، خاص ڪري ڊيلٽا، ڍنڍن ۽ ساموندي پاڻيءَ واري پٽن جي سونهن
آهن. هن جي چوڳي جي جاءِ ساموندي ڪنارا ۽ ان جا ساحلي علائقا آهن،
پر مون پڌو آهي ته هيءُ پکي آنا ساحلي واريءَ وارن دڙن ۾ لاهي ٿو، جتي
سون جي تعداد ۾ گڏجي هڪ قسم جو معاشرو قائم ڪري ٿو. آنا پٽ تي
ڏي ٿو، ان ڪري، انهن جي بچاءَ لاءِ ڪيس رات ڏينهن هڪ جاءِ تي يا آس
پاس رهڻو پوي ٿو.

لاڙ جا ماڻهو سي گل کي دوبائي (Dubai) چون. ننڍڙي ٽرن کي
خوري ۽ عام ٽرن کي ڪناءِ (Kinai) چون. انهن پکين جا نالا علائقي جي
حساب سان تبديل ٿيندا رهن ٿا.

چولري ويئر کي ڪراس ڪري اسان کي آئل برج ٽپي سم نالي
جي ڪاپي پٽڙي ونئي هئي. چولري ويئر ۽ آئل برج جي درميان چولري ڍنڍ
۾ بي حساب پکي هئا. ڳاڙهي چهنب واري لاکي چاچين کان وٺي جهنگلي
بدڪن (Ducks) تائين، خاص ڪري پهاڙن (Gadwalls) جون قطارون
ٽولن جي صورت ۾ تري رهيون هيون. انڊين جل ڪانئري (Indian
shag)، عام ڪانئري (Little Cormorant) ۽ ڪنيي جو ڪافي تعداد
موجود هو. هي ٽيئي پکي هڪ جهڙا ٿا نظر اچن. هندستاني ڪانئري ۽ عام
ڪانئري کي توهان پسيل زمين يا سم ۽ ڪلر هيٺ ايل ٻنين، ڍنڍين، ڍورن

۾ ڪنهن نڙ جي تيلي يا پراڻي وڻن جي ٿڙن تي ويٺل ضرور ڏٺو هوندو. اڪثر ماڻهو هنن کي حرام سمجهن ٿا. اها به سٺي ڳالهه آهي. انهن پکين جون فطري عادتون، رنگ ۽ نسل سنڌن بچاءُ جو وڏو ذريعو آهي. ڪانئرا، ڏيڏر، ننڍڙا نانگ، مڇيون وغيره کائي ويندا آهن. جيتوڻيڪ سنڌن پيرن ۾ چاربون اٿن، پر تنهن هوندي به جنهن نالي سان سنڌن نالو شروع ٿئي ٿو، ماڻهو ان نالي کان ڪراهت ڪن ٿا. هي پکي بلڪل ڪارا ٿين ٿا، پر انهن مان ڪنهي جي ڳل تي اکين هيٺيان هڪ سينٽي ميٽر ويڪرو ۽ ڏيڍ انچ ديگهو ڪير جهڙو ٽڪو ٿئي ٿو. اهڙو ئي ساڳيو ٽڪو وڏي ڪانئري کي به ٿئي ٿو، پر اهو ڪنڌ ڏانهن لڙيل هوندو آهي. هن جي اک پڻ وچ بجاءِ سنڌس لوطي مٿي جي چوٽيءَ تي واقع هوندي آهي. سينيءَ جون اکيون سايون هونديون آهن.

ڍنڍن کان هٽي ڪري جڏهن سم نالي اندر ڏنوسين ته هيڊي مٿي وارين تورن جو هڪ وڏو ٽولو واريءَ جي هڪ ننڍڙي دڙي تي ڇڳي رهيو هو. هي تورون، جن کي انگريزيءَ ۾ Painted Storks چئبو آهي، هلڻ ۾ زبردست اسٽائلش آهن. مقامي ماڻهو هنن پکين کي چترُوڙ به چون. ڳالهه هلي پئي تورن جي ٽور جي. اسان مور جي ٽور جو ذڪر ڪري نه ڍاپندا آهيون، پر مان سمجهان ٿو ته جنهن هن قسم جي ٽور کي هلندي ڏٺو هوندو، سو چوندو، "واقعي! هن پکيءَ جي ٽور پنهنجو مٽ پاڻ آهي." توهان مان ڪنهن، سرڪس ۾ بن بانسن جي پنجرن/ڏنڊن ذريعي هڪ بي پرواهه ماڻهوءَ کي هلندي ضرور ڏٺو هوندو. ان جي ٽور ۽ چترُوڙ جي ٽور ۾ ٽڪي جيترو به فرق ڪونهي. هيءُ پکي اڪثر ڪري وڻن تي آکيرا ناهي ٿو ۽ ٿڌن ملڪن ۾ ته چنين کان به نه مڙندو آهي. ڊجي گهٽ ٿو. نانگ، ڏيڏر، ٿڌن، ساون مڪڙن ۽ مڇيءَ تي گذران اٿس. تور ڳچي سڌي ڪري اڏامي ٿي ۽ اڪثر ولر ۾ هجرت ڪري ٿي. ڍبن، گپ وارن زمينن ۽ گاهه وارين زمينن ۾ چوڳو ڪري ٿي. هيءَ جڏهن بولي ٿي ته چهنب کڙڪائي ٿي.

هيڊي مٿي واري تور سان گڏوگڏ ٽائيڊل لنڪ ٽيٽن جي ڪيترن ئي قسمن، جهڙو جهنگ ۾ ڇڳندڙ ٽيٽن (Wood sand pipers) ۽ عام ٽيٽن (Common sand pipers) گروٽيٽن، واسڪوٽي ٽيٽن، ڳاني وارن ٽيٽن Little Ringed Plovers، ٽيٽيهرن ۽ ٽيٽن (Common snipes) جو پڻ مرڪز تي چڪي آهي. ٽيٽا ته هونئن سڄي سنڌ جي آلين زمينن، ڍبن، ڍنڍن ۽ ڍورن کي پنهنجو گهر ڪري چڪا آهن، پر ٽائيڊل لنڪ کي اهو اعزاز ساموندي پٽيءَ منجهان گذرڻ ڪري مليو آهي. سمنڊ جو ساحل ويجهو هئڻ

ڪري ۽ ويرِ مٿي چڙهي ڏينڍن ڀر پوڻ ڪري، انهيءَ خاص ماحول جا پکي ٽائيڊل لنڪ ۾ پنهنجو چوڳو ڪن ٿا. ڇو تہ هي سم نالو پاڻ سان گڏ ڇئن ضلعن جو پاڻي ڪٺي اچي سمنڊ ۾ اڇلائي ٿو، جنهن ڪري هن ۾ مٺي پاڻي ۽ ڪاري پاڻي – ٻنهيءَ جا جيت ۽ ٻي حيات موجود آهي.

لاڙ جا ساحلي علائقا، جيڪي گهڻو ڪري هيناهين صاف پٽن جي صورت ۾ آهن، جتي گاهہ بہ آهي تہ رڻ بہ آهي، واري بہ آهي تہ ڪلر بہ آهي. اهڙي قسم جو ماحول پورازن Curlews لاءِ بنهہ موافق آهي. هيءَ پکي ساحلي علائقن جي خشڪ توڙي آلي واريءَ ۽ ربٽ ۾ پنهنجي رزق لاءِ پاڻ پتوڙي ٿو. رهڻ لاءِ اُنهن علائقن کي ترجيح ڏئي ٿو، جتي جهنگ بہ هجي تہ رڃ بہ هجي. هيءَ سمنڊ جي ڪنارن سان هجرت ڪري ٿو. سنڌس هجرت جي منڊ سيارو آهي. هتي وڏي سي گل جيڏو ٿئي ٿو. سنڌس چهنب ڊگهي ۽ ڪماڻ جيئن هيٺ تي مڙيل ٿيندي آهي. هن جي اکين يا ڪنهن ٻي حصي تي ڪي پٽا وغيره نہ ٿين. هيءُ پکي چيني رنگ جو ٿيندو آهي. هن جو پيٽ اڇو ۽ ارهہ پيلو ٿيندو آهي. سنڌس ٻولي ڏاڍي سريلي ٿئي ٿي. ٽائيڊل لنڪ تي چولري ويئر ۽ آئل برج جي وچ تي ٻن قسمن جا پوراڙا ڏناسين. وڏي چهنب وارو پوراڙو ۽ پاهٽي پوراڙو.

پاهٽي پوراڙو ڊگهي چهنب واري پوراڙي کان گهڻو مختلف ٿئي ٿو. هن جون اکيون وڏيون، پيليون ۽ ڪنين جي پيٽ ۾ نمايان ٿين ٿيون. پٿريلي علائقن ۾ رهي ٿو. جيت جٺا، پويٽ پنيوربون ۽ ڪٺا ماري کائي سگهي ٿو. پچ ٻين پوراڙن جي پيٽ ۾ وڏو ٿئيس. هي ٽائيڊل لنڪ اندر هڪ سڪل ٽڪريءَ تي چڳي رهيا هئا، جنهن جي چوڌاري سم نالي جو پاڻي وهي رهيو هو. اصل وطن آفريڪا اٿن. جڏهن تہ يورپ ۾ تمام ٿوري تعداد ۾ رهن ٿا. زمين جي سطح سان اڏامندو آهي. سنڌس وڏ، ٻاهرين پرن مٿان سفيد قسم جو پٽو نظر اچي ٿو. رنگ ۾ جڻ تہ چندول هجي، پر هن جا رنگ گهرا ٿين ٿا. سنڌ ۾ هن کي ڪروانڪ، ڪاربان ۽ پليئرس جي نالن سان بہ سڏيو وڃي ٿو. هي لوڪل آهي.

ٽائيڊل لنڪ ايريا هڪ اهڙو خطو آهي، جتي سمنڊ جو پاڻي، سم نالن جو تي سؤ فٽ زير زمين وارو پاڻي، لاڙ جي ڍنڍن جو مٺو ۽ ڪارو پاڻي (جنهن مان هيءُ نالو گذري سمنڊ ۾ داخل ٿئي ٿو) ۽ ڪوٽڙي بئراج جو فالتو يا چندبل پاڻي پاڻ ۾ ملي ڪري هڪ نئين قسم جو ايڪو سسٽم وجود ۾ آڻين ٿا. هن دفعي جڏهن اسان بند تان گذري رهيا هئاسين تہ فقط بہ ڏينهن اڳ پيل زبردست مينهن سبب سڄو بند گپ ۽ چڪ ۾ پريو پيو هو

۽ سمر نالي جي ٻنهي پاسن کان پاڻيءَ جون ڇرون ٻيٽل هيون. هني جي آبي زندگي هن موسم ۾ ڏاڍي خوش گذاري ٿي. خوش ان حوالي سان، جيئن هن ملڪ ۾ اسان سڀ گذاريون ٿا. سنڌ جي ٻين حصن وانگر هتان جي جهنگلي جيوت به ٻي يارمددگار آهي. جهنگلي جيوت ۽ شڪار کاتو ٻاهرين مهمانن کي ونئي هتي سائيبريا کان پاڻ کهي آيل مهمانن مٿان ڪڙڪائي ٿو. نتيجي ۾ تر جي ماڻهن مطابق، جيڪو شڪار لڪ چوريءَ ۾ ٿئي ٿو، اهو انهن "شير شاهه جي شڪرن" جي مينيج (Manage) ڪيل قتل عام کان ڪي حصا گهٽ هوندو آهي. جتي ايڏي ڀرپور انداز ۾ موجود آبي جهنگلي جيوت واري علائقي جو سرڪاري سطح تي ڪو تحفظ ڪونهي. اتي ٻيا سرڪاري ادارا پڻ انهيءَ گگدام مخلوق جي سر جا دشمن بڻيو وينا آهن. مثال طور اسان جڏهن رينجرس جي چوڪيءَ جي هڪ سپاهيءَ کان پڇيو، "هتي ڀلا ماڻهو توهان جي سامهون شڪار ڪن؟"

ته هن وراڻيو: "نه. پر جيڪڏهن ڪو واقف ڪار نڪري پوندو آهي ته ان کي اسان جهليندا نه آهيون." هجڻ ته هيئن کپي جو سرڪار کي خاص طرح سان "بادر سيڪيورٽي فورس" کي جهنگلي جيوت توڙي ٻي حيات، جنهن ۾ جڙي ٻوٽيون ۽ وڻ ٽڻ اچي وڃن ٿا، جي تحفظ لاءِ معلومات ۽ ٽريننگ ڏيئي پوءِ اماڻڻ گهرجي. سنڌ جو ڪوسٽل بادر هجي توڙي ريگستاني باردر، اڻ پڙهيل ماڻهن کي ڊيورن جيئن ايجنسين ۾ ڀرتي ڪري اماڻڻ، ملڪ توڙي مالڪ جي هن حسين ترين ڪائنات جي بي زبان مخلوق لاءِ قطعي ڪنهن به صورت ۾ فائدي مند ناهي. تر ۾ مورن جو قتل عام ۽ خيرپور جي ريگستاني بادر سان رينجرس جي سپاهين هٿان هرڻن ۽ ڦاڙهن جو زيان ۽ ساحلي علائقن ۾ ڪوسٽل گارڊز ۽ رينجرس هٿان ڪونجن ۽ ٻين قيمتي (اڻ لپ) مهمان پکين جو شڪار، ادارن ۾ ويٺل ذميوار ماڻهن جي فطرت ۽ فرض کان لاپرواهي ۽ لاتعلقي جي اظهار کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ناهي. نه ته ذميوار ادارا پاڪستان جي آئين ۾ رهندي اهڙي قسم جي لڪ پڙهه نه فقط ڪري سگهن ٿا، بلڪ هڪ ٻئي تي زيان گوريءَ جا ڪيس به داخل ڪري سگهن ٿا. پر:

جهان حيات ڪو لگا هي ڪينسر مسيحائون سي
اس ملڪ ڪي مٽي مين ڪيون ڪر اگين خوشبوئون ڪي پودي

آئل برج ڪراس ڪري اسان ٽائيڊل لنڪ جو ڪاٻو ڪنارو ورتوسين. هتان کان شاهه سمنڊو ڪريڪ سترنهن يا ارڙهن ميل ڪن ٻري آهي. جيئن جيئن اسان سمنڊ کي ويجهو ٿيندا وياسين، تيئن تيئن سي گل.

ڪيناءِ ۽ پيٽ پکين ۾ اضافو ٿيندو ويو. لاڙ جي ان بيلٽ ۾، جن پڙهندڙن رچرڊ برٽن جو ڪتاب Falconery in the valley of Indus پڙهيو هوندو، باز جو شڪار جام ٿئي. ڪي ماڻهو اهو ٻڌي حيرت ۾ وڃي ويندا ته: "باز جو به شڪار ٿئي؟"

ان معاملي ۾ اسان تڏهن ڏاڍا خوش قسمت نڪتاسين، جڏهن اسان جي دوست بورڊن جي ماحولياتي آفيسر اقبال صاحب گاڏي بيهاري اسان کي آس پاس ۽ ٻري ٻري ٿائين پکڙيل رڻ ۽ سمنڊ جي چڙهندڙ وير ۽ ڊنڊين ۾ رزق جي تلاش ۾ ڇڳندڙ پکين جي ديدار جو موقعو ڏنو. گاڏيءَ تان لهي، ڪاهي هٿ تي سم نالي جي بند سان رڻ جي سڪل هڪ وڏي پٽ تي جڏهن منهنجي نظر ڊوڙڻ لڳي ته مون ڏنو اقبال صاحب اسان کان ايڪڙ پنڌ ڪري، هڪ همراهه سان ڪجهه ڳالهائي رهيو هو. سندن پر ۾ هڪ عجيب جاءِ هئي. جا ٻري کان قبر پئي لڳي. مان بند لهي جڏهن ٻنهي همراهن تائين پهتس ته مون ڏنو امين ڀهڻ به مون سان گڏ بيٺو هو. اسان ان همراهه کان پڇيو ته، "تون هتِ هن رڻ پٽ ۾ ڇا پيو ڪرين؟"

"بس ائين ئي، تيتر وغيره جو شڪار!" هن بي رخيءَ سان وراڻيو. اوچتو منهنجي نظر هڪ ننڍڙي ڪلي تي پئي، جنهن جي اوچائي ٽي فٽ کن ٿيندي. هيءَ ڪلو زمين ۾ ڪتل هو ۽ ان جي چوٽيءَ تي ڪو پکي ويٺل هو. مون کي شڪ سو ته آخر اهو ڪهڙي قسم جو پکي آهي ۽ هيءَ قبر نما جاءِ، جنهن کي هڪ پاسي کان وڏا وڏا سوراخ آهن، ڇا جي آهي؟ مون کي سنڌ جي مشهور صحافي اسحاق مگريي جي هڪ ڳالهه ياد آئي، جيڪا هن مون کي سفر تي رواني ٿيڻ کان ڪجهه منٽ اڳ ٻڌائي هئي. هن چيو هو ته: "ايڏانهن توهان هونئن به وڃو پيا، پر رڻ ۾ انهن همراهن کي ڏسڻ جي ڪوشش ضرور ڪجو، جيڪي مهينن جا مهينا بازن جي انتظار ۾ پيا اچ ۽ ٻکون ڪاٽيندا آهن ۽ اس ۾ پيا ڪڙهندا آهن."

اهو سڀ ڪجهه ياد ايندي ئي منهنجي دلچسپي اڃا به وڌي وئي. مون هن کان پڇيو: "اهو ڪلي تي ڪهڙو پکي ويٺو آهي؟" هن وري به لاپرواهيءَ منجهان وراڻيو: "بدور."

"اهو ڇا جي لاءِ ويهاريو اٿوَ؟"

"بس ائين ئي."

"ان سان باز وڙهندو آ ڇا؟" امين پڇيس.

"ڪڏهن ڪڏهن."

اقبال پوئتي موٽي ويو. اسان همراهه کان تفصيلي ڳالهيون پڇڻ

لڳاسون.

"جي تون باز جهلي ٻہ ونين تہ توکي گهڻا پئسا ملندا؟"

"اهي ڏهہ ويهہ هزار." هن بيزاريءَ مان چيو.

مون محسوس ڪيو تہ موضوع ڏاڍو دلچسپ آهي، ان ڪري جلديءَ ۾ ٿي پوئتي موٽي آيس. هن دفعي منهنجي ذهن ۾ ٻي ڳالهہ هئي. مون بورڊن کي چيو:

"Mr.Borden, if you don't mind we should take a couple of photographs of that gentleman and his kestrel?"

بورڊن وڏي خوشيءَ سان منهنجو عرض قبول ڪيو، ۽ اسان سڀ - الهہ ورايو ٻهڻ، اقبال صاحب ۽ ٻيا دوست، ان همراهہ جي ان پکيءَ تائين وڃي پُتاسون. هو اسان جي پرسان پئي آيو ۽ هن جي ڳالهائڻ ۽ لهجي مان لڳو پئي تہ هن اسان سان الاهي ڪوڙ پئي هنيا. جڏهن اسين "پِڙ" تي پهتاسين تہ اُهو ننڍڙو باز "ڦَر" ڪري وڃي ميدان تي ويٺو، جو تہ هن جي ٽنگن ۾ سنهي پر پڪي ڏور ٻڌل هئي. اتان وري اڏايو سين تہ اچي ان ساڳئي ڪلي تي ويٺو. مسٽر بورڊن ان جا ڪجهہ فوٽو ڪڍيا ۽ اسان شڪاريءَ جي وچايل ٽڪسات کي چڱيءَ طرح سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳاسون. هن اسان سان تمام گهٽ تعاون پئي ڪيو. هن سمجهيو پئي تہ اسان صحافي آهيون ۽ ٻئي ڏينهن سندس خلاف ڪا وڏي خبر اخبار جي سرخين جي زينت بڻبي.

بدوَر (Kestrel) هڪ ننڍڙو باز آهي، جو جهرڪين ۽ ٻين ننڍن پکين جو شڪار ڪري ٿو. هن جو مٿو ۽ ڪنڌ طوطي وانگر ڌڙ سان جڻ تہ پيوند ٿيل هوندا آهن. سندس ڪنڌ تي پيلا سليٽي رنگ جا ٽڪا ٽيندا اٿس. هن جون ٽنگون پيليون ٽيِنديون آهن. بدين ۽ ٺٽي جا ميربحر ۽ ٻيا خفتي، جيڪي گهڻو ڪري عربن جا ايڊوانس ۾ قرضي هوندا آهن، سي هن باز جي مدد سان ٻين گهربل بازن کي ڦاسائيندا آهن. هن باز تي پرمار، جهنگلي باز، چرخ، ڪڙل ۽ بحري باز جو شڪار ڪيو وڃي ٿو. ميزبان باز جي انهيءَ خاصيت جي ڪري کيس Decoy bird پڻ سڏيو وڃي ٿو.

سڀ ڪان ٻهريان شڪاري بدوَر کي هٿ ڪندو آهي. گهڻو ڪري عربن جا گماشتا يا چاڙتا يا پاڙيتو کيس اهو باز مهيا ڪندا آهن. ان ڪان پوءِ هو چار هٿ ڪندو آهي يا خريد ڪندو آهي، جنهن کي هو پنهنجي ٻوليءَ ۾ "ڊبي" چوندو آهي. ڊبيءَ سان ٻن ٻن فوٽن جا لڪڻ هوندا آهن. جنهن سان اها ٻڌل هوندي آهي. ٻنهي لڪڻ جا زمين جي مٿاڇري تي هڪ يا ٻہ انچ

اونها ٻها نهيل هوندا آهن، جن ۾ انهن کي لڪايو ويندو آهي. انهن لڪڻ جي ٻنهي چوٽين ۾ هڪ ڏور ٻڌل هوندي آهي، جنهن جو ڪنٽرول شڪاريءَ جي هٿ ۾ هوندو آهي. شڪاري چند قدمن تي اڏيل پنهنجي پناهه گاهه، جنهن کي هو "ڪوڪو" چوندو آهي، ۾ لڪل هوندو آهي. شڪاريءَ جي ٻئي هٿ ۾ بدوَر جي ٽنگ ۾ ٻڌل ڏور هوندي آهي. بدور جنهن ڪلي تي ويٺو هوندو آهي، ان جي بلڪل سامهون ڍبيءَ جي ٻئي طرف کان زمين اندر هڪ ننڍڙي کڏ ۾ ٽيتي يا ڪنهن چوزي کي ويهاريو ويندو آهي.

جڏهن باز جي بدور تي نظر پوندي آهي ته هو وڙهڻ لاءِ وٽس ايندو آهي ۽ بدور ڏوريءَ جي ڊيگهه جيتري ميدان ۾ باز کان ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. پوءِ ڪوڪي ۾ ويٺل شڪاري بدور واري ڏوريءَ کي آهستي آهستي ڇڪي، ان کي ان جي دائري ۾ اچي بيهاري ٿو، ۽ جڏهن باز سندس پيڇو ڪندو، ان ميدان ۾ لهي، کيس پڪڙڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ته شڪاري هڪدم ڇڪ ڏيئي، مٿس ڄار ورائي ڇڏيندو آهي.

انهيءَ سڄي عرصي ۾ شڪاري ڏسندو ته جي باز، باز کي نه ٿو جهلي، ته پوءِ هو ڏور کي ڇڪ ڏيئي لِڪايل ٽيتي کي ٻاهر ميدان ۾ آڻي ڇڏيندو ۽ بدور ٽيتي کي ڏسي مٿس حملو ڪندو ۽ ٻيو باز، خاص ڪري پرمار، ان کان اهو ڦرڻ لاءِ ميدان ۾ لهندو ۽ شڪاريءَ جي ٽڪسات ذريعي ڍبيءَ جي مار واري ميدان تي ان کان اهو ڦرڻ جي ڪوشش ڪندي ڄار ۾ ڦاسي پوندو.

ڪڇ جي رڻ ۾ سمنڊ جي ساحل سان شڪار جي ان قسم جو رومانس بيحد جاڪوڙ ۽ انتظار جو ڪم آهي. شڪار، جي لڳي ته هڪ منٽ ۾، جي نه لڳي ته چار چار مهينا انتظار ڪرڻو پوي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن ته سالن جا سال لڳي وڃن ٿا. ٽائيڊل لنڪ جي ڪاٻي ڪناري سان ان ڪوڪي واري همراه کان مون جڏهن پڇيو ته، "تون ٿڪي نه پوندو هوندين؟ پوءِ اهو سڀ ڪجهه ڪيئن ٿو ڪرين؟"

هن ٻڌايو ته هو هڪ ڄڻو نه آهي. هو چار همراهه آهن. چارئي ڀائيوار آهن. هنن لاءِ ماني عربن جو ٺيڪيدار ڪٺي ايندو آهي. ڪين پاڻي، تازو گوشت ۽ چانهن پتي ڏيئي پاڻ هليو ويندو آهي. هي همراهه سمنڊ جي انهن ملاحن جيئن پنهنجون نظرون به پنهنجي باز ۾ کپايو ويٺا هوندا آهن، جن جا وار هيرن واري سپ تلاش ڪندي اڇا ٿي وڃن ٿا.

سنڌ ۾ ڊيڪوائي Decoy bird ذريعي شڪار جا باني ملاح آهن. هي ملاح قوم جا بندر ماڻهو جن جا سير سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ ۾ ۽ رڻ

جي زهريلي واريءَ تي هلندي هلندي ڇالا ٻڌجي چڪا آهن. عشق جي حد تائين ان شڪار جا عادي ٿي پيا آهن. جيئن منڇر جا ملاح جوا ۾ پنهنجو الهہ تلهہ بہ هارائي ويهندا آهن، تيئن لاڙ جا هي ديوانا شڪري باريءَ ۾ پنهنجا ٻار ٻچا بہ وساري ويهندا آهن.

عربن جي پئسي جي چمڪ جو سنڌ جي جهنگلي جيوت کي کٽائڻ ۾ بہ اهم ڪردار رهيو آهي. تلور، هرڻ، ڦاڙهي، ڪونجن توڙي بازن لاءِ هي صحراء جا عياش ماڻهو. ماڻهو ذريعي ماڻهن جي زنجير خريد ڪري وٺندا آهن. پاڪستاني ماڻهو عربن اڳيان ڏاڍو عاجز آهي. ائين جيئن پنهنجي سرڪار آمريڪين اڳيان- سبب ساڳيو آهي. پئسو ۽ Visa - جنهن جو ڪائجي ان جو ڳائجي. پاڪستان ۾ اقتدار ڇو تہ Pro-Punjabi رهيو آهي، ان ڪري عربن جي هنگڻ کان وٺي سندن .... تائين حڪومت بندوبست ڪري ٿي. سنڌيءَ ۾ چوندا آهن تہ "پئسو نر کي بہ ..... ڪري" سو ڳالهہ هلي پئي سنڌ جي جهنگلي جيوت جي ۽ اها بہ لاڙ واري پاسي جي. لاڙ جا ميربحر مڇيءَ جي ٺيڪيدارن ۽ عربن جي رازدارن وٽ ائين قرضي آهن، جيئن پيل ڪولهي سنڌ جي زميندارن وٽ. هنن ئي ۽ لاڙ کي بازن جي بين الاقوامي منڊي بنائي ڇڏيو آهي. سنڌو درياءَ ۽ ناري جي سيسرن جي نسل جو خاتمو تہ هن قوم اڳ ۾ ئي ڪدي ڇڏيو، هاڻ واڳونءَ جي بوئين نسل جو ڪنڌاٿو بہ هي رڌڻ وارا آهن.

تازو عالمي بينڪ جي مدد سان ڪم ڪندڙ واپڊا جي ماحولياتي اداري ۾ هڪ تجويز گردش ڪندي ٻڌي وئي آهي تہ تائيڊل لنڪ کي "پکين جي پناهہ گاهہ" بنائڻ جي رٿا آهي، جنهن لاءِ WWF ۽ IUCN سندن مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهن. ڪجهہ نہ هئڻ کان ڪجهہ هئڻ بهتر آهي، پر WWF ۽ IUCN جا سينيون، جيڪي عملي طرح سان Nature جي "ڪنزرويشن" ۾ رڳو اها مدد ڪندا رهيا آهن تہ ـــ شڪارين، جهنگلي جيوت جي نسل تباهہ ڪندڙن، عربن ۽ خود حڪومتي اهلڪارن، وزيرن، مشيرن تي هنن ڪڏهن بہ ڪو ڪيس نہ ڪيو آهي. هنن ڪڏهن بہ اهو آواز نہ اٿاريو آهي تہ انهيءَ کي ڇو ٿا ماريو؟ هنن ڪڏهن بہ فيلڊ ۾ وڃي ماڻهن کي آماد ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي آهي تہ: "هاڻي بس ڪريو! گهڻو ٿي چڪو."

ان کان وڌيڪ افسوس جي ڳالهہ اها آهي جو WWF وارا تہ خود خطرناڪ جانور دشمن شڪارين ۽ واڳن، لڌڙن ۽ ارڙ بلائن جون کلون وڪڻندڙن جي سرپرستيءَ ۾ وڃي هي علائقا ڏسن ٿا، جتي جهنگلي جيوت جي ڏپ ئي ڪونهي.

هوڏانهن IUCN وارا چون ٿا تہ هنن ٽائيڊل لنڪ وٽ شاهہ سمندو ڪريڪ ۾ پنجاهہ هزار تمر جا ٻوٽا پوکيا آهن، پر جڏهن اسان اتي پهتاسين ۽ هنن جا پوکيل ٻوٽا ڏٺاسين تہ ڏجي ڳالهہ ڪبي، چار سؤ مس ٿيندا. باقي ڇڙوڇڙ ٻوٽا پئدا ٿيا آهن، جيڪي پوکيل ناهن ۽ پاڻهي ئي پئدا ٿيا آهن. خود هڪ ماحولياتي ماهر جون اهي "فائينڊنگس" هيون تہ: "هي ڪوڙ ٿا ڳالهائين تہ اهي ٻوٽا هنن جي ڪوشش ڪري پئدا ٿيا آهن".

شاهہ سمندو ڪريڪ وٽ بيهي ٽائيڊل لنڪ بند تان جڏهن سمنڊ ۾ ڏسجي ٿو تہ پري پري تائين تمر جا وڏا وڏا وڻ ڦهليل نظر اچن ٿا. اهو تعداد آهستي آهستي وڌي رهيو آهي. مون اتي ڪنهن دوست کان پڇيو تہ، "ڇا هتي انن وارا جت ڪونهن؟" ان دوست ورائيو تہ، "نہ، هت جت رهي نہ ٿا سگهن. ڇو تہ هتي انن لاءِ ڪو مستقل چرا گاهہ ناهي."

هتي اچي جتن جي ڳالهہ ان ڪري ڪرڻ چاهيم، جو جاتي توڙي ڪيٽي بندر ۽ جنگي سر واري پاسي انهن ساڳين اوٺارن (جتن) تمر جو ڪافي ستيناس ڪيو آهي. هاڻ تہ ان علائقي جا اصل وارث پنهنجي مال ۽ ٻارڻ لاءِ ان خوبصورت سامونڊي وڻ کي وڍي، ان جو ٻج ٻٽياد رولڻ ۾ پورا آهن. شاهہ سمندو ڪريڪ وٽ بيهي ٽائيڊل لنڪ جي آخري ڇيڙي وٽان جڏهن اوڀر-اتر طرف نهاربو تہ وچ پاڻيءَ ۾ (وير چڙهڻ واري حالت ۾) شاهہ سمندو رحہ جو رنگين مقبرو ڏسڻ ۾ ايندو. هتي هن بزرگ جي مزار تي هر سال ميلو لڳندو آهي ۽ ٻيڙين جون قطارون ماڻهن سان ڀرجي هن بزرگ جي حاضري ڀرڻ اينديون آهن.

ٽائيڊل لنڪ جو هينئر حال اهو آهي جو ان جو ساڄو بند وير چڙهڻ ۽ لهڻ ڪري پڪون ڏيندو ڪاڇندو پيو وڃي.* LBOD وارن جنوٽيڪ بند جي ڪچ ۾ جڪ (يڪ) ۽ ڪلا هنيا آهن، پر اهو ڪو مستقل حل ڪونهي. ڪٿي ڪٿي بند تي ٻاهران مٽي آڻي ان کي وڌايو ويو آهي، ڇو تہ ٽائيڊل لنڪ وٽ سُڪي مٽي ملڻ خود هڪ وڏو مسئلو آهي. چوڌاري ڍنڍون آهن، وچ ۾ بند جي رڳو هڪ لڪير نظر اچي ٿي. بند جا ڪنارا ٻورين سان پوريا ويا آهن، پر سمنڊ بيپرواهہ آهي، ان جو پاڻي بيحد ڪارو ۽ چوويهہ ڪلاڪ هلچل ۾ آهي، ان ڪري اندازو اهو ئي آهي تہ ڏهن سالن کان پوءِ اهو علائقو وري سمنڊ سان هڪ ٿي ويندو. انجنيئرن کي ڦنديون پگهارون ۽ ڪميشنون، ملڪ تي چڙهندو قرض ۽ ماڻهن تي چڙهندي مهانگائي.

---

* گذريل سامونڊي طوفان دوران ٽائيڊل لنڪ ڪئنال تباهہ ٿي چڪو آهي.

اسان حقيقت ۾ پکين جي مڪمل ۽ هر قسم جي ڪيپ پهچڻ کان اڳ ئي هتي پهتاهاسين، ان ڪري هنجهر، ٿورانڊا، نيرگ، اڇڙا، آڙيون ۽ بيءَ ويرائٽي اچا آهستي آهستي اچي رهي هئي. آڙين، ڊگوشن ۽ چيڪلن جا ڪجهه ولر پاڻيءَ ۾ چڳندي ڏٺاسين.

واپسيءَ ۾ آئل برج کان گولاڙچي وارو رستو ورتوسين، جيڪو سنهڙي ۽ ميهرو ڍنڍن مان ٿيندو، بيئراج واري زمين ۾ پوي ٿو ۽ اتان گولاڙچي اچي ٿو. رستي تي روڊ سان ڍنڍن ۾ بينل بجليءَ جي تارن ۽ ڪنين تي بازن جا ڪجهه نسل ڏٺاسين. خاص ڪري مڇي مار (Osprey)، سرڻ (Black kite)، ڳاڙهي سرڻ (Red kite) ۽ Steppe Eagle. روڊ سان هڪ جاءِ تي ڪارو تتر ۽ ان جي مادي ڏٺي سين. گولاڙچيءَ کي ويجهو پوندي ڪامن ۽ ڍورن ۾ جهنگ ڪڪڙيون ۽ ڪينٽانيون به نظر مان گذريون. هي پکي ڪليل پاڻي يا چرن ۾ گهٽ چڳندا آهن. انهن کي لڪ ڪيپي، ان ڪري اڪثر ٻن، ٽڙ ۽ وڏي گاهه وارن ڍورن ۾ ڏٺا ويندا آهن.

مجموعي طور تي جي نتيجو ڪڍجي تہ ٽائيڊل لنڪ ۽ ان جي آس پاس واريون ڍنڍون آبي جيوت لاءِ-خاص ڪري پکين لاءِ جنت کان گهٽ نہ آهن. جيٽوٽيڪ ڍنڍن ۾ پري پري تائين وڻراهه جو نانو نشان نہ آهي، پر تنهن هوندي بہ جهينگن، پلي ۽ بين مڇين جي پالنا ۽ انهن جي نسل جي واڌ ويجهہ لاءِ هن علائقي کي محفوظ علائقو قرار ڏئي سگهجي ٿو. هيءَ هڪ آئيڊيل ماحول آهي، جتي پلي ۽ جهينگي جي ختم ٿيندڙ نسل کي بچائي سگهجي ٿو. ان کان علاوه پکين جي بچاءَ ۽ واڌ ويجهہ لاءِ بہ سنڌ ۾ هن کان وڌيڪ موزون علائقو ٻيو ڪٿي بہ ڪونهي. ان ڪري هن علائقي کي "پکين جي پناهہ گاهہ" 'Birds Sanctuary' قرار ڏنو وڃي تہ مستقبل ۾ سنڌ لاءِ قدرت طرفان موڪليل انهن خوبصورت تحفن جو نہ فقط اضافو ٿيندو، بلڪ انهن کي ڏسي اسان کي اهو احساس بہ ٿيندو تہ اسان بہ مالڪ جي سڀ کان پياري ۽ خوبصورت گرهہ تي پيا رهون!



ڍنڍن ڍورن جي پاڻيءَ لاءِ جيترو ٽلاءُ ۾ وينل هي تيتا پريشان آهن. ڪين زهريلي پاڻيءَ کان بچائڻ لاءِ اسان کي بہ اوترو سوچڻو پوندو

# ناري جا واڳون



# ناري جا واڳون



اسان جا واڳون ڳيڏانهن تا وڃن. هن تصوير مان اندازو لڳائي
سگهجي ٿو. فوٽو ڪرٽسي نيشنل جاگرافي (جون 1996)

نارو ڪينال پنهنجي هئيت ۾ هڪ درياهہ آهي. ڪنهن زماني ۾ هيءُ هاڪڙي درياءَ جي هڪ ڇاڙ هئي، جيڪا موجوده نارا ڪينال واري رستي سان ٿيندي وڃي ڪڇ جي رڻ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. سيلابن جي موسم ۾ نارو، سنڌو درياءَ جو سيلابن وارو پاڻي، جيڪو درياءَ جي ڪاڀي پاسي ڪان اٿلي اچي منجهس پوندو هو، ڪٺي سمنڊ تائين پهچائيندو هو. پر هاڪڙي جي اچانڪ سڪي وڃڻ ڪري هيءُ سنڌوءَ جي هڪ ڇاڙ بنجي رهجي ويو. بعد ۾ انگريزن اچي پنهنجي دور ۾ هن جي ڇوڏاري بند ٻڌرايا ۽ روهڙيءَ وٽان هن جو اصل مهڙ ڦيرائي، ڪيس موجوده شڪل ۾ قائم ڪيو. جيئن ته هيءُ پنهنجي فطرت ۾ هڪ ننڍڙو درياهہ هو، جو پنهنجي پيٽ ۾ سيلابن جا ريلاڪٽي هلندو هو، جنهن ڪري پوڏون اينديون هيون ۽ لڏپلاڻ ٿيندي هئي. پر جڏهن پاڻيءَ ۾ لاٽ ايندي هئي، ته اتي ڍنڍون ۽ ڍورا قائم ٿي پوندا هئا.

انگريزن جي بند ٻڌارڻ کان پوءِ اهو سلسلو گهٽي حد تائين گهٽجي ويو ۽ مڪيءَ جا ماڻهو ناري جي اوپر طرف، جتي هينئر چوٽياريون ڊيم تيار ڪيو پيو وڃي، ٻنيون ٻارا پوکيندا هئا.

پر سيلابن کي نظر ۾ رکندي، ناري جي ساڄي توڙي کاٻي پاسي کان چنڊٽيون قائم ڪيون ويون، جيڪي اضافي پاڻيءَ کي اڳ ۾ ئي قائم ڪيل ڍنڍن ۽ ننڍن ننڍن ڍٺمن ۾ جمع ڪنديون هيون.

ناري تي جديد آبپاشي نظام قائم ٿيڻ کان پوءِ ڍنڍن جو اهو سلسلو فقط کاٻي پاسي ئي قائم رهي سگهيو. پر ساڄي پاسي وارين ڍنڍن مان اڪثر ڍنڍون، جيڪي خيرپور، نواب شاهه، سانگهڙ، ٿرپارڪر ۽ بدين ضلعن تائين پکڙيل هيون، پنهنجو وجود برقرار رکي نه سگهيون. انهن ڍنڍن جي ختم ٿيڻ جا ڪارڻ آباديُءَ جو وڌڻ، ڍنڍن کي آبادي لائق زمين ۾ تبديل ڪرڻ ۽ ناري جي ساڄي ڪپ تي واهن جو قائم ٿيڻ هو.

نتيجيً طور ان پاسي کان تمام ٿورڙيون ئي ڍنڍون وڃي رهيون هيون، جيڪي پٽن جي وڏن سلسلن جي وچ ۾ هجڻ جي ڪري اجان تائين آبادي لائق زمين ۾ تبديل ٿيڻ کان بچنديون پيون اچن.

ناري جي اولهه اوپر طرف پاڻيءَ جي ان ڦهلاءَ سبب هڪ اهڙو ڪلچر پيدا ٿيو، جتي ماڻهن ڌرتيءَ جي ماحول مطابق پنهنجي رهڻي ڪهڻيءَ ۾ تبديليون آنديون. هڪ وڏو تعداد مالوند ماڻهن جو اڄ به ناري جي ٻنهي پاسن کان آباد آهي. ملاحن جي ڪُجھ آبادي ناري جي ڍنڍن ۽ بندن تي ڳوٺن جي شڪل ۾ وسي ٿي. باقي آس پاس اهي ماڻهو آهن، جيڪي يا ته واپار ڪن ٿا يا ته وري زراعت سان لاڳاپيل آهن.

## حياتيات جي ورڇ:

ناري جي ايڪالاجي سنڌو درياهه تي قائم ٻين واهن کان گهڻو مختلف آهي. هن جي ٻنهي بندن سان اڄا به ٿورو گهڻو ٻيلو جهنگ جي شڪل ۾ موجود آهي، جو پاڻيءَ توڙي جهنگ جي جيوت لاءِ هڪ اجهو آهي.

ناري جي جهنگلي جيوت کي اسان هيٺين حصن ۾ ورهائي سگهون ٿا:

(۱) ريڙهيون پائيندڙ جانور (Reptiles)، جن ۾ پاڻي ۽ خشڪيءَ تي رهندڙ جانورن جا ٻئي قسم اچي وڃن ٿا.

(۲) پکي، جن ۾ پاڻي ۽ خشڪيءَ تي رهندڙ ٻئي قسم اچي وڃن ٿا.

(۳) جانور، جن ۾ پاڻي، ان جي پَر ۾ ۽ خشڪيءَ تي رهندڙ جانور اچي وڃن ٿا.

(۴) جيت جڻيا، جيڪي پڻ پاڻي ۽ خشڪيءَ جي ٻنهي ورهاستن ۾ اچي وڃن ٿا.
(۵) جهنگلي ٻوٽا، وڻ، ميوا وغيره وغيره.

## واڳون:

حياتيءَ جي انهن سيني مظهرن ۾ ناري جو علائقو سنڌ جي سيني علائقن کان اڳيرو آهي. هتي پاڻيءَ جو شاهه جانور واڳون پڻ رهي ٿو، جو اڄ ڪلهه بيحد قيمتي ليکيو وڃي ٿو. هن سان گڏ پاڻيءَ جا ٻه ٽي ٻيا به جانور رهن ٿا، جن جي بين الاقوامي مارڪيٽ ۾ هزارين روپيا قيمت آهي. انهن ۾ لڌڙو، سيسر، ڪڇون، ارڙ بلا وغيره شامل آهن.

هزارين سال اڳ جڏهن انسان پهاڙن تان لهي سڌن ميدانن ۽ درياهن جي ڪنارن سان آباد ٿيڻ شروع ڪيو، ته هن کي خشڪي توڙي پاڻيءَ جي خطرناڪ جانورن کي منهن ڏيڻو پيو. جن مان ڪجهه کي ته هن باقاعدي گهريلو ڪرڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي.

سڀ کان پهرين واڳوءَ کي گهريلو ڪرڻ، پالڻ يا ٽاتي ان جي پوڄا ڪرڻ جو ذڪر فرعون واري دؤر جي مصر ۾ ملي ٿو. ان زماني ۾ ان کي تلائن ۾ رکي پوڄيو ويندو هو.

فرعون، جيئن ته خود (خدا) طاقت جي علامت هئا، ان ڪري پاڻيءَ جي ان بلا کي به هو پنهنجي طاقت جو سرچشمو سمجهندا هئا. هونئن به واڳوءَ کي جيئرو جانور ڳيهندو ڏسي زبردست قسم جو خوف پيدا ٿئي ٿو. اهو ئي سبب آهي ته مصر کان وٺندي، آمريڪا، هند ۽ سنڌ جي زرخيز درياهن وارن علائقن جي ماڻهن ۾ هن جانور کي پوڄيو ويندو هو. سنڌ ۾ اڃا به هن جانور کي هڪ غيبي حيثيت ۾ ڏٺو وڃي ٿو. خاص ڪري شيدي، ميربحر ۽ ساحلي علائقن جا ماڻهو، اتي جي انهن بزرگن جي درگاهن تي ميلا لڳائيندا آهن يا باسون باسيندا آهن، جيڪي يا ته واڳون پاليندا هئا يا وري واڳن جي حوالي سان مشهور آهن. اهڙين جاين مان لاکو پير، رني ڪوٽ، واڳون ڏر، منگهوپير، آري پير ۽ اڏيرو لال تمام گهڻو مقبول آهن، جتي اڄ به واڳوءَ کي مقدس حيثيت حاصل آهي.

واڳوءَ جي لحاظ کان ناري جو علائقو ڪجهه سال اڳ تائين ڏاڍو امير هو. جيئن ته هتي جي ايڪالاجي هن جانور جي حرڪت ۽ وڌڻ ويجهڻ لاءِ ڏاڍي سازگار هئي، ان ڪري نارو، ان جا ٻند، ڍنڍون، ڪاما، ان جانور جي آماجگاهه بنجي ويا. هتي جي ڍنڍن ۽ ڍورن جي خاص ڳالهه هتان جي مٽي،

مڇي، پکين ۽ جهنگ جو گڏيل ماحول آهي. جيئن ته هي ڍنڍون هڪ ٻئي سان سنگهر جي ڪڙين جيئن مليل آهن ۽ وچ واري خالي زمين وري جهنگ ۽ ٻيلن سان ڍڪيل آهي. تنهن ڪري هيءُ جانور صدين کان ان علائقي ۾ هتان جي اصلوڪن ماڻهن جيئن رهيل آهي.

جديد آبپاشي واري نظام کان اڳ واري دؤر لاءِ واڳوءَ جي حرڪت ۽ رهڻ وارين جاين جو تعين ڪرڻ ڏاڍو مشڪل ڪم آهي. ڇو ته ان زماني ۾ ناري جي پاڻيءَ جو منڊ هڪ طرف هاڪڙو، سرسوتي ۽ ستلج جهڙا درياءَ هئا ته ٻئي پاسي سنڌوءَ جهڙو مست درياءُ هو، جيڪو ڪيترين ئي ٻين ندين جو پاڻي ڪٽي ناري تائين پهچائيندو هو. هيناهين سطح تي ناري جي پهچ سمنڊ تائين هوندي هئي. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته جهڙيءَ طرح سنڌو درياءَ جي موجوده ڍيلٽا وارن علائقن ۾ واڳون بابت سوين ڪهاڻيون، قصا ۽ مقام مشهور آهن، اهڙي طرح ناري يا هاڪڙي واري ڍيلٽا تائين به واڳوءَ جي اچ وڃ ضرور رهي هوندي. ٻر هن دور ۾ نارو خود عمرڪوٽ کان اڳ ئي ختم ٿي ٿو وڃي. ان ڪري واڳوءَ جو ان کان اڳتي وڌي وڃڻ هڪ ڏند ڪٿا ئي ٿي سگهي ٿي. ڳالهه رڳو اتي ختم نه ٿي ٿئي، بلڪ واڳن جو ديس هاڻ ته رڳو سانگهڙ، نواب شاهه ۽ خيرپور ضلعن جا اهي علائقا اچي رهيا آهن، جيڪي ملي ڪري حر تحريڪ واري دور واري مکي ڍنڍ يا ٻيلي واري پرڳڻي کي ظاهر ڪن ٿا. مٿي بيان ڪيل آماجگاهن کان علاوه به ڪجهه اهڙيون ڍنڍون ۽ مقام آهن، جتي واڳون اڄ به پنهنجي ڪُڙم قبيلي سان گڏ ڏاڍي ڪسمپرسيءَ واري حالت ۾ زندگي بسر ڪري رهيا آهن. انهن جوئن مان ڪن جو ذڪر ٿي وڃي ته مناسب ٿيندو.

## ديهه اڪرو-٢ گيم سينڪچري:

ديهه اڪرو-٢ نواب شاهه ضلعي جي اها سرزمين آهي، جنهن جي جاگرافيائي بيهڪ ناري جي ڪابي پاسي واقع مهراڻي واري علائقي جهڙي آهي. هتي واريءَ جون وڏيون وڏيون ڀٽون ۽ انهن جي وچ ۾ ميل ميل به ٻه ميل ڊگهيون ۽ سوڙهي ويڪر واريون ڍنڍون موجود آهن. انهن ڍنڍن ۾ واڳون پنهنجي پوري آزاديءَ سان رهي رهيا آهن. انهن کي حڪومت سنڌ طرفان نالي ماتر تحفظ مليل آهي. سرڪاري نوٽيفڪيشن مطابق ديهه اڪرو گيم سينڪچري ۾ 28 ڍنڍون شامل آهن، جڏهن ته مقامي ماڻهن مطابق ڪل 46 ڍنڍون آهن. جن مان ڪن تي ماڻهو ڪوڙن ڪليمن ذريعي قابض به ٿي چڪا آهن. هي گيم سينڪچري حڪومت سنڌ جي نوٽيفڪيشن نمبر

مطابق SOI (IMP) & GAD/Wild life/4-88, dt: May 11,1988
وجود ۾ آيل آهي، جنهن ۾ لکيل آهي تہ. سينڪچري جي حد ۾ نہ تہ مڇي
ماري سگهجي ٿي ۽ نہ ئي ٻيڻ وغيره پٽي سگهجي ٿي. گهر يا ڳوٺ ٻڌڻ جو
تہ سوال ئي پيدا ڪونہ ٿو ٿي سگهي. پر ان هوندي بہ مقامي گيم واچرن کي
ڍنڍن اندر ڏڙين تي گهر ٺاهڻ جي اجازت مليل آهي. هيءَ گيم سيڪنچري
20 ميل ڊگهي ۽ ڇهہ ميل ويڪري آهي. هن جي ايراضي 5000 ايڪڙن تي
مشتمل آهي. هن کي ايرندي پاسي کان جمڙائو هيڊ لڳي ٿو ۽ اتر ۽ اولهہ
کان ترتيبوار اڪرو3- ۽ اڪرا 5،6 ۽ 9 (ديهون) اٿس، جيڪي گهٽو ڪري
آباد آهن. جڏهن تہ ڏکڻ واري پاسي کان جمڙائو واهہ اٿس. سياسي
حڪومتن جي دور ۾ هنن ڍنڍن ۽ پٽن تي سوين ماڻهن جون اکيون ڪتل
هونديون آهن، پر اجا تائين جانورن جي محابي اهي ٻچنديون پيون اچن. هڪ
اندازي مطابق هنن ڍنڍن ۾ تي چار سؤ واڳون رهن ٿا. جيڪي جمڙائو-۱ ۽
جمڙائو-۲ ذريعي پري پري تائين سفر ڪندا رهن ٿا. جولاءِ 1996ع ڌاري
جڏهن اسحاق مگريو ۽ مان هي ڍنڍون ڏسڻ ويا هئاسون، تڏهن هنن تي هڪ
عدد گيم انسپيڪٽر ۽ ٽي گيم واچر ڊيپوٽ Depute ڪيل هئا. جن مان
هڪ گيم واچر واڳون مارڻ ۽ سپلاءِ ڪرڻ جي الزام هيٺ معطل بہ ٿيل هو.
ان وقت پاڻيءَ جي کوٽ سبب ڪافي ڍنڍون سڪي ويون هيون، جن جي
کٽت لاءِ مقامي ماڻهن 18 جون 1997ع تي نواب شاهہ جي ريسٽ هائوس ۾
R.O کي درخواستون ڏيڻ جو بندوبست پڻ ڪري ڇڏيو هو. پر ڪن سببن
جي ڪري زمين نيڪاليءَ واري اها ڪچهري وقت تي ٿي نہ سگهي هئي.

هن گيم سيڪنچريءَ ۾ جيڪي ڍنڍون اچي وڃن ٿيون، تن جا نالا
هيٺ ڏجن ٿا:

**انڙو، الهڏني واري، اڪن وارو، اڪرو، ٻنڙي-1، ٻنڙي-2، ٻاڙو-1، ٻاڙو-2، ٻولاهي، ٻائرن وارو، پکي واري، پالي وارو، چگهري، ڇڇ، ڇمپ، ڇمپ ننڍو، خان وارو، ڏنڊو، ٻرگهہ، روڙو، سلهري، سنهڙي، سنهڙي-1، سنهڙي-2 ،سهن وارو، ڪنڊي وارو، ڪانهن وارو، ڪنڙو، ڪونڊو، ڪرنڊا، ڪنهوري، ڪنهوڙي، ڪاروڙو، گپ وارو، ڳاڙهي، گهوڙي واري، لوڻ ڪاڻ، ليان، مانڪ وارو، مرکي، مريد وارو، موراڪن، واسو، واٿل، هڏ وارو ۽ ياري واري.**

هنن ڍنڍن مان واسو ۽ چگهري ۾ سڀ کان وڌيڪ مڇي ٿئي ٿي،
جنهن ڪري ڪامورا هنن ڍنڍن جا نيڪا بندش هجڻ جي باوجود بہ ڏيندا
رهندا آهن. اهڙو هڪ مثال ان نيڪي جو آهي، جيڪو اسٽنٽ ڊائريڪٽر
فشريز نواب شاهہ DDP/SUID/40-42/dated 4-1-97 واري ليٽر نمبر

تحت هڪ ملاح کي ڏنو هو. اهو ڏيڍ سال جي عرصي لاءِ ڏنو ويو هو. جن ڊنڊن ۾ سڀ کان وڌيڪ واڳون رهن ٿا، تن ۾ ڪاروڙو، ٻولاهي، ڪرنڊا، گهوڙي واري ۽ موراڪن تمام گهڻو مشهور آهن. هيءَ واڳن جي حوالي سان پاڪستان جي سڀ کان وڏي گيم سيڪنچري آهي.

## راهواريءَ وارا ڍُٻا:

هي ڍُٻا راهواريءَ واري بنگلي جي پرسان آهن. هنن ۾ ٻن ۽ سرن جو وڏو جهنگ بيٺل آهي، جيڪو مينهن جي مال لاءِ وڏو سک آهي. هي ڍُٻا جمڙائو-2 جي ساڄي هٿ سان آهن. هنن ۾ رهندڙ واڳون اڪري يا سرور وڙيءَ مان اچن ٿا. پنهنجي نصيب جو شڪار ڪري وري مال ۽ مڇي وارن مهاڻن جي ڪڙ جي ڪري واپس هليا وڃن ٿا.

## سروَر واري ڍنڍ:

هيءَ ڍنڍ راهواريءَ واري بنگلي/ريسٽ هائوس کان اوپر طرف واقع آهي، جيڪا جمڙائو جي کاٻي هٿ تي آهي. هيءَ ڍنڍ سانگهڙ جي حد ۾ اچي ٿي. هن ۾ ڇو تہ مڇي جام آهي، ان ڪري منجهس واڳون بہ تمام گهڻا رهن ٿا. واڳون جا شڪاري بہ لڪي لڪي ان مان ڏک ڪندا رهن ٿا. هتي گپ چڪ سان گڏوگڏ ٻن ۽ سرن جي جهنگ جي بہ تمام گهاٽي گُڏ موجود آهي، جنهن جو سهارو وٺي هيءُ قديم جانور پنهنجو شڪار ڪندو رهي ٿو. هيءَ ڍنڍ اڪري کي ويجهو هئڻ ڪري واڳن لاءِ آئيڊيل جاءِ آهي. ٿوري ڪڙ تي هي جمڙائو ۾ داخل ٿي اڪري وارين ڍنڍن ۾ آرام سان پهچي سگهن ٿا.

## پڪسريءَ وارو ڪورو:

پڪسريءَ وارو هيءُ ڪورو واڳونءَ جي ان اٿلي نسل جي حوالي سان سڃاتو وڃي ٿو، جنهن کي سيسر چوندا آهن. 1958ع ڌاري هرٽيءَ وارن ملاحن جي چڱي مڙس ناٿي پٽيل اِن ڍُبي ۾ رهندڙ ان اڪيلي نر سيسر کي جڏهن پنهنجي پڪي رائيفل سان نشانو بڻايو هو تہ آس پاس کان خلق اچي ڪٺي ٿي هئي. ماڻهن پنهنجي پوري زندگيءَ ۾ سيسر نہ ڏٺو هو. ان ڪري جن کي ڏسڻ جو موقعو مليو، اُهي اڄ بہ پنهنجي مشاهدي واري داستان کي گارشيا مارڪيز جي ڪهاڻين وانگر بيان ڪري ٻڌائين ٿا. چون ٿا تہ اهو سيسر ان وقت جي سانگهڙ جي ايس-پي ان ڪري ماريو هو تہ هن کي

سيسر جي نسل کان وڌيڪ پنهنجي نسل جو فڪر هو. جڏهن هو ترڪ ڪرائي پوليس پارٽيءَ سان گڏ اچي پڪسري لٽو هو ته ڏنڊين ڪل نه ٿي ماپيس. پوءِ جڏهن ويهن ماڻهن اهو سيسر ڪٽي ترڪ ۾ لاتو ته ان جي پيچ جو اڌ، سانگهڙ تائين زمين ٻهاريندو ويو. ناري واري علائقي ۾ اهو آخري سيسر ٻڌايو وڃي ٿو، جيڪو ماڻهن پنهنجين اکين سان ڏٺو هو. پڪسريءَ وارو اهو ڪورو هڪ حساب سان اها خوش نصيب جاءِ هئي، جنهن ۾ سڄو علائقو ڇڏي اِهو سيسر اچي ويٺو هو. ٻئي حساب سان ان ڪري به بدنصيب جاءِ چئي سگهجي ٿو جو ان علائقي ۾ روز جي ڪِڙ هوندي به اهو جانور ٻي الڪو تيو ستو پيو هوندو هو. اڄ ان ڪوري ۾ ناري ۽ ٻان جي ٻندن وارن پاسن کان ٽڙن، پن ۽ سرن جو جهنگ جميل آهي، جنهن ۾ اونهي ڪڏ هئڻ ڪري سدائين تاروتار پاڻي بيٺل هوندو آهي. ناري ۽ منڙائو جي ڪيچ هئڻ ڪري به هيءَ جاءِ واڳن لاءِ آئيڊيل رهندي پئي اچي.

## باقر شاهه وارا ڏُٻا:

باقر شاهه وارن ڏُٻن جي ڳالهه آئي آهي ته مون کي مولوي نگر صاحب ياد اچي ويو آهي، جيڪو واڳوءَ جو رڳو ان ڪري دشمن آهي جو ڪنهن زماني ۾ بدي واري پٽ هينيان موجود ڍنڍ ۾ هڪ بکايل ستايل واڳون هن جي ڏاڏي جي گهوڙيءَ کي پاڻي پيئندي ڇڪ هڻڻ جي ڪوشش ڪئي، ته نيش وڃي گهوڙيءَ تي چڙهيل هن جي ڏاڏي جي ران ۾ کپيا. همراهه ته جيئن تيئن ڪري واڳون کان ڇڏائي ويو، پر هن جي ٽنگ بيماريءَ کان پيچو ڇڏائي نه سگهي. نيٺ همراهه راهه رباني ورتي. ان جاءِ تي اها ڍنڍ ته موجود ڪونهي، پر ننڍا ننڍا سمٽا اڄ به اتي موجود آهن، جن مان ڪِن کي پير باقر شاهه وارا ڏُبا ڪري سڏيو وڃي ٿو. انهن ڏبن ۽ سمٽن مان هڪ سم نالو پڻ نڪري ٿو، جيڪو ناري مان سيپيج ڪندڙ پاڻيءَ کي ڪٽي وڏي سم نالي ۾ پهچائي ٿو. انهن ڏُبن ۾ اڄ به واڳون پنهنجن ابن ڏاڏن جيئن رهن ٿا، جنهن جو مثال انان کان نڪرندڙ سم نالن ۾ موجود واڳن جو به آهي، جيڪي سمنڊ مان چڙهي آيل مڇيءَ جا عاشق بنجي چڪا آهن.

## ناري جون پينتلون:

ڪنهن زماني ۾ ناري جون پينتلون واڳوءَ جي لڪ ۽ بيضن لاءِ ڏر هئڻ جو بهترين ذريعو هيون، پر آس پاس جي آبادي وڌي وڃڻ ڪري جڏهن آبپاشي کاتي وارن واهن جون پينتلون ليزن تي ريٽائي آباد ڪرائڻ شروع

ڪيون ته واڳونءَ جي رهندي ڪهندي پناهه گاهه به هٿن مان نڪري وئي. پينتلون آباد ٿيڻ ۽ ڪِڙ وڌي وڃڻ ڪري هن جانور کي نيٺ ته هيٺ ڍنڍن ۾ لهڻو پيو. پر اڃا به جتي ناري جي ڪنارن سان گهاٽي ٻيلو جو جهنگ موجود آهي، اتي هڪ به واڳون ضرور رهن ٿا. خود ناري اندر ڪجهه ٻيٽاريون هن جانور لاءِ نهايت ئي موزون ثابت ٿيون آهن. هتي انهن ٻيٽارين جو ذڪر ڪرڻ خود واڳن متان بچ ڪرائڻ جي برابر آهي. انهن جو حوالو ڏيڻ ان ڪري مناسب سمجهيو اٿم، جو جيڪڏهن انهن جي صحيح نموني حفاظت ڪئي وڃي ته ناري ۽ ان جي پرپاسي واري ايڪالاجيءَ ۾ هڪ طرح سان نئون ساهه پئجي ويندو. انهن ٻيٽارين ۾ موجود ٻهڻ، لئي، ٻير، سر، پن، ڪانهن ۽ ٻيا وڻ ۽ ٻوٽا، ناري جي قدرتي ماحول جو سرمايو آهن، جيڪي قدرت ماڻهن لاءِ نه، بلڪ واڳو، ڦاڙهي، لڏڙي، سوئر، ٻلي ۽ ٻين جانورن جي لڪ لاءِ خلقيا آهن. جن جي حفاظت ڪرڻ اسان جي فرضن ۾ شامل آهي. اهو ٻڌ وسارڻ نه گهرجي ته اڄڪلهه پاڻيءَ جي اٿاٺ جو مسئلو لڳو پيو آهي، سو نيٺ ته هڪ ڏينهن ان جانور کي ڪڏن ڪامن مان نڪري ناري جي پينتلين ڏانهن رخ رکڻو آهي.

## لوئر ناراءِ ڪهڪاري وارا ڍٻا:

پڪسريءَ کان هيٺ تازو نئين ناري کي جاري ڪيو ويو آهي. ان ناري کي ڏوگريون ۽ ڪهڪاري وارين ڍنڍن وچان ڪوتي وڃي ٽنڊو مٺا خان وٽان ملايو ويو آهي. ان سڄي پراجيڪٽ جي ڪري ڏوگريون ۽ ڪهڪاري واريون ڍنڍون سڪي نوٽ ٻڌجي ويون آهن. اڳي انهن ڍنڍن ۾ واڳن جو هڪ ڪثير تعداد موجود رهندو هو ۽ اهي آبگاهون واڳوءَ لاءِ بيحد موزون جايون هيون. انهن اندر پٽن جو هجڻ واڳن لاءِ هڪ قدرتي تحفو هو، ڇو ته واڳون آنا لاهڻ لاءِ وارياسي يا ريت واري مٽيءَ ۾ ڏر هٽندو آهي. ڍنڍن جي اندر موجود اهي پٽون واڳن کي اهڙو ماحول مهيا ڪري ڏينديون هيون. ٻيو اهو ته اهي ٻئي ڍنڍون سنڌن وچان وهندڙ واهه ڪان اڳ واري ناري جي ڪناري سان آباد هيون، ان ڪري ناري جون پينتلون واڳن لاءِ ٻچا ڪرڻ جون بهترين جايون هيون. ڏوگريون ۽ ڪهڪاري وارن ڍنڍن ۾ واڳن جي رهڻ جو هڪ ڪارڻ اهو به هو ته اهي ڍنڍون مڇيءَ جي پيداوار سان مالا مال هيون. پکي به انهن ڍنڍن ۾ هزارن جي تعداد ۾ اچي لهندا هئا. واڳن کي ٻيو ڇا کپي؟ پکي ۽ مڇيءَ تي ته هي هوندئن به عاشق آهن، ان ڪري اڄ به جڏهن اهي ڍنڍون سڪي نوٽ ٻڌجي ويون آهن، ڪهڪاري وارا ڍٻا نئين

ناري جي سم واري پاڻيءَ جي ڪري اجا به زنده ســلامت آهن. انهن ۾ واڳون اجا به ڏسائين ٿا. ماڻهن جي ڪڙ ۽ ننڍي پاڻي هجڻ جي ڪري اهي واڳون ڏينهن جو ناري ۾ لهي وڃن ٿا ۽ رات جو مـوٽي وڃي پنهنجي پيٽ پوجا ڪن ٿا. گذريل سانوڻيءَ ۾ انهن ڏٻن ۾ هڪڙي ئي واڳون مڇيءَ وارن مهاڻن جون ننڍون حرام ڪري رکيون هيون. ڪيئي دفعا ڪنديون هيائون، پر حرام جو وات وڌائين. مهاڻن جي رڙ پئي پيئي. نيٺ مون به واڳن جي هڪ خفتيءَ کي پنهنجي واتان ائين چوندي ٻڌو: ”وڏو چالاڪ واڳون آهي. ڪنڊيءَ ۾ نه وات ئي نه ٿو هڻي.“

انجنيئرن ۽ LBOD وارن ته پنهنجي وسان ڪونه گهٽايو. پر ويچاري واڳونءَ کي پنهنجن پراڻن پڊن جي ڪيڏي نه سار آهي، جو اهو معمولي پاڻي هوندي به پنهنجي جوءِ جي سار سنڀال لهندو پيو اچي!

## سيري:

هونئن ته مڇيءَ جي ڪري مشهور آهي، پر جتي مڇي هوندي، اتي ان جا عــاشق به ضــرور هوندا. ان ڪري هن ڍنڍ ۾ واڳون ۽ لڌڙن جو چڱو خاصو تعداد ماضي قريب تائين رهائش پذير هوندو هو. مون جڏهن تازو قليل جي رهندڙ يوسف ملاح جي فرزند غلام قادر ملاح سان ڪچهري ڪئي ته هن ٻڌايو: واڳون هاڻ ڪيڏانهن نڪري ويا آهن! مون کي هن جي ان جملي تي ڪافي ڪل چڙهي هئي. جڏهن ته لڌڙن لاءِ هن جو چوڻ هو ته اجا ڪجهه آهن. سيريءَ واري ڍنڍ کي چو ته ٻن چندڻين، آجي ۽ رانتي ٻنهيءَ جو پاڻي تو لڳي، ان ڪري اها ڍنڍ مڇيءَ جي پئداوار ۾ ٻين سيني ڍنڍن کان اڳڀري آهي. ڪجهه وقت اڳ تائين ناري واري پاسي کـان ان کي چوڌاري گـهاٽو جهنگ هوندو هو، جيـڪو لڌڙن، سئرن، ڦاڙهن، گـدڙن لاءِ وڏي ڪشش رکندڙ هو. هن ڍنڍ ۾ مـوجود دڙا ۽ پيـٽـون، ڳوٺن جي شـڪل ۾ آباد آهن، انڪـري واڳن ۽ لڌڙن جي آبادي وري به اتراولهه واري ڪپـر يا اولهه ڏکڻ واري حصي ڏانهن ڏڪيل آهي.

اڳي جڏهن رانتي کي بند نه هوندا هئــا ته واڳن جي هڪ وڏي لوڌ اچڙي ڍنڍ (ديهه توڳاچو)، مـوني (لڳ صـالح ٻهڻ/جهلي واري مـوري)، مـيـهـارڪي ســانگ وارين ڍنڍن ۽ دٻن، ڏڏر واري دٻن، ٻنٽين ڍنڍن (ديهه دٻي-٢)، سـيـدن واري ڪـاروڙي وغيره ۾ پڻ موجود هوندي هئي. دٻي ڍنڍ جي ڳالهـــ ڪندا آهن ته ان ۾ هڪ واڳون اهڙو به رهندو هو، جنهن تي جهڙي تهڙي بندوق به اثر نه ڪندي هئي. پوءِ ان لاءِ هڪ خاص قسم جي

بندوق ڏُبي* وارن ڪاريگرن تيار ڪئي، جنهن وچي معرڪو فتح ڪيو. انهن ڍنڍن ۽ ڍبن ڪان علاوه واڳن جو ڪجهہ تعداد اچا بہ ابڙائو، پولوءَ واري، بادار واري، لڙواري ۽ ٻين ڪيترن ئي ڍنڍن ۾ موجود آهي. هي ڍنڍون ناري جي ڪاٻي پاسي تي واقع آهن، جيڪي سال ڏيڍ ڪان پوءِ چوٽياريون ڊئم ۾ تبديل ٿي هڪ نئين تاريخ جي پيڙهہ جو پٿر رکنديون.

## نسلي واڌ:

سانوڻيءَ جي موسم واڳوءَ جي لڳ جي موسم آهي. هي ان موسم ۾ هڪ ٻئي کي ڳولي قرب ونڊڻ شروع ڪندا آهن. جنهن جوءِ ۾ واڳو اڪيلو ٻيئل هوندو آهي، اهو پنهنجي اها جوءِ ڇڏي، جوڙ لاءِ ميلن جا ميل سفر ڪرڻ شروع ڪندو آهي. نر ماديءَ کي ڳوليندو آهي ۽ مادي نر کي ڳوليندي آهي.

انهيءَ ڳول ڳولا ۾ ڪڏهن تہ ڪين ڏهہ ڏهہ ڏينهن بہ لڳيو وڃن. پوءِ جڏهن هڪ ٻئي سان ملن تہ پاڻيءَ ۾ ڊوڙڻ پئجيو وڃن. جيستائين پاڪرين نہ پون، تيستائين هڪ ٻئي جي پچر نہ ڇڏين. ٻر جي ساڳي جوءِ ۾ ڪو سگهو متارو واڳون اچي ويو تہ ڪمزور پڃي جان ڇڏائيندو. واڳون جڏهن مستي ڪندو آهي تہ ڏاڍو وڙهندو آهي. پاڻ ڪان ڪمزور واڳن کي ڇڪ هڻندي بہ دير نہ ڪندو آهي. جسماني طور تي نر ڊگهو ۽ سنهو ٿيندو آهي، جڏهن تہ مادي ٿلهي ۽ بندري ٿيندي آهي.

جڏهن هن جي آني پچي راس تي بيضن جي شڪل اختيار ڪندي آهي، تہ هيءَ ڍنڍن يا واهن جي ڪنارن سان پاڻيءَ جي بلڪل ويجهو تي چار ڏرون هڻي انهن مان ڪنهن بہ هڪ ۾ آنا لاهي ڇڏيندي آهي. پوءِ انهيءَ ڏر کي مٽي يا وري پن سان ڍڪي ڇڏيندي آهي.

هن جي لاٿل ٽن ڊزن کن آنن اندر جيئڻ ئي ٻچا ٿين ٿا تہ اهي ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ ڪڍڻ شروع ڪن ٿا. جيڪا آکيري اندر ڇٽي ڇٽي پهچندي آهي. جنهن ڪري هڪ ڪمزور تيزاب تيار ٿي پوي ٿو، جيڪو شيل جي چوڏاري تهہ جي شڪل ۾ جمي پوي ٿو. پوءِ آهستي آهستي اها کل سنهي ٿيندي وڃي ٿي. تان جو نوَن هفتن ڪان پوءِ ڪجهہ ٻچا ان کل مان پنهنجي سونڊ ڪڍي ٻاهر نڪري اچن ٿا. جڏهن تہ ٻيا اندر ئي اندر آواز ڪندا رهن ٿا. جنهن جو مطلب هوندو آهي تہ ڪين ٻاهر اچڻ لاءِ ماءُ جي مدد گهربل

---

* ڏُبيءَ جا لوهار ديسي بندوقون جوڙڻ ۾ ماهر هئا.

آهي.پوءِ هوءَ ڏاڍي نرميءَ سان پنهنجي بيضي کي وات ۾ کڻي تاروءَ تي گهمائي ٿي. ائين ڪرڻ سان ڪيس پڪ ٿئي ٿي تہ بيضي اندر ٻچو آهي يا نہ. ان ٽيست کان پوءِ جڏهن ڪيس پتو پوي ٿو تہ بيضي اندر زندگيءَ جا ڪي بہ آثار موجود ڪونهن تہ هوءَ اهو بيضو ٽوڙي ٻي ڇڏي ٿي. پر ان جي برعڪس جڏهن هن کي لڳي ٿو تہ بيضي اندر حرڪت آهي يا ڪا شيءَ ڪيس محسوس ٿئي ٿي تہ هوءَ ان کي هلڪو زور ڏئي ڦوڙي وجهي ٿي ۽ ٻچو ٻانبڙا پائيندو سندس وات مان ٻاهر نڪري اچي ٿو. نوان ڦوڙيل ٻچا، جن جو پيٽ اڃا بيضي جي زرديءَ سبب ڳرو هوندو آهي، آرام سان تري نہ سگهندا آهن. تنهن ڪري اهي اڪثر ماءُ سان گڏ ترڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جنهن جي مٿن گهري نظر هوندي آهي. ٻچا ڦوڙڻ بعد هوءَ گهڻو وقت ڪناري سان رهي ٿي. جيستائين هو ترڻ نہ ٿا سکي وڃن، تيستائين وڏي پاڻيءَ اندر نہ ٿي لهي. ان وچ ۾ جڏهن بہ سندن ٻچن کي ڪو خطرو محسوس ٿيندو، تہ پاڻيءَ اندر ٻاڪرڪٽو مچائي ڏيندي. پاڻيءَ ۾ گهمي گهمي، پڇ هڻندي ۽ وڏيون وڏيون ڦوڪون ڏيندي. هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ، ٻيءَ گان ٽينءَ، اصل ڌمچرمچائي ڏيندي. سندس وات ۾ سٽر ڏند هوندا آهن. هن جو چڪ نهايت خطرناڪ ٿئي ٿو.

## پسند ۽ عادتون:

واڳون خشڪي ۽ پاڻيءَ جو گڏيل جانور آهي. هن کي ساهہ کڻڻ لاءِ ڦڦڙ هوندا آهن. ڪيس ڏيڏر جو ويجهو مائٽ بہ سڏيو ويندو آهي. ان ڪري هن کي ٿڌي رت وارن جانورن ۾ شامل ڪيو وڃي ٿو. هيءُ سياري جي موسم ۾ ٽڙڪو ونڻ لاءِ ڍنڍن جي ڀرسان کنارين ۽ واهن جي ور وڪڙن وارن ڪپرن مٿي چڙهي ويهندو آهي ۽ اُس جو خوب مزو وٺندو آهي. پر ان عرصي ۾ شڪار ٽوڙي ٻي ڪِرَ تي گهري نظر هوندي اٿس. پاڻيءَ ۾ هن جو دم 15 کان 20 منٽ ڪن آهي. هن جي ترڻ جو طريقو مينهن يا سوئر وانگر ٻڌايو وڃي ٿو. هيءُ پاڻيءَ جي گهيڙن مان ٻاهر نڪري حاجت (هنگڻ) ڪندو آهي. انهيءَ عادت جي ڪري شڪاري سندس پيرا ڏسي وڃي ڳولي لهندا آهن. واڳو، گوشت گهڻو ڪري ڪنو ڪري کائي. ان ڪري هن کي ڦاسائڻ لاءِ ڪنڍيءَ ۾ پراڻو گوشت ٽنبيو ويندو آهي. هن جي عادت آهي تہ گوشت يا مڇي (مٿل) هٿ لڳس تہ پٽي ڏينهن تي ڪٽندو. پر جي پاڻ ماريائين (مڇي يا پکي) تہ انهيءَ مهل ئي کائي ڇڏيندو. پر وڏو شڪار، خاص ڪري ڪتو، ٻلو، رڍ، ٻڪري وغيره کي ڪناري تان جهٽي هيٺ

ڪٽي ويندو. گهٽ ۾ گهٽ 20 منٽن تائين هيٺ جهلي ويهندس. جيئن ئي دم گهٽبس ته مٿي اچي ساهه کڻندو. پر شڪار کي ٻاهر نه ڪڍندو. جڏهن پڪ ٿي ويندس ته شڪار مري چڪو آهي ته ان کي پاڻي اندر گهلي وڃي اهڙي جاءِ تي ڦاسائيندو، جتي اهو ڪچونئن ۽ ٻين واڳن کان محفوظ رهي سگهي. پوءِ ڪنو ڪري ٻه ٽي ڏينهن پيو کائيندو آهي. واڳون، شڪار پاڻيءَ جي سطح مٿان ڪندو آهي. خاص ڪري ٻاڙو ڪنڊڙ مڇيءَ لاءِ ته آخري ڏينهن آهي. ڪيس پاسو ڏيئي هڪ ئي جهٽ ۾ ڳيهي ڇڏيندو آهي. ڇٽرو، ڄرڪو، سينگاري، ڪڳو، ڇو ته ٻاڙو ڪونه ڪن، ان ڪري اهي سندس ڦهر کان بچيو وڃن.

مڇيءَ سان گڏوگڏ واڳون پکيءَ جي گوشت کي ڏاڍو پسند ڪري ٿو. پکي، ڇو ته پاڻيءَ جي سطح تي ترندا ۽ گهتون هڻندا رهندا آهن، ان ڪري وجهه وٺي جهٽ هڻڻ ۾ تمام آسان آهن. واڳون، ڏيڏر ۽ ڪميون به کائيندو آهي. ڪچونئن ۽ ڪمين لاءِ ته اصل ٻڙي آهي. جتي به ڪچون هٿ آيس، ته ٽانو پچيندي به دير نه ڪندس. ڀلي ته ٽڙڪا ميلن تي پيا ٻڌجن! ضرورت مهل مٿي چڙهي مال جو ڇيٽو به کائي ويندو آهي. جيڪي مٽيءَ سان ته اصل عشق اٿس. ان ڪري جتي به لنڊ لاهيندو آهي، اتي ڳنڍا ئي ڳنڍا پيل هوندا اٿس.

واڳون سونڍ پاڻيءَ مان ٻاهر ڪڍي پوءِ ننڊ ڪندو آهي. گهڻو ڪري نڙن يا ٻنن جي دڏن تي منهن ٽيڪي سمهي پوندو. ڪڏهن ڪڏهن ٻاهر نڪري، پاڻيءَ جي بلڪل ويجهو ويهي به ننڊ ڪري وٺندو آهي، پر هن جا حواس معمولي کڙڪي کي به محسوس ڪرڻ جي صلاحيت رکن ٿا. ايتريقدر جو پيرن جي نامعلوم حرڪت کي به سؤ قدمن تان محسوس ڪري وٺندو آهي. واڳونءَ لاءِ اهو به مشهور آهي ته اهو ٻچا ڦوڙي اصلي جاءِ تان ڪٽي وٺندو آهي. اصل ۾ هيءُ ڍنڍ يا ڪنهن واهه جي ڪناري سان، جتي پاڻيءَ جو وهڪرو نه هجڻ جي برابر هجي، ڪو وڻ يا ان جي پاڙ ڏسي ڏر هڻندو آهي، جنهن ۾ اهي ٻچا ڪٽي اچي ويهاريندو آهي. پوءِ شڪار ڪري ڪٽي ايندو آهي، ڪين ڪٽي پيو کارائيندو آهي. پر جڏهن ٻچا ٻن فٽن جا ٿيندس ته پاڻ کائڻ شروع ڪندو آهي. انهن مان جيڪي بچي نڪرندا آهن، سي ئي اڳتي هلي پنهنجو نسل وڌائيندا آهن.

## نسل ڪشي ۽ هاڻوڪي صورتحال:

جتي واڳون ماري کل وڪڻڻ بي روزگار ماڻهن جي مجبوري آهي، اتي

واڳون ماري Enjoy ڪرڻ امير ماڻهن جو شوق بہ آهي. ناري جي علائقي ۾ واڳن جي قتلام جا الاهي سبب آهن، جن مان مکيہ سبب ٿي آهن:

**١- واڳون مارڻ اميرن جو شوق آهي:** ڪافي ماڻهو، جن جي حيثيت وزيرن، مشيرن، وڏيرن ۽ ڪامورن ڪان گهٽ نہ آهي، واڳوءَ جو شڪار فقط ان ڪري ڪن ٿا تہ هنن کي پنهنجن دوستن ۾ قسم کڻڻ جهڙو ٽيٽو هوندو آهي. ٻاهرين ملڪن ۾ جتي اهڙي قسم جو شوق رکندڙن لاءِ واڳون نيلام ڪيا ويندا آهن، اتي ماڻهن جا پنهنجا ذاتي تلاءَ هوندا آهن، جن مان واڳون ماري نہ رڳو هو پنهنجي شوق جي تسڪين ڪن ٿا، پر پنهنجي سنگت سات کي بہ شڪار ڪرائين ٿا. اسان وٽ دولتمند شڪاري واڳوءَ تي بندوق تڏهن آزمائيندو، جڏهن هن کي پنهنجي بندوق کي آزمائڻو هوندو. ٻيو اهو تہ نشاني چٽڻ لاءِ بہ واڳوءَ کي ترجيح ڏني ويندي آهي، ڇو تہ شڪارين ۾ مشهور آهي تہ واڳوءَ کي جيستائين کپراٽيءَ ۾ بندوق يا رائيفل جي گولي نہ هٽبي، تيستائين اهو نہ مرندو. ان ڪري، جيڪو ماڻهو واڳون ماريندو آهي، ان کي وڏو نشاني باز سمجهيو ويندو آهي. سنڌ جي ڪافي اميرن ۽ ڪامورن واڳون ان ڪري بہ مارائي ختم ڪرايا جو هنن جي خيال ۾ واڳونءَ جي آلت وڍي، ان کي سڪائي، ٽورو ٽورو ڪرڙي کائڻ سان سندن جنسي سڌون تاحيات سلامت رهن ٿيون. ان جي پنيان جيڪو فلسفو آهي، سو واڳونءَ جي طويل عمريءَ سان ڳنڍيل آهي. ماڻهن جي خيال ۾ واڳون پنهنجي حياتيءَ جي آخري سال تائين بہ جنسي فعل انجام ڏيڻ جي قابل هوندا آهن. واڳونءَ جي عمر ۽ ٻڙ جي عمر، ڇو تہ 100 سالن کان مٿي ٻڌائي وڃي ٿي، ان ڪري حڪيمن لاءِ ٻڙ جو کير ۽ واڳونءَ جي آلت سون کان بہ وڌ قيمتي آهن. واڳوءَ جي هڪ ٻئي قسم سيسر لاءِ پڻ ساڳي روايت هلندڙ آهي تہ اِهو بہ پنهنجي آلت جي ڪري پاڪستان جي دريائن مان برقعو مٿائي ويو.

**٢- کل جي ڪري مارجڻ:** واڳوءَ تي سڀ کان وڌيڪ مارو سندس کل جي ڪري آهي. هن جي کل بين الاقوامي مارڪيٽ ۾ پنجاهہ هزار پاڪستاني روپين کان بہ وڌيڪ پئسن ۾ وڪرو ٿئي ٿي. پر مقامي مارڪيٽ ۾ شڪارين کي 1500 روپين کان 3000 روپيہ ملي وڃن ٿا. ان ڪري ماڻهن ناري واري علائقي ۾ ان کي چوندي چوندي کپائي ڇڏيو آهي.

**٣- ماحولياتي تباهي:** سنڌ ۾ L.B.O.D جي مختلف رٿائن شروع ٿيڻ

ڪان اڳ واڳوءَ جو هڪ ڪثير تعداد ن ي ۽ ان مان نڪرندڙ واهن جي ڪنارن سان پينتلن ۾ رهندڙ هو. ان ڪان ـ لاوه ناري جي ساڄي ڪپ سان پڪسري ريگيوليٽر جي بلڪل ويجهو موجود بن ڍنڍن، ڏوگريون ۽ کهڪارو ڍنڍن کي سڪائڻ سان اتي جي اڳن ۾ ٿاهه پيو. ٽيون محفوظ ڪان محفوظ هنڌ جمڙاٿو ڪينال سان لڳ دي ـ اڪرو-2 گيم سينڪچري هو، جيڪو "ٻتي جمڙاٿو" واري رٽا يا منصو ۽ پرسان سم نالي ڪڍڻ جي ڪري سڄا سارا چار پنج سال عتاب هيٺ رهيو. نارا ريماڊلنگ ڪري ڏوگريون ۽ کهڪاري جو سڪڻ پڻ واڳن کي هٿ سان شڪارين جي ور چاڙهڻ برابر هو. ناري جي پينتلن سان چو ته چوٿيارون ڊئم جو ڪم جاري آهي، ان ڪري هيءُ جانور اڄ ڪلهه جيئڻ ۽ گاڏين جي آواز ڪان ٿاڍو ڊنل آهي. ساڳي ڪار ديهه اڪرو-2 ۾ ٿي آهي. "ٻتي جمڙاٿو" جي منصوبي مهل به گيم سينڪچري گاڏين توٽي ٽرڪن جي نڪ هيٺيان رهي. ان ڪري گمان وري به اهو آهي ته هڪ ته هيءُ آوازن جي ڪري ٻاهر نڪتو هوندو ۽ مارجي ويو هوندو، ٻيو اهو ته هيءُ ايترا سال بچا ڪري نه سگهيو هوندو. هن وقت سندس لڪڻ جي جاءِ ناري جا بند ۽ ان جي آس پاس واريون ڍنڍون آهن.

واڳونءَ کي ڪٽائڻ ۾ جتي L.B.O.B پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي، اتي چوٽياريون ڊئم به سون ڍنڍن کي ملائي ناهيو پيو وڃي، جيڪو پڻ واڳن کي هيڪالي ٻاهر آڻيندو، جن مان ڪجهه تاڙ ۾ ويٺل شڪارين جي نذر ٿي ويندا، باقي جيڪي بچندا سي ناري جي پينتلن ۾ پناهه وٺندا، جتان ڪان آهستي آهستي هڪ نه ٻئي ڏينهن پيا شڪارين هٿان مرندا. L.B.O.D جي ٽيوب ويلن جي ڪري زيرزمين پاڻي وهي وڃي سمنڊ ۾ پيو آهي، جنهن ڪري ڍنڍن ۾ پاڻيءَ جو ڦڙو به ناهي رهيو. هاڻ ته اهڙين ڍنڍن تي ماڻهن جون نظرون اچي ڪپيون آهن. پاڻيءَ جي صورتحال ڏهن سالن تائين جيڪڏهن اها ساڳي رهي ٿي، ته پوءِ اُهو ڏينهن پري ناهي، جو اسان کي پنهنجي پياري ملڪ جي ذهين ڪان ذهين ريڙهيون پائيندڙ جانور ڪان به هٿ ڌوئڻا پوندا.



مکيءَ جي ڍنڍن جا پيهوڙي پکي

# مکيءَ جي ڍنڍن جا پيھوڙي پکي



مکي ڍنڍ: ھي پيھوڙي پکي تمام گھڻ ملڪن کي پنھنجي رونق بخشي ٿو، ھن جا دنيا ۾ فقط ٻه قسم آھن.

ڪنگور جي ترنڊڙ ڏڌن مان نڪري، جيئن ئي صدوري ڍنڍ جي اڇ نما پاڻيءَ تي نظر پيئي تہ سڀ ڏڪرجي وياسين. ”ھيءُ سمنڊ ڪٿان ڪ ن آيو؟“ اسان مان ڪنھن رڙ ڪري پڇڻ جي ڪوشش ڪئي. ھڪ طرف ھن ننڍڙي ٻتيلي ۾ چڙھيل ڇھن ماڻھن جو جٿو ھو ۽ ٻئي طرف وري ڍنڍ جي ڪاري پاڻيءَ جا ڪارونيار- جڻ تہ ڪنھن ”ڏاڏي“ پنھنجا وار وڃائي ڇڏيا ھئا. جيتوڻيڪ ڏکڻ جي ھوا ايتري تيز بہ نہ ھئي، پر پوءِ بہ ڍنڍ جي بلور جھڙي پاڻيءَ تي ھلڪڙيون ھلڪڙيون ڇلن جھڙيون ڇوليون پيدا ٿي رھيون ھيون. نڙن جا ھلندڙ ڦرندڙ، آزاد دڏ، جن جو بنياد مضبوط چيڪي مٽيءَ تي رکيل ھو، ڍنڍ ۾ ھوا جي لھہ واري طرف تري رھيا ھئا. ظاھري طور اھي ھڪ جاءِ تي بيٺل نظر ٿي آيا. پر حقيقت ۾ اھي آھستي آھستي پاڻيءَ ۾ حرڪت ڪري رھيا ھئا. ٻيڙيءَ ۾ وزن گھٽو ھڻڻ ڪري، گھٽو ڪري اسان

سينيءَ جو ساهه مٺ ۾ هو. ايتري قدر جو ناڪئو به اسان سان چرچا ڪري رهيو هو. هُو چئي: ”ڳالهايو نه. ٻيڙي لڏي ٿي.“ مون دل ئي دل ۾ سوچيو ته جي ٻيڙي ڳالهائڻ تي لڏي ٿي ته اڳتي ڇا ٿيندو؟ ڇو ته اسان کي ٻڌايو ويو هو ته ناري کان پڌرئي پهچڻ ۾ پوڻا ٻه ڪلاڪ ته آسانيءَ سان لڳي ويندا. بهرحال توڪل جو ترهو اوڙاهه پاڻيءَ ۾ پنهنجي منزل ڏانهن روانو ٿيڻ لڳو. اڌ ڪلاڪ کن جي سفر ۾ ته اسان رڳو پنهنجو پاڻ کي بيلينس ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان وچ ۾ ناڪئو دڙڪا به ڏيندو رهيو ته ٻيڙي به هڪليندو رهيو. وچ تي ڪنهن مهل هڪ اهڙي جاءِ آئي، جو ڪاري پاڻيءَ مٿان سائي ڦڪي رنگ جي گاهه جو هڪ وڏو تهه ظاهر ٿيڻ لڳو. اهو گاهه ايترو ته گهاٽو هو جو ٻيڙيءَ کي هلڻ ۾ ڏکيائي ٿيڻ لڳي. مون غور سان ڏٺو ته گاهه جي ان چادر مان ڪٽان به پاڻي ڏسڻ ۾ ڪونه ٿي آيو. اسان جي نوجوان ناڪئي ان گاهه جو ڪنارو ورتو ۽ اسان ان مٿان اپريل پيلن گلن کي ڏسي ٻهڪڻ لڳاسين. نظارو ڪندي ڪندي اوچتو ڪنهن مهل منهنجي نظر ٻن خوبصورت پکين تي وڃي پيئي، جن جا ٻچ ڊگها ۽ ڏاڍي جيئن وريل هئا. ايتري ۾ پنيان کان اسان جو ميزبان مجيد مگريو به اچي پهتو، جنهن جي ڊونديءَ تي مکي ويلفيئر آرگنائيزيشن جي فيلڊ آفيس جو بورڊ رکيل هو. هيءُ سچو اتالو مجيد جي انهن اسڪولن جو دؤرو ڪرڻ وڃي رهيو هو، جيڪي هن مهراڻي واري علائقي ۾ قائم ڪيا هئا. مجيد جيئن ئي اسان جي ويجهو آيو ته اسان جي ٻتيلي مان ٻه همراهه لهي وڃي سائس شامل ٿيا. مون به ٻُل تاڙيندي پنهنجي ناڪئي کي التجا ڪندي چيو: ”يار، جي ناراض نه ٿين ته انهن پکين جي ويجهو ٿيءُ ته ٻه ٽي فوٽا ڪڍي ونون!“

چڱو ٿيو جو هُن چڙٻ ڪانه ڏني، نه ته مون جهڙو ڪنگلو شوقين ڪڏهن به اهي پکي ڏسي نه سگهي ها. هن جيئن ئي ٻيڙي اوڏانهن موڙي ته ڪجهه منٽن بعد اسان اچي پکين جي ويجهو پهتاسون. مون نوجوان کان پڇيو:

”توهان ڇا چوندا آهيو انهن پکين کي؟“

”پيهوڙي!“ هُن ڏاڍي اطمينان سان وراڻيو.

”ڇا، هي آنا به اتي ڏين ٿا؟“ منهنجو سوال عجيب ۽ بي تڪو هو.

”هائو.“ هن وراڻيو، ”اتي ئي، انهيءَ گاهه تي.“

منهنجي دلچسپي ويتر وڌي وئي.

مون پڇيو مانس: ”ڇا، انهن جو آڪيرو ملي سگهندو؟“

هن ڪِلي ڏنو. وراڻيائين، ”هائو، ڳولي ٿا ونون!“

هُن ايتري تہ اطمينان سان چيو، ڄڻ تہ آڪيرو هُو اڳ ۾ ئي ڏسي چڪو هو. ہ ٿي آڏا ابتا چڪر ڏيئي، هُن وڃي ٻيڙيءَ کي هڪ آڪيري وٽ بيهاريو، جنهن ۾ چار زيتوني رنگ تي مائل آنا لاٿل هئا. منهنجي خوشيءَ جي ڪا حد نہ رهي. مون هڪدم ڪيميرا ڪڍي ۽ آنن جا ٻہ ٽي شاٽ ورتا. مون کي اِهو ڏسي تعجب ٿيو تہ ڪيئن نہ چئن پنجن ڪانين تي، جيڪي ترتيب سان ٻہ رکيل نہ هيون، اِهي آنا لاٿا ويا هُئا. آنن جي سطح گاهہ کان رڳو هڪ انچ کن مٿي هُئي، جڏهن تہ پاڻي اِنهن جي ويجهو ٻہ نہ ٿي اچي سگهيو. پيهوڙي، جيڪي اسان جي ٻتيلي کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي ٿورو پريروهليا ويا هئا، سي اسان کي بيضن جي ويجهو ڏسي اچا ٻہ ويجها ٿي آيا. مون ڪيميرا سڌي ڪري ڏانهن ڪلڪ ڪيو، هنن جو فوٽو سدائين لاءِ فلم ۾ محفوظ ٿي ويو. مکيءَ جي اِن خوبصورت ڍنڍ ۾ ڪنهن پکيءَ سان اسان جو اِهو پهريون رومانس هو. اتان نڪري جيئن ئي سائو ناري ڏانهن روانا ٿيڻ لڳاسين، تہ مون کي رکي رکي پيهوڙي پکيءَ جي ڪنيڙاٽين وارو اهو ڪير جهڙو اچو پٽو ياد اچڻ لڳو، جو هُن جي واڳٽائي ڪين تي بيحد وٽندڙ پئي لڳو.هن جي ڳچي ٻن مخالف رنگن جو مجموعو هُئي. هن جي سِر جي تاج ڪان ڪنڌ تائين پيلو رنگ نمايان هو، جڏهن تہ باقي سِريءَ ڪان، جنهن جي وچ تي هُن جون ڪارڙيون خوبصورت اکيون چمڪي رهيون هيون، هڪ سفيد پٽو شروع ٿيو ٿي، جيڪو ڳچيءَ تان ٿيندو ڇاتيءَ تي وڃي ختم ٿي ويو ٿي. هُن جي سائي سليٽي رنگ واري سنهي ۽ سڌي پر چوتيءَ ڪان ٿورو مڙيل چهنب پڻ خوبصورتيءَ جو هڪ نمونو هُئي. پر سندس ڏکڻين ٽنگن جي آخري چيڙن سان هُن جا بيحد وڏن چنبن وارا پير سلهاڙيل هئا، جيڪي بهرحال ٻي ٻولا ۽ ڪوريئڙي جي پيرن جهڙا نظر ٿي آيا. پيهوڙيءَجي سڄي بدني بناوت ۾ فقط اهوئي هڪ عيب اهڙو هو، جو ٻري ڪان ئي محسوس ٿي رهيو هو.

مان هُن جي بيضن، ڍنڍ جي گاهہ ۽ ڪنگور جي دڏن سان چنبڙيل چيڪي مٽيءَ جي هڪ جهڙي رنگ تي گهڻي دير تائين سوچيندو رهيس. پيهوڙي جي ان عادت تي ہ غور ڪرڻ جي ضرورت هُئي تہ هن جو آڪيرو گاهہ جو اُهو کليل ميدان هو، جنهن جي آس پاس ڪي ٻہ وڏا دڏ نہ هُئا. ان مان ظاهر ٿيو ٿي تہ آري تي ويهڻ وقت يا ٻري ڪٽي چوڳي تي نڪري وڃڻ مهل ٻہ هو پنهنجي دشمن توڙي ٻي ڪڙ تي آسانيءَ سان نظر رکي سگهيو ٿي. مون کي ناڪئي ٻڌايو تہ هُن پيهوڙين جا آنا پٻڻ جي پنن تي ٻہ لٿل ڏٺا آهن. اِن جو سبب شايد اِهو هو تہ اُنهن ڍنڍن جي تري مان گاهہ، مٽي پاڻيءَ

جي سطح تائين نہ ٿي اچي سگھيو. اهڙي صورتحال ۾ پڻ جا پن ٿي پيهوڙيءَ کي پنهنجو آکيرو ٺاهڻ ۾ مدد ڏيندا آهن.

پيهوڙي بنيادي طور تي بي باڪ پکي آهي. هو خطري جي وقت پاڻي اندر ٽبي هڻي، گـاهہ مـٿي تي ڪري، ڪافي منٽن تائين لڪي ويهڻ جي صلاحيت رکي ٿو. هن جو نر هلڪو ۽ مادي ڳري ٿيندي آهي. هيءَ مئي مهيني کان لڳ ڪرڻ شروع ڪندا آهن ۽ جون جولاءِ ۾ پنهنجو آکيرو ٺاهي آري تي ويهي رهندا آهن. آري جي ذميواري مادي تي هوندي آهي. آنا ڦوڙڻ کان پوءِ ٻچن کي چڱائڻ، سندن تحفظ ڪرڻ ۽ پنجاهہ کان سٺ ڏينهن تائين پاڻ سان گڏ وٺي هلڻ جي ذميواري نر پنهنجي سر تي کڻندو آهي. ان عرصي ۾ مادي، ڪنهن ٻئي نر سان لڳي، ٻيا آنا لاهڻ شروع ڪري ڏيندي آهي. ان ڪري پيهوڙيءَ جي ماديءَ کي Polygamous بہ چيو ويندو آهي.

پيـهوڙي جي مـادي پنهنجي هڪ پُور ۾ چار آنا لاهيندي آهي. اُڏامڻ مهل هن جا پر سفيد نظر ايندا آهن. سندن اُڏامڻ جو ڍنگ واسڪوٽي ٽيٽڻ جهڙو ٿـيندو آهي. هِن جي ٻولي ۾ آرڪيسٽراجي ڌنن جيئن ڪيئي سُر سمايل هوندا آهن. پاڻيءَ جي ٻوٽن جا ٻج هجن توڙي جيت جُوٽا، هي پکي کين کـائي چٽ ڪري ويندا آهن. هنن جو ٻيـو کـاڌو ڪَچَ ڪوڏيون، ننڍڙا ڪوڏ، لاوا (ڏيڏرن جا ٻچا) وغيره هوندا آهن. هي ڍنڍن ۾ ترنڊڙ وڏي سِسي وارين ڪوڏين کي ڏاڍي شـوق سـان کـائيندو آهي. هنن جا سڀ کـان وڏا دشـمن واڳو، ۽ ڪڙل باز آهن. پر هنن جي ٻچن کي ڪانو بہ ڪافي تنگ ڪندا آهن، ڇوتہ ڪانون جو هڪ وڏو تعـداد مکيءَ جي اِنهن ڍنڍن ۾ پڻ پڙاءُ ڪندو رهندو آهي. آکيري جو ڪليل جاءِ تي هجڻ ڪري، هنن جي آنن کي پڻ ڪانون کان خطرو رهندو آهي.

اسان جيئن جيئن اڳتي وڌندا وياسين، پيهوڙين جا ڪجهہ ٻيا جوڙا بہ پاڻيءَ مـٿـان اُڏامندا ۽ لهندا ڏسندا وياسين. مکيءَ جون هي ڍنڍون هن خوبصورت پکيءَ جو اباڻو ديس آهن. هتي نہ فقط هيءُ مستقل طور رهي ٿو، پر آنا ٻچا بہ هت ڪري ٿو. هونهن اِهو ساڳيو پکي، آسٽريليا، انڊيا، افريڪا تائين پڻ ملي ٿو. پاڪستان ۾ هِن جو ديس سنڌ جون ڍنڍون ۽ سارين جي پوکائيءَ وارا علائقا آهن. پر پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان تائين بہ هيءُ هجرت ڪندو ڇڱندو رهي ٿو. مکيءَ واري علائقي ۾ هن جو سڀ کان وڏو مرڪز چوٽيـاريون ڊيم ۾ ايندڙ ڍنڍون ٿي آهن. انهن جي ٻڌي وڃڻ کان پوءِ هيءُ ويچارو هجرت ڪري اُنهن ڍنڍن ۾ وڃي پنهنجو پڙاءُ ڪندو، جتي ڪـيس پاڻيءَ جي سطح مٿان توڙي اندر جهجهو گاهہ نظر ايندو.

# سائيبيريا کان سانگھڙيءَ تائين



# سائيبيريا کان سانگراڙي تائين



لاکي ڍاجين پکين جي اڏام جو هڪ دلفريب منظر. چند سال اڳ اهي مکيءَ جي ڍنڍن ۾ لهندا هئا. پر اڻاڌڻ شڪار ڪري رسامو ڪري ويا آهن.

جيئن ئي اُتر قطب ويجهو واقع مُلڪ سائيبيريا ۾ برف باري ٿيڻ شروع ٿئي ٿي، اتان جي ڍنڍن ۽ ميداني علائقن جا پکي هجرت ڪري ست مختلف هوائي رستا ڏئي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچن ٿا. اسان جي ملڪ پاڪستان ۾، اهي پکي اندس فلاءِ وي (Indus flyway) ذريعي داخل ٿين ٿا، جيڪو افغانستان وٽان ٻن الڳ الڳ رستن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. اندس فلاءِ وي ذريعي هجرت ڪندڙ پکي سائيبيريا مان اُڏامڻ کان پوءِ سڀ کان پهريان قزاقستان جي ڍنڍن ۽ آبگاهن ۾ پنهنجو مختصر قيام ڪن ٿا. اُتان هڪڙا افغانستان واري رستي هندوڪش ۽ قراقرم وارن سلسلن وچان اُڏامندا، اُنهن کي پار ڪندا، اچي سنڌو درياءَ جو پيٽ وٺن ٿا ۽ ٻيا افغانستان وٽان ايران ڏانهن مڙي وڃن ٿا، جتان کان ڦري هو وري بلوچستان وٽان پاڪستان ۾ داخل ٿين ٿا.

پاڻيءَ جا پکي گهڻو ڪري رات جي وقت سفر ڪن ٿا. جڏهن ته ڏينهن جو پاڻيءَ جي چرن، ڍنڍن يا ڍبن وغيره ۾ قيام ڪن ٿا. اوپرندي ناري ۽ اُن جي ٻنهي ڪنارن سان ڦهليل ڍنڍون ۽ آبگاهون، جيئن ته سنڌو درياءَ جي ٽي ماحول جو هڪ حصو آهن، تنهن ڪري جيڪي پکي اُن مٿان سفر ڪري ملڪ جي مختلف حصن ۾ پهچن ٿا، تن جو ڪافي تعداد مُهراڻي ۽ مکيءَ جي ڍنڍن ۾ پڻ قيام ڪري ٿو.ناري جي آس پاس، مکي ۽ مهراڻي جي علائقن ۾، پکين جي حوالي سان چار پنج ڍنڍون سڀ کان وڌيڪ اهم آهن. انهن مان ڏوگريون ۽ کهڪارو، اٽپار، نونگهڻون، سانگراڙو، پيڙل، رتڙائو، ڪنڙي، پنيهل ۽ راهب واري سمر مشهور آهن. انهن ڍنڍن ۽ آبگاهن ڪانسواءِ چوٽياريون وارا ڍبا ۽ سانگراڙي وارا ڍبا پڻ انهن پکين جي چوڳي جا مرڪز بڻجن ٿا. هتان جي ڍنڍن ۽ آبگاهن جون ٻه مکيه خاصيتون نهايت اهم ۽ غور طلب آهن. ناري جي کاٻي ڪناري سان ڪافي ڍنڍون اهڙيون آهن، جن ۾ پاڻيءَ جو ٻنهه جهجهو مقدار سدائين موجود رهي ٿو. هي ڍنڍون سياري ۾ هڪ ننڍڙي ڊنم جو ڪم ڏين ٿيون. هنن ۾ پاڻي تمام گهرائي تائين هيٺ ٽيندو آهي. هنن ڍنڍن مان ٻڪار، صدوري، گانگهري، ڦُليل، محمودو، ونهيل واري، اچڙي، ٻڊريو، ڪاٺل، بانڪيل، ڏيٿي جي، ماڙين واري وغيره قابل ذڪر آهن.

سنڌو درياءَ کان پکي ناري جو ڪنارو يا پيٺ ڏيئي، اُڏامندا، سڌو اچي اِنهن ڍنڍن ۾ پڙاءُ ڪن ٿا. سڀ کان پهريان پکي ننڍي پاڻيءَ وارين ڍنڍن يا آبگاهن ۾ لهن ٿا. جتان ڪان چڱي ڍؤ ڪري وڏي پاڻيءَ وارين ڍنڍن ۾ پهچن ٿا. هتي ڍنڍن ۾ پهچڻ کان پوءِ پکين جي هڪ خاص نفسيات جڙي وي ٿي، جنهن مطابق رات جو هو ننڍي پاڻيءَ وارين ڍنڍن ۾ چوڳو ڪن ٿا ۽ صبح جو سوير اُڏامي وڏي پاڻي ۽ اُچ وارين ڍنڍن ۾ وڃي لهن ٿا. جنان ڪان پري پري تائين شڪارين توڙي ٻي ڪڙ تي آسانيءَ سان نظر رکي سگهن ٿا. مکي يا ناري وارين ڍنڍن تي شڪار گهڻو ڪري اُڏامندڙ پکيءَ جو ٿئي و. شڪاري ڍنڍن جي ڪنارن توڙي اُنهن اندر موجود دڙن يا خُشڪيءَ جي ٻٽن تي وڃي ويهن ٿا ۽ پوءِ هڪڙو نڪاءُ ڪري ٿو ۽ ٻيا اُڏامندڙ پکين کي ٻهي چٽين ٿا. پکين جي عادت ٿئي ٿي ته اُڏامڻ کان پوءِ هڪ ٻه لامارا ضرور ين ٿا. جنهن ڪري گولائيءَ ۾ بيٺل شڪاري کين ڪنيي ونن ٿا. هنن ڍنڍن ي وڏ ۾ وڏ چيڪلو (جنهن کي هتان جا ماڻهو "چاڙهو" ٻه سڏين ٿا)، ي، ڊڳوش، هنجر، ڪنيو يا ڪانياهو ۽ اچڙو شڪار ٿين ٿا. ٻهاڙن، ڦرائن، راندن، رتنبي، نيرڳ وغيره جو شڪار تمام گهٽ ٿئي ٿو. ان جو سبب

هيءَ آهي ته هڪ ته هي تمام گهڻت تعداد ۾ هت اچن ٿا، ۽ جي اچن به ٿا ته هڪ اڌ ٽڪاءُ ڪان پوءِ ڪٿي آسمان جهلين ٿا. تاهم آين ته وڃي بيءَ ڏورانهين آبگاهه وسائيندا. ڪجهه سال اڳ تائين ته هنن ڍنڍن ۾ هنجن، لاڪي ڄاڃين ۽ پيڻن جون به ٽوليون پڙاءُ ڪنديون هيون، پر هاڻ اهي پکي ورلي ڪو پيرو پچين ٿا.

هتان جي ڍنڍن ۾ پکي پندرنهن آگسٽ کان پهچڻ شروع ٿين ٿا. سڀ کان پهريان هت چيڪلا (Teals) پهچن ٿا، ۽ انهن سان گڏ ڳيٽا (Shovellers) پڻ ننڍين ننڍين ٽولين ۾ اچڻ شروع ڪن ٿا. هي پکي پندرهين آگسٽ کان پندرهين آڪٽوبر تائين پهچي وڃن ٿا. انهن کان پوءِ ڊگوش (Marbal ducks and Pintails)، آڙيون (Coot) پُهچڻ شروع ڪن ٿيون. بعد ۾ ٿورانڌا (common Pochards)، ٻُهاڙون (Gad Walls)، ڦراٽا (Wigeons)، رونهارا (Tufted Ducks)، رتنبا (Red-crested Pochards) ۽ نيرڳ (Mallards) ظاهر ٿين ٿا. مٿيان سڀ پکي پندرهين آڪٽوبر تائين ڍنڍن ۾ پهچي وڃن ٿا. هنجر (Spotbill)، ٻُرٽون ۽ اڇڙو، جو ته مقامي ٿي چُڪا آهن، انڪري پندرهين نومبر کان ايندڙ سال جي آگسٽ تائين انهن ڍنڍن ۾ موجود رهن ٿا. وچ وارا به ادائي مهينا ڪيڏانهن نڪري وڃن ٿا، پر وڃڻ جو رستو ڏکڻ طرف ٻڌايو وڃي ٿو. هنن مقامي پکين جي انهيءَ هجرت واري عرصي جو ڪو خاص سبب اڃا تائين هٿ نه آيو آهي. چوته سائيبيريائي پکي جڏهن هت اچڻ شروع ڪن ٿا، ته هي هتان کان پندرهن ڏينهن اڳ ۾ ئي روانا ٿي وڃن ٿا. هيءَ ٽيئي پکي آنا ۽ ٻچا هت ڪن. آڙين جو ڪجهه تعداد پڻ هت رهي پوي ٿو، جيڪو پڻ آنا ٻچا هت ڪري ٿو. مکي ۽ مُهرائي جي ڍنڍن ۾ سڀ کان آخر ۾ چيهه (Lesser whistling Teal) پهچي ٿو. هيءَ پنجويهه جنوريءَ کان پنجويهه فيبروريءَ تائين پهچي وڃي ٿو. چيهه لاءِ به خفتين جو چوڻ آهي ته ٻچا هت ڪري ٿو. باقي ٻيا پکي لڳ ڪري، ٻُور پچائي (آني ڪري)، واپس هليا وڃن ٿا. سيني پکين کان پهرين هتان نيرڳ اڏامي ٿو، جيڪو پندرهين فيبروريءَ کان پندرهين مارچ تائين هي ڍنڍون خالي ڪري هليو وڃي ٿو. باقي ٻيا پکي هي ڍنڍون ۽ آبگاهون ڏهه اپريل تائين مڪمل خالي ڪري هليا وڃن ٿا.

ناري يا مُهرائي جي ڍنڍن مان سانگراڙو، جتي ڏوگريون کان پوءِ آڙين جو هڪ تمام وڏو تعداد چوڳو ڪري ٿو، عالمي معيار جي آبگاهه (Wetland) آهي. ان کان سواءِ اتپار ۽ ٽونگهٽون به اهم ڍنڍون آهن، جتي پڻ تمام گهڻي تعداد ۾ پکي لهن ٿا. جڏهن ته ڏوگريون ۽ کهڪارو، نارا

ريمادِلنگ (بختاور ڪينال) ڪري سُڪائي ٽوٽ ڪيون ويون آهن.

هن علائقي جي بدقسمتي اِها آهي ته هِتي شڪار ڪرڻ لاءِ ڪي به اصولَ ڪونهن. جنهن جي هٿ ۾ بندوق آهي، سو پنهنجي ليکي ٺي شڪاري آهي. نه ڪيس ڪانيري جي تميز آهي نه وري ڪُنپي جي. همراهه جي هٿ ۾ بندوق آهي ته پوءِ نڪاءُ ضرور ڪندو. شڪار ڪاتو ڏڙا ڏڙ اجازت ناما جاري ڪندو رهي ٿو. جيڪو هزار روپيه ڪٽي اچي، سو پرمٽ جو مالڪ آهي. هاڻ اها في ڇهه هزار روپيا ڪئي ويئي آهي. پکين جي رسڻ ڪان اڳ ئي همراهه ڍنڍن جا چڪر ڪاٽيندا رهن ٿا. ان ڪري پکين جو هڪ تمام وڏو تعداد نارو ڪينال يا منڙائو واهه ڏيئي بدين جي ساحلي علائقن وارين ڍنڍن جهڙوڪ، ميهرو، پٽيجي، چولري، سيرائي ۽ شڪور ڍنڍن ڏانهن روانو ٿي وڃي ٿو. اُتان پوءِ پارت جي راجستان ۽ گجرات وارن علائقن جي ڍنڍن تائين پڻ پهچي ٿو، جتي ڪيس مڪمل تحفظ مليل اُهي. اري ۽ مڪيءَ جي ڍنڍن ۾ شڪار جي مارا ماري ڪري رتنبو ڪافي سالن ائين غائب ٿي ويو هو. پر هاڻ ٻه سال ٿيا آهن جو وري اچڻ شروع ڪيو س. هڪ سروي مطابق هِتي ستر واري ڏهاڪي جي ڇوٽين پتيءَ جيترا کي به نه ٿا لهن. وڏو پکي ته ماڳهين جوءِ ئي ڇڏي ويو آهي. ﺮ حڪومت ۽ قامي ماڻهو جيڪڏهن پنهنجين حدن وارين ڍنڍن ۽ آبگاهن تي سختيءَ سان ک ڪن ۽ ياريون باشيون نه ملهائين، ته مستقبل ۾ اسان جو نئون [illegible] ڪ دفعو وري اُهي خوبصورت پکي ڏسي سگهندو، جيڪي اسان جي روين عملن سبب رُسامو ڪري هليا ويا آهن.



# چارٽ - 1

## مکيءَ جي ڍنڍن ۾ پڙاءُ ڪندڙ ڏيهي ۽ پرڏيهي پکين جو تفصيل

| نمبر | پکين جا نالا يا قسم | ڏيهي/پرڏيهي | اچڻ جي مند يا مهينو | واپسيءَ جي مند يا مهينو | لڳ جي موسم يا مهينو | آنا لاهڻ جي مند يا مهينو | آنن جو تعداد | ٻچا اوڀارڻ ۽ اڏارڻ وڃڻ جي مند | اچڻ جو روٽ | وڃڻ جو روٽ |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | چيڪلا (چار قسم) | پرڏيهي | 15 آگسٽ کان 15 آڪٽوبر | 1 مارچ کان 10 اپريل تائين | 15 جنوري کان 1 مارچ تائين | | | - | نارو ڪينال | نارو ڪينال |
| 2 | ڳيڙو | پرڏيهي | 15 آگسٽ کان 15 آڪٽوبر | 1 مارچ کان 10 اپريل تائين | 15 جنوري کان 1 مارچ تائين | | - | - | نارو ڪينال | نارو ڪينال |
| 3 | ڊگوش (ٻه قسم) | پرڏيهي | 25 آگسٽ کان 15 آڪٽوبر | 1 مارچ کان 10 اپريل تائين | 15 جنوري کان 1 مارچ | | - | - | نارو ڪينال | نارو ڪينال |
| 4 | آڙي | پرڏيهي/رول | 1 سيپٽمبر کان 15 آڪٽوبر | 20 اپريل کان 1 مئي | 15 فيبروريءَ کان 1 اپريل | | - | - | نارو ڪينال | نارو ڪينال |
| 5 | ٽورانڊو | پرڏيهي | 7 سيپٽمبر کان 15 آڪٽوبر | 1 مارچ کان 10 اپريل | 15 جنوريءَ کان 1 مارچ | | - | - | نارو ڪينال | نارو ڪينال |
| 6 | ڀهاڙ (ٻه قسم) | پرڏيهي | = | = | = | | - | - | نارو ڪينال | نارو ڪينال |
| 7 | ڦراڙو (سيٽون هنڌن) | پرڏيهي | = | | = | آنا اصل | - | - | نارو ڪينال | نارو ڪينال |
| 8 | رونهارو | پرڏيهي | = | = | = | وطن ۾ | - | - | نارو ڪينال | نارو ڪينال |
| 9 | رتبو | پرڏيهي | = | = | = | اهين ٿا | - | - | نارو ڪينال | نارو ڪينال |
| 10 | نرڳ | پرڏيهي | = | 15 فيبروريءَ کان 15 مارچ | 1 جنوريءَ کان 15 فيبروري | | - | - | نارو ڪينال | نارو ڪينال |
| 11 | هنج | پرڏيهي | = | 1 مارچ کان 10 اپريل | 15 جنوري کان 1 مارچ | | - | - | نارو ڪينال | درياءِ سنڌ/نارو |
| 12 | لاڪي چلجن | پرڏيهي/ڏيهي | = | مئي کان اڳ. ٻر ڪافي تعداد ۾ رهي ٿو پوي ٿو (ساحلي علائقن ۾) | 15 فيبروري کان 1 اپريل | | - | - | نارو ڪينال | .. |
| 13 | ٻيڻ | پرڏيهي/ڏيهي | = | = | = | | - | - | نارو ڪينال | = |
| 14 | ڪُنيو | پرڏيهي/ڏيهي | = | = | = | | - | - | = | = |
| 15 | هنجر | ڏيهي | 15 نومبر کان 15 ڊسمبر | ٻئي سال آگسٽ ۾ (ٿوري عرصي لاءِ) | 1 مارچ کان 1 اپريل | 1 اپريل کان 1 مئي | 8 کان 12 + | آگسٽ | نامعلوم | نارو (ڏکڻ طرف) |
| 16 | ٻڻو | ڏيهي | = | = | = | = | = | = | = | = |
| 17 | ليڙو | ڏيهي | = | = | = | = | = | = | = | = |
| 18 | ڄيھ | ڏيهي/ رول | 25 جنوريءَ کان 25 فيبروري | = | = | = | = | = | = | = |

# پڪسريءَ جو سير



هاٿوڪي پڪسريءَ جو هڪ منظر، جتان ڪان منڙائو ۽ ڪپرو واه نڪرن ٿا.

آگسٽ ١٩٩٩ع جي ويهين يا ايڪيهين تاريخ هُئي. عبدالله، پير بخش، صالح ۽ مان، سانگهڙ ڪان پڪسريءَ طرف گهمڻ لاءِ نڪتاسين. سانگهڙ ڪان پڪسري ١١ ڪن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي واقع آهي. هن جاءِ کي "مکي ويئر" يا پڪسري ريليوليٽر به سڏيو ويندو آهي. اڳي اتان نارو ڇڙيو يعني بنا رنڊ روڪ جي وهندو هو. پوءِ انگريزن ١٩١٨ع کان ١٩٢٦ع واري واهن واري اسڪيم تحت هتي ريگوليٽر قائم ڪيو، جنهن جي ڪري هتان ٽي واهه کوٽي ڪڍيائون، جيڪي اڄ بان واهه، ڪپرو واهه ۽ ڊوري جي نالي سان سڏجن ٿا. ڊورو جيتوڻيڪ مڪمل واهه ته نه هو، پر پڪسريءَ کان شروع ٿي وڃي ناري جي اُن حصي سان ملندو هو، جتان اڳي سائو نارو اچي سائنس گڏبو هو. ڪنهن زماني ۾ هيءَ جاءِ مکي ٻيلي جو وچ سڏبي هُئي. جنهن لاءِ محترم ولي داد ولي پنهنجون حُر تحريڪ واري دؤر جون ساروڻيون ساربندي لکي ٿو ته: "اسان جڏهن ٻاڪوڙي ۾

اچي ڪئمپ ڪئي سين، تہ بان واهہ جي موريءَ ڪان اتر طرف بند سان سَرہ جو تمام گهاٽو ۽ خوفناڪ ٻيلو ڏٺوسين، جتان ڪان لنگهندي دل ڀئي ڏڪندي هُئي، ڇوتہ حُر ٻيلي مان اوچتو ظاهر ٿي فوجين تي حملو ڪري وري غائب ٿي ويندا هُئا.“ اڳتي هلي هو چئي ٿو تہ ڪيڪسري مڪي نالي ڍنڍ ڏي ايندڙ ويندڙ سيڪي رستن جو سنڌو هئي. هيءَ اُها جاءِ هُئي، جتي چئني طرفن جا رستا اچي هڪ ٻئي سان گڏبا هئا.

اها ڳالهہ ۱۹۳۰ع کان ۱۹۴۷ع جي وچ‌ڌاري جي آهي، پر ڪيڪسري اج بہ اُنهي حالت ۾ موجود آهي. جيڪڏهن ڪا تبديلي آئي آهي، تہ اُها آهي وڻن جي وڏي وڍڻ جي ۽ ٻيلي جي ختم ٿي وڃڻ جي. اُهي سرينهن، اُهي ٽالهيون، اُهي گدامڙيءَ جا وڻ، اُهي ليسوڙا، اُهي ٻير، اُهي نمون، اُهي آسري لوا، اُهي ٻهڻ، اُهي ڪنڊا ۽ ٻيا سهڻا وڻ، جيڪي ولي داد ولي حُر تحريڪ دوران ڏنا هُئا، سي دونهين جي شڪل وٺي هوا ۾ اُڏامي ويا. پر اُنهن جون نشانيون (ڪي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا وڻ) اج بہ موجود آهن. سر، ٻن ۽ لئيءَ جو گڏيل ٻيلو اج بہ ڪنهن حد تائين پراڻي ياد تازي ڪري وجهي ٿو، جنهن مان رکي رکي مينهن ۽ ڳئن جي چڙن جا سُريلا آواز پاڻي ۽ ماحول جي خاموشيءَ ۾ اج بہ گونجندا رهن ٿا. ان ڪري ڪيڪسري اسان جهڙن فطرت پسندن لاءِ روح جي غذا جي حيثيت رکي ٿي. ڇوتہ نارو بہ جمڙائو هيڊ کان پوءِ اچي اتي ٿورڙو ساهي پٽي ٿو ۽ ان کان پوءِ مختلف واهن جي شڪل وٺي، سنڌ جي مختلف شهرن جون ٻنيون آباد ڪندو، سمنڊ کان اڳ ئي ختم ٿي وڃي ٿو.

اسان جو هيءُ مختصر سفر جيتوڻيڪ ايڏو يادگار تہ ڪونهي، پر پوءِ بہ منجهس ڪا اهڙي ڳالهہ آهي، جنهن لاءِ سفر کان اڳ ماحول جي حقيقي منظر ڪشي پيش ڪرڻ ضروري ڄاتم.

سانگهڙ کان ڪپرو موري ڇهن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي آهي. موٽر سائيڪلن تي سفر ڪندي اسان کي وڌ ۾ وڌ اڌ ڪلاڪ کن لڳو هوندو. اُتان ڪيڪسري پنج ڪلوميٽر مس آهي. مون دل ئي دل ۾ ڪوبهہ ڪيو تہ ڪپري واهہ جي بند سان سرينهن ۽ ٽالهين جي وڻن تي وينل ڪانڪٽن، ڇتوئن، ٽوبن وغيره جو ديدار ضرور ڪبو. مون وٽ پنهنجو ڪئميرا بہ هو ۽ دوست رمضان راهيءَ کان ورتل دوربين بہ. ڪپرو موريءَ کان ڪيڪسريءَ لاءِ جڏهن روانا ٿياسون، تہ رستي تي مون کي هڪ سُڪل سرينهن ۾، جنهن جي جسم تي ڪوبہ پن ڪونہ هو، هڪ ڀڪي ڏسڻ ۾ آيو. ڀڪي ڇوتہ اڪيري ۾ وينل هو، ان ڪري مان سڃاڻي نہ سگهيس، پر گاڏي بيهاري دوربين سان

نظارو ڪيوسين تہ معلوم ٿيو اها ڪارڪڇي هُئي، جا آري تي ويٺل هُئي.
مون عبدالله کي چيو، ”گاڏي موڙ.“ – چوتہ اسان ڪافي اڳتي مَٿي آيا
هئاسون. پوءِ جڏهن اُتي پهتاستون تہ مان ڪلهي ۾ ڪئمرا لٽڪائي وڻ تي
چڙهي ويس. وڻ ذري گهٽ نوڙهو هو. هڪ تہ سجو وڏيل هو، ٻيو وري
جيڪو رهيل هو، سو سُڪي، ٻارڻ بنجي ويو هو. جنهن ڏار تي پکيءَ جو
آکيرو هو، سو واهہ جي وهڪري جي بلڪل مٿان هو. مان آهستي آهستي
پير سهائيندو، قدم کڻندو، ڏار جي اُن حصي تي وڃي ٻيهي رهيس، جتان
ڪان اڳتي وڌڻ انتهائي مشڪل هو. جنهن سُڪل ٽاريءَ کي سهارو سمجهي
هٿ ٿي وڌم، سا ”ترڪ“ ڪري ٽٽي ٿي پيئي. هيٺان واهہ جو وهڪرو
خطرناڪ حد تائين تيز هو. پنيان عبدالله جي رڙ پئي تہ، ”خيال ڪجانءِ!“
نيٺ ڏار مٿان ٻانهڙا ڏيندو ڏيندو وڃي آکيري مٿان ٻيٺم. ڪئميرا ڪڍي
سڌو ڪيم، پير ڏکڻ لڳا. ڏاڍي مشڪل سان جهاتي پائي ڏٺم تہ ٻہ بيضا
ڏسڻ ۾ آيا. پوءِ ڪئميرا آکيري مٿان جهلي ”ٽڪ“ تي ٻہ ٽي فوٽا ڪڍيم.
ڪارڪڇي، جا ٿوري دير اڳ ٽرانڪندي وڃي ٻرئين پر هڪ ٻيہ يءَ تي
ويٺي هُئي، هاڻ اُڏامي اچي پر واري سرينهن تي ويٺي، مان جيئن جيئن اُتان
هيٺ لهڻ لڳس، تہ هوءَ ٽرانڪڻ لڳي. سندس آواز ”ترِڪَ نريئَہ“ ۾ ”ي“
جو آواز ڪافي ڊگهو محسوس ٿي ٿيو. جڻ تہ چوندي هجي ”ترِڪَ ترِيئَہ“
جنهن مهل ٻولي ٿي ڪيائين تہ پنهنجي ڊگهي ۽ ٻِسانگيءَ واري پُڇ کي هيٺ
مٿي ٿي لوڏيائين.

سنڌ ۾ ڪارڪڇي عام جام آهي. اِها گهڻو ڪري هر جاءِ تي ڏسڻ
۾ اچي ٿي. خاص ڪري ٻنبوءَ جي تارن تي. نہ تہ هر ڳوٺ هر گام اِهو پکي
حاضر آهي. صبح سويرو اُٿي ٻولي ڪندو آهي ۽ هاري گهڻو ڪري
ڪارڪڇيءَ جي ٻولي ٻُڌي هرن لاءِ اُسهندا آهن. جيئن ڪُڪڙ اسر جو دس
هڻن، تيئن هيءَ بہ پنهنجي خوبصورت ٻوليءَ سان پرهہ ڦٽيءَ جو هوڪو ٿي
ڏئي. پر ڪڏهن ڪڏهن هن کي رات جو بيگاهہ وقت ۾ بہ ٻوليندي ٻڌو ويو
آهي. اڳ جڏهن مان ڳوٺ رهندو هوس، ۽ اِن پکيءَ کي شام اوندهہ ٿهلجڻ
تائين ٻولي ڪندي ٻُڌندو هوس، تہ سوچيندو هوس، ”هاڻ ڪهڙي ويڌن
اٿس؟“ ڪارڪڇيءَ کي انگريزي ۾ Black Drongo سڏيو ويندو آهي.
هتي مکيءَ ۾ مون سندس هڪڙوئي قسم ڏٺو. هن جو پُڇ چوٽيءَ ڪان
انگريزيءَ جي حرف ”وي“ جهڙو ٿي لڳو. هن جو هڪ ٻيو قسم ريڪيٽ
جهڙي پُڇ واري ڪارڪڇي آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ Racket tailed
Drongo جي نالي سان سڏجي ٿو. چوتہ سندس پُڇ جي ٻاهرين ڇيڙن وارا

۾ ڪنب ڍڳها ۽ ٻاهر نڪتل هوندا اٿس. هي ٻئي قسم رنگ ۾ بلڪل ڪارا هوندا آهن. اينري قدر جو بعضي سنڌن ڳاڙهيون اکيون به نظر نه اينديون آهن.

مان جيئن ئي وڻ ڪان هيٺ لهي آيس ته ڪارڪٽڇي به اڏامي سرينهن تي اچي ويٺي. جڏهن اڏامي ٿي ته هوا ۾ هيٺ مٿي ٿي ٿي. ائين ٿي لڳو، ڄڻ ته هوا جي ڇولين مٿان جُهلندي هُجي.

چون ٿا ته ڪُتي جيئن ڪارڪٽڇي به وفادار ٿيندي آهي. مون ڪڏهن به ڪنهن کي سندس ٻچا پاليندي نه ڏٺا آهن. پر "Wild life of India" جو ليکڪ E.P.GEE پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته هُن جڏهن ربڪيت جهڙي ٻچ واري ڪارڪٽڇيءَ جو ٻچو پاليو ته اهو ڏاڍو وفادار نڪتو. ليکڪ جيڏانهن به ويندو هو، اُهو اوڏانهن ساڻس اُڏامندو هلندو هو. ائين ميلن جا ميل ڳڏ سفر ڪندو رهندو هو، پوءِ واپس بنگلي تي موٽي به ايندو هو.



اصلي پڪسريءَ واري ديوار. جيڪا تازو ڪوٽي ڪئي وئي آهي. چيو وڃي ٿو ته ناري کي ڇاپ ڏيڻ لاءِ انگريزن اها ديوار ڏياري هئي.

ڪارڪٽڇي سياڳو پکي آهي. ائين جيئن اسان جي ثقافت ۾ ڪانءُ سياڳو پکي آهي. هيءَ وڻن تي آکيرو ناهيندو آهي ۽ آکيري جي وڻت ڪاري جيئن پکي ۽ شاندار هوندي اٿس. آنن جي موسم اپريل کان سيپٽمبر اٿس. گهڻو ڪري به ٽي سور آنن جا لاهيندي آهي ۽ هيءَ پنهنجي هڪڙي پور ۾ چار آنا لاهيندي آهي. سنڌ آنن مٿان جدا ٽڪا به ٿيندا اٿس. آري جو عرصو

خبر ناهي تہ ڪيترو ٿيندو ائس.

ڪجهہ ڏينهن بعد مون ساڳئي واهہ سان بيٺل هڪ ٻئي سرينهن جي سُڪل تارين ۾ ٿهيل سندس آکيري جا فوٽا ڪڍيا، جنهن ۾ ٿي آنا لاٿل هئا. هُن جي سُڪل تارين ۾ آکيرو ٺاهڻ واري چونڊ منهنجي لاءِ اچان بہ ڳجهہ ٻٽيل آهي.

ڪارڪٽيءَ کي اوهان رڍن، ٻڪرين، ڍڳين ۽ مينهن جي پٺن تي سفر ڪندي ضرور ڏٺو هوندو. ڇوٽہ مال تي ڳڏ ٿيل مکيون، مڇر، جيت ۽ چارو سندس شڪار ۾ شامل آهن. ڪٿي باهہ لڳل هجي يا هاري هر ڪاهيندو هجي، ڪارڪٽيءَ اوهان کي اُتي بہ لامارا ڏيندي نظر ايندي. سندس مار جيت جتامن تي ٿي هوندي آهي.

ڪپري واهہ جا بند هجن يا منزائو واهہ جون ٽالهيون، ناري جي پينتل هجي يا جمڙائو جون ڪنديون، هُد هُد، ڪانڪُٺا، ٽوبا، چتون ۽ ڪجهہ ٻيا پکي اوهان کي ضرور ڏسڻ ۾ ايندا. اها ڪافي حيرت جي ڳالهہ هُئي جو، هن ڀيري مون کي هُد هُد مڪمل طرح غائب لڳو. نہ تہ اڳي جڏهن بہ اَيڏانهن گهمڻ جي شوق سان ويندا هئاسين، تہ هُد هُد جون جوڙيون وڻن جي ڇانوَ هيٺ چُڳندي ڏسندا هئاسين. اِن مان لڳي ٿو تہ هُد هُد اِن موسم ۾ ڪيڏانهن هجرت ڪري ويجي ٿو.

پکسري پهچڻ تي اسان جو استقبال نهايت ئي منڙي ۽ سُريلي آواز سان ٿيو. اِهو آواز شاعرن جي من پسند پکي ڪوئل جو هو. مون هڪ گهاٽي ۽ ساٽي ٻير ۾ جهاتي پائي ڏٺو تہ ٻچاري ڪوئل سڄو زور لڳايو پنهنجو گيت ٻڌائي رهي هُئي. ٻير اوچو هو ۽ مون وٽ ٽيلي لينس بہ نہ هئا، تنهن ڪري سندس فوٽو ڪڍي نہ سگهيس.

پکسري، جيئن تہ مان اڳ ۾ بيان ڪري چڪو آهيان، اُها جاءِ آهي، جتان نارو ٽن واهن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. اسان ڇوٽہ ڪپرو واهہ ڏيئي آيا هئاسين، ان ڪري اُن جي موريءَ جي منڍ تي ئي ٽالهين جي ٿڌي ڇانهن هيٺ ويهي رهياسين. هتان دوربين ذريعي سانگهڙ طرف ڏسڻ سان پادريءَ جي ڳوٺ واري گرجا گهر جو ٽاور سليب سميت نظر آڏو اچي بيهي ٿو. اوپرندي پر نگاهہ ڦيرڻ سان ٻڪار واري پٽڻ واريون هڙيون، جن ۾ هر سال ڪانئيرا ۽ ٻگهہ پنهنجا آکيرا جوڙي ٻچا ڪندا آهن، چٽيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هتان ڪان اُتر ۽ اوپر واري ڪنڊ تي اُهو علائقو آهي، جتي هن وقت ڇوٽياريون ڊيم جو ڪم وڏي زور ۽ شور سان جاري آهي، ۽ اتر ۽ اُولهندي ڪنڊ تي هڪ ڪلو ميٽر جي مفاصلي تي ناري واهہ جي بند جي بلڪل

مٿان هرٽي واري پٽ آهي، جتي سومر جي مياڻ نالي ميربحر قوم جو ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ کي هرٽيءَ وارو ڳوٺ به چيــو ويندو آهي. پر جنهن جاءِ تي اسان پاڻ ويٺا آهيون، اُن جي بيهڪ ڪجهه هِن طريقي سان آهي. اسان ڪپرو موريءَ (يعني پسڪريءَ واري ڪپرو موري) جي ساڄي هٿ تي، ناري جي بند جي اندرين پير، جتي چانهن جي هوٽل جا پراڻا آثار آهن، اتي ويٺا آهيون. اسان جي ساڄي هٿ تي منڙائو واهه (بان واهه) جي موري آهي، جنهن جي ڪاٻي پاسي تي اندرئين پر هڪ پپر جو وڻ بيٺل آهي، جو نهايت ئي شاندار منظر پيش ڪري رهيو آهي. پپر جي سامهون بند جي هُن پر به سنهاڄڻي جا وڻ به بيٺل آهن، جيڪي پڻ بيحد وڻندڙ نظر اچن ٿا. جيتوڻيڪ بند سان گڏ ٿالهين جا وڻ به موجود آهن، پر ناجائز ڪٽائيءَ جي ڪري چڊا ٿي ويا آهن. سياري جي موسم ۾ هِن موريءَ مان نڪرندڙ پاڻيءَ جو آواز سانگهڙ جي آس، پاس وارن ڳوٺن ۾ چٽيءَ طرح سڻائي ڏئي ٿو. جيتوڻيڪ منڙائو جي سطح اڳي ڪان به مٿي ٿي وئي آهي، پر پوءِ به اِهو آواز رات جي سانت ۾ پراڻيون يادون جاڳائي وجهي ٿو. پڪين سرن سان اڏاوت ٿيڻ تي مقامي ماڻهن مٽس پڪسري نالو رکي ڇڏيو. (تازو اِن موريءَ جي سامهون ناري جي پرئين پر ڪوٽائيءَ ۾ هڪ وڏي پڪين سرن واري جَهل نڪتي آهي، جنهن لاءِ گمان اهو آهي ته اِها ئي اصل پڊسري آهي). ان موريءَ کي ڪجهه وقت اڳ تائين پاڻي نڪرڻ واري پاسي کان ڏسبو هو ته وچ تي مستطيل شڪل جو هڪ پٿر نظر ايندو هو، جنهن تي موريءَ جي اڏاوت جو سن ١٩٢٨ع لکيل هو. منڙائو لاءِ چيو وڃي ٿو ته اِهو واهه اڳ ۾ هيرڻ ڍنڍ مان وهي هلندو هو، چوته پڪسري ريگيوليٽر کان اڳ ناري جي پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ ڪو جوڳو بندوبست نه ٿيل هو. ان ڪري پراڻا واهه واهوندا گهٽو ڪري سانگن ۽ ڍنڍن مان پاڻي حاصل ڪندا هئا.

اسان جي ڪاٻي پاسي کان (يعني ڪپري واهه واري موريءَ جي ڪاٻي پاسي کان) نارو ڊورو ڪــوٽيل آهي، جنهن کي الاهي ور وڪڙ ڏيئي وڃي ناري جي اُن حصي سان ملايو ويو آهي، جتان اڳي ڪيس سا ئو ناري ذريعي پاڻي ملندو هو. ناري جي هِن حصي جو وهڪرو بلڪل سست آهي، جنهن ڪري اِهو هر سال ريٽبو رهبو آهي. هِن جو اڳ وارو وهڪرو اڄي واري چنڊڻ وٽان هو، جيڪو چيو وڃي ٿو ته قدرتي هو ۽ جهجهو لٽ ڪٽي وڃي عمر ڪوٽ، نئون ڪوٽ، ڪلوئي ۽ رڻ جا پٽ آباد ڪندو هو (اڄڪلهه هڪ بيو نارو ڪوٽي ڪڍيو ويو آهي، جيڪو ڏوگريون واري پٽ کان سڌو ٽنڊو مٺا خان طرف وڃي ساڳي ناري سان ملندو آهي. هِن ناري جي دروازن

واري- گول چڪري تي Ransomes Rapier Ltd Ipswioh England تحرير ڪيل آهي، جنهن جي وچ تي چٽن اکرن سان 1929ع لکيل آهي. هتان ڪان جڏهن دوربين ذريعي اوير ۽ اتر واري ڪنڌ تي ڏسبو ته سرن ۽ پن جي جهنگ جو نه ڪٽندڙ سلسلو نظر ايندو، جنهن ۾ ڪٿي ڪٿي سرينهن توڙي ٽالهيءَ جا وڏا وڻ پڻ ڏسڻ ۾ ايندا. ان جهنگ جي اندر ڪنهن ڪنهن جاءِ تي اهڙا ته واريا سا پٽ آهن، جو فصل ڪٽي هڻ ته اُن جا انبار لهيو پون. انهن پٽن ۾ جمالي، هنگورا، بهڻ ۽ نظاماڻي ذات جا مقامي پاڳيا آباد آهن، جيڪي مال جي جوءِ تي اڄ به ساهه ڏيندا پيا اچن. انهيءَ علائقي ۾ پير صاحب پاڳاري جي ڪٽ پڻ آهي، جتي ڪاٺ ۽ جهنگلي جيوت جي رک ٿئي ٿي. هِن ئي ڪٽ ۾ ناري واري علائقي جو باقي بچيل ڦاڙهو، جنهن کي مقامي ماڻهو ڪانڙيو چون، رهي ٿو. جهنگ جي پريان صدوري ۽ سيري نالن وارين ڍنڍون آهن، جيڪي جهنگلي جيوت جي تيزيءَ سان نا ياب ٿيندڙ نسلن، خاص ڪري لڌڙن ۽ واڳوئن جون مرڪز بڻايون وڃن ٿيون. انهن ٻنهي ڍنڍن جي آس پاس واري جهنگ ۾ ڪجهه وقت اڳ. ٿائين ڦاڙهن جو ڪجهه تعداد پڻ موجود هو، پر هاڻي خبر ناهي ته اُهو ٻاڻ بچائي سگهيو هوندو يا نه؟ پر جي ڪو ساهه وارو بچيو به هوندو، ته اُهو ايندڙ ڪجهه سالن ۾ چوٽياريون ڊئم جي راڪاس جي ور چڙهي ويندو.

اسان ڪجهه دير ويهي، ساهي پٽي، اڳتي روانا ٿي وياسين. ناري جي پُل ٽپي، جڏهن پرئين پربهتاسين ته چوٽياريون ڊئم جو بند شروع ٿي ويو. اسان کي ايترو اڳتي به نه وڃڻو هو. سو بند تي چڙهي پن ۽ سرن جي سنگم ۾ وچيل اُن قدرتي جهنگ جو نظارو ڪرڻ لڳاسين، جنهن جي ڪا به حد نه هُئي. مان دوربين ڪٽي سامهون نظر ايندڙ پاڻيءَ جي چر مٿان ٻهڪندڙ پبڻ جي گُلن مان لطف اندوز ٿيڻ لڳس، جيڪي ڪير جهڙو لباس اوڍي چمڪي رهيا هئا. اوچتو منهنجي نظر هڪ ڪانهن جي ٻوڙي تي پئي، جنهن جي پرسان بيٺل سرن جي هڪ تيلي تي به ڪبرا توبا ويٺل هُئا، جن کي انگريزيءَ ۾ Pied king fisher چئبو آهي. اِهي سر جي ڪاني تي تيندو ناهيو ويٺا هُئا. سندن سفيد جسم واري پُٺ تي سليٽي رنگ جا پٽا هئا. ٻئي رنگ ملي ڪري ڪين چانديءَ جيئن چمڪائي رهيا هئا.

ناري ۽ اُن جي آس پاس جي ڍنڍن ۾ ٻن قسمن جا توبا ٿين ٿا. هڪ جو رنگ ناسي ۽ نيرو سائو ٿئي ٿو، جڏهن ته ٻئي جو ڏٺر مان مٽي ڪري چڪو آهيان. ٻئي ذري گهٽ ساڳئي قسم جي ٻولي ٻوليندا آهن. گهڻو ڪري وڻ جي ٽاريءَ يا ڪنهن ٽڙ جي تيلي وغيره تان اُڏامڻ مهل "گلو ڦاڙي

رڙيون" ڪندا آهن. سندن ٻوليءَ مان اهو اندازو ٿيندو آهي، جڻ : ڪو
اُڌاري رهيو هجين! ٿوبا گهڻو ڪري اڌَامندي شڪار ڪندا آهن. هو واهه
توڙي اُن مان نڪرندڙ شاخن جي اگهاڙن وهڪرن مٿان اُڏامي، اِهڙيون نه
گُهتون هڻندا آهن، جو هيڪر تہ محسوس ٿيندو آهي "مري ويا" پر جڏهن
پاڻيءَ مان نڪري پاڻ کي ڇنڊي ڦوڪي وري مٿي اُڏامڻ لڳندا آهن تہ سچ
پچ دل کين داد ڏيڻ لڳندي آهي. موت بہ انهي ٿي جبلت سبب ٿيندي اٿن.
گهٽ هڻندي ڪنهن ڪاني، ٻوڙي، ڪناري، ڪنڊن وغيره ۾ وجي لڳندا
آهن. هي ڍنڍن، ڍورن، ڪامن ۽ تلائن مان بہ پنهنجو شڪار ڳولي لهندا آهن.
آنا بہ ڪنارن اندر سوراخ ڪري لاهيندا آهن. جيئن اُنهن کي لوڪڙ ۽ ٻين
جانورن کان محفوظ رکي سگهن. هرهڪ ٻُور ۾ ٽن کان اٺ آنا ٿيندا اٿن.
سندن آکيرا مڇيءَ جي ڪرنگهن جا ٺهيل هوندا اٿن. ٻگهي ۽ سڌي چهنب
هجڻ ڪري مڇي ڳيهڻ ۾ آساني ٿيندي اٿن.

ڪبرن ٿوبن جي چهنب ڪارڙي رنگ تي ۽ نسرن نالي ٿوبن جي
ڳاڙهي رنگ تي ٿيندي آهي. ٻهرين قسم کي سنڌيءَ ۾ "ڪنگر" ۽ ٽئي
قسم کي "دليل" پڻ سڏيو ويندو آهي. دليل جي ڇاتيءَ تي سفيد پٽو پڻ
ٿئي ٿو. ان ڪري انگريزيءَ ۾ ان کي White breasted king fisher
سڏبو آهي.

انهن مڇي مار ٿوبن جو ديدار ڪري جڏهن اسان واپس ٿي رهيا
هئاسون تہ مون پڪسريءَ واري موريءَ کان ڏکڻ اوبر طرف هڪ نظر ڪري
ڏٺو، جتي ماضيءَ ۾ ڏوگريون نالي هڪ بنهہ وڏي ۽ بيحد خوبصورت ڍنڍ
ٺهيل هئي، جيڪا ڏيهي توڙي پرڏيهي پکين جي آماجگاهہ بڻيل هوندي هُئي.
پر افسوس جو ان مان هاڻ بختاور ڪينال ڪوٺي ڪيس هٽ سان سُڪايو ويو
آهي. اها ڍنڍ ٿورو وقت اڳي تائين مکيءَ جي اڪيلي پکين جي سينڪچري
هئي. جنهن جي تباهيءَ تي بقول منهنجي دوست اسحاق مگريو جي تہ هڪ
الڳ ڪيڏارو لکڻ جي ضرورت آهي.



مکيءَ جي ڍنڍن ۽ واهن پرسان رهندڙ مڇي کائيندڙ ننڍڙو پکي ٿوبو

ڏوڪريون ۽ کهڪارو
ٻن لوڪ ڪتائي ڏيندڙن جو الميو



## ڏوگريون ۽ ڪهڪارو

# ٻن لوڪ ڪٿائي ڍنڍن جو الميو



ڏونگريون ۽ ڪهڪارو: ڏوگريون ڍنڍ کي سڪائي ان جي سيني مان مٽي ڪڍي جوتياريون ڏيم جو بند ناهيو پيو وڃي.

[جتي ماڻهو پکين جا ۽ حڪومتون ڍنڍن جون دشمن هجن، اُتي سونهن ۽ زندگي ديواني جي خواب مثل آهي.]

هوئن تہ مکي سڄي پکين سان پيري پئي آهي، پر ڪن علائقن جي تہ ڳالهہ ئي ٻي آهي. مان جڏهن ننڍو هوندو هوس ۽ ڇهون درجو پڙهندو هوس، تہ پنهنجي مرحوم چاچي نور محمد ۽ سؤٽ بهار وارن جي ڪچهرين ۾ جن چئن پنجن ڍنڍن جو ذڪر ٻڌندو هوس، تن ۾ ڏوگريون ۽ ڪهڪارو ضرور شامل هونديون هيون. اهو ذڪر پکين جي حوالي سان ٿيندو هو. چاچي وارن جي گهر روز هنديءَ ۾ هڳاءُ ٿيندو هو، جنهن کي مايون ”ڏپ“ سڏينديون هيون. اهو هڳاءُ پکين جي گوشت جي مخصوص ڪچي ساءُ جو هوندو هو، جوهنڌا ملهڻ جي باوجود بہ منجهن رهجي ويندو هو. مان بہ پيالو

ڪٽي ڪڏهن ڪڏهن سندن در جو سوالي بڻبو هوس. ٻاٺيءَ جي پکي، سرن، ڦاڙهي، ڳيري ۽ سهي جي گوشت جو پوڙ، مون ڀهريون ڀيرو پنهنجي ٻرائي ڳوٺ ۾ ئي کاڌو هو.

ڀهراڙيءَ ۾ رهڻ ڪري قدرتي ماحول ۾ جن پکين کي تمام ويجهو کان ڏسڻ جو موقعو مليو، تن ۾ تتر، جهرڪيون، تتيهر، ٽيٽا، ڪُگ، ڪڳيريون، ننڍا ٽيٽا، ڪنڪٽائيون، هيڙها، ڪارڪٽيون، ملهلا، ڪانئو، ڪبرون، ڪٺا مار، ڳجهون، پاريهر، چندولون، ٻُربلا، چيها، وهيا، ڳيرا، پونتريا، چپاڪا، ٻگهه، هُدهد، ڪانڪُٺا، سانهون، ڪُڪڙات وغيره شامل هوندا هئا. جهنگ ۽ ٻاٺيءَ جي پير ۾ رهڻ وارن پکين ۾ جهنگ ڪڪڙ، ڳڳهه پکي، ڪينٽاني، ڪهنگ، ڪاهو وغيره ڏسڻ جو اتفاق پڻ ٿيندو هو.

پکين جي لسٽ تہ تمام ڊگهي آهي ۽ هيءُ خطو بہ انهن سان مالا مال آهي، پر مان ڳالهہ ڪرڻ پيو چاهيان انهن ٻن تاريخي ڍنڍن جي، جن جا نالا مکيءَ ۾ پکين جو تورڙو شوق رکندڙن جي زبان تي بہ هر وقت پيا گونجندا هئا. آخر ڪهڙي ڳالهہ هئي جو هر شڪاري ڏوگريون ۽ کهڪاري جو ذڪر پنهنجي شڪار جي ڳالهين ۾ لوڪ داستانن جيئن ڪندو هو؟

ڳچ عرصو اڳي اتي ڪجهہ بہ ڪونہ هو. رڳو پٽ ئي پٽ پيل هو. ان پٽ ۾ بہ ٽي پٽون هيون، جن مان ڏوگرن مستقل وسندڙ پٽ هئي. جڏهن انگريزن، ناري کي پڪسريءَ وٽان ٻن واهن ۾ وهائڻ شروع ڪيو تہ خود ناري جي ساڄي ۽ انهن مان هڪ جي کاٻي ڪناري سان انهيءَ پٽ ۾ آهستي آهستي سم وڌڻ شروع ٿي. ڀهريان پڪسريءَ کان ٻڪار تائين پاڻي فقط ڪجهہ ڍٻن تائين محدود رهيو، پر بعد ۾ اهو وڌي ٻڪار ۽ پڪسريءَ واري ڪچ ۾ واقع ڏوگريون، کهڪارو ۽ رُتل واري پٽ تائين پهچي ويو. پاڻي وڌڻ سان ان ۾ گاهہ ۽ گند پڻ وڌيو. اهو پاڻي آهستي آهستي وڌندو ٻن وڏين ڍنڍن جي شڪل اختيار ڪري ويو. اهي ڍنڍون پوءِ ڏوگريون ۽ کهڪارو جي نالي سان مشهور ٿيون. انان جي مقامي رهواسين، جڏهن اتي ٻنيون پوکڻ شروع ڪيون، تہ انهن سم کي روڪڻ لاءِ ڏوگريون وٽان هڪ سگهي ڪُڙ يا بند ڏياريو. ان کان پوءِ بہ ڪڏهن ڪڏهن پاڻي ايترو تہ وڌي ويندو هو، جو ان علائقي ۾ ساهڙ پير نالي هڪ بزرگ جي مزار کي اچي ڇهندو هو. اها مزار ٻڪار واري پٽڻ سامهون ڪافي اوچي جاءِ تي واقع آهي.

ٻاٺيءَ جي آبگاهہ بڻجڻ ڪانپوءِ انهن ڍنڍن ۾ ڀهريان مڇي ٿي ۽ پوءِ پکي پهتا. جن پٽن تي اهي ڍنڍون وجود ۾ آيون، سي سامور وارن جوٽيجن ۽ ڏوگريون وارن سيدن جي ملڪيت هئا. ڪجهہ پٽا ڪن ٻين مقامي ماڻهن جي

نالن سان پڻ هئا. مکيءَ جي ٻين ڊنڊن جي بنسبت هن ڊنڊن ۾ ننڍو پاڻي هوندو هو، ان ڪري پاڻيءَ جا پکي آسانيءَ سان ان ۾ چوڳو ڪري سگهندا هئا. پکين جي تعداد کي وڌائڻ خاطر مرحوم ڪريم داد خان جوڻيجي، انهن ٻنهي ڊنڊن ۾ 73-1972 ڌاري پنجاهه مڻ ڪن ساريون ڇٽرايون. پوءِ هڪ دفعو جيڪو به پکي آيو، سو موٽي نه ويو. پکين جي ڪِڙ ڏسي آس پاس جي ڊنڊن کان به پکي اچڻ شروع ٿيا، ۽ ڏسندي ئي ڏسندي سڄي ڏوگريون ڊنڍ پکين سان پرجي وئي. شڪارين کان بچائڻ لاءِ ڪريم داد خان پاڻ ان تي رک ڪرائي. ان زماني ۾ ڄام صادق علي خان جو دٻدٻو ملڪان ملڪ مشهور هوندو هو. مرحوم ڪريم داد خان سندس پڳ مٽ يار هو. جيتوڻيڪ سامور وارا جوڻيجا خود اثر رسوخ وارا ماڻهو هئا. سندن ماڙيون اڃا به بڪار ڊنڍ ۾ موجود آهن، پر پٽي جي حڪومت دوران ڪريم داد وارن جي طاقت اڃا به وڌي وئي هئي. 1973ع ڌاري ڪريم داد خان جوڻيجو حڪومت سنڌ کان ڏوگريون کي "گيم سينڪچري" ڪرائي آيو. پر ڊنڍ هيٺ آيل زمين جي مالڪن طرفان ڪورٽ ۾ داڻهڻ تي اها "گيم سينڪچري" ڇهن مهينن اندر رد ٿي وئي. پوءِ به، جو ته جوڻيجن جي به ڪافي زمين ان ڊنڍ هيٺ آيل هئي، مرحوم ڪريم داد جو قبضو ۽ رک ڪافي سالن تائين جاري رهي ۽ ڏوگريون ۽ ڪهڪارو پکين جي جنت بڻجي ويون. هر سال وڏا وڏا ماڻهو شڪار ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا. مرحوم ڪريم داد، جيتوڻيڪ پاڻ به شڪار جو وڏو شوقين هو، پر پکين، جانورن ۽ وڻن جو وڏو همدرد ۽ خيرخواهه پڻ هو. شڪاري، ٻيلا وڊينڊز انن وارا بروهي ۽ پٺاڻ ڪانٽس ڪن ڪري هلندا هئا، ڇو ته ان معاملي ۾ هو ڪين ٻڌرائيندي ۽ موچڙا هڻائيندي به دير نه ڪندو هو. (مکيءَ ۽ ناري جي جهنگلي جيوت جي بچاءَ لاءِ اڄ به اهڙي ئي ماڻهوءَ جي ضرورت آهي.)

ڪريم داد جي غير طبعي موت کان پوءِ ڏوگريون ۽ ڪهڪارو شڪارين جي رحم ۽ ڪرم تي اچي ويون. ناري جي وٽ واري حصي تي ته سيدن رک ڪرائي، باقي ٻاهريون پاسو جنهن تنهن لاءِ کليل رهيو. جيتوڻيڪ ان سڄي علائقي ۾ سرڪار طرفان هر قسم جي شڪار تي پابندي هوندي هئي، پر "پرمٽ" وڏو ڪم ڪيو ٿي. جتي ماڻهن کي هفتي ۾ ١٥ پکي مارڻا هوندا هئا، اتي ١٠٠ ماري سگهيا ٿي، ڇو ته شڪار کاتي وارا سڄو ڏينهن سندن رکوالي ڪري ڪونه ٿي سگهيا.

گيم سينڪچري هجڻ ڪري اهي ٻئي ڊنڊون مقبول ته اڳ ۾ ئي هيون، رهندي ڪسر ڪريم دادخان جي موت پوري ڪري ڇڏي. شڪارين

جا جاوا ٿي ويا. جڏهن چاچي وارا ويهي ڳالهيون ڪندا هئا، تہ "پکين جي ڪوٽن" جهڙا اصطلاح استعمال ڪندا هئا. آڙيون ايتريون تہ هونديون هيون، جو اڏامڻ تي آسمان ڪاري چادر سان ڍڪجي ويندو هو. شڪاري هڪ هڪ ڏڪ ۾ چاليهہ چاليهہ آڙيون ماريندا هئا. چيڪلا بہ هزارن جي تعداد ۾ اچي لهندا هئا. هڪ فائر ڪري همراهہ ويهي ٻوريون ڀريندا هئا.

مقامي گيم واچر ڏهن روپين تي بہ واڇيون تيڙيو ويٺا هوندا هئا. گهٽو ڪري سندن ڀاڃيءَ تي ئي شڪارين جو ڪم ٿي ويندو هو.

سيارو ٿيندو هو تہ اسانجي ڳوٺن جا شڪاري بہ بندوقن کي تيل ۽ "گزي" هڻڻ شروع ڪندا هئا. ڇا جي پرمٽ ڇا جو خوف! ميوو گيم واچر ويٺو هوندو هو باڪوڙي موريءَ وارو گهٽ جهليو ۽ هي همراهہ ويندا هئا بان ۽ ڪيرو واهہ تري! پکين جون ڀريون ٻڌي کڻي ايندا هئا. مون کي ياد آهي تہ چيڪلا گهڻا ماري کڻي ايندا هئا. آڙين ۽ اچڙن کي بہ چڱو ٻرو ڏيندا هئا. هڪ دفعي منهنجو چاچو پنهنجي جيترو نيرڳ کڻي آيو هو. سندس ڪنپڙاٽين ۾ بندوق لڳل هئي. مون کي ياد آهي تہ اسان چاچي وارن جي آڳر تي ان کي ڊوڙائيندا وتندا هئاسين. ڳيٽو، چيڪلو، نيرڳ، هنج، چيهہ، هنجر، آڙي، ڪينٽاني، اچڙو، رتنبو، ٻهاڙ، ڊڳوش وغيره جهڙن نالن کان مان ان زماني ۾ ئي واقف ٿيس.

آڙي، چيڪلو ۽ ڪينٽاني، جي ڪو ماري ايندو هو تہ هڪدم سڃاڻي وٺندا هئاسين. باقي ٻين پکين جا رڳو نالا ياد ايندا هئا، پر سڃاڻي نہ سگهندا هئاسين. واهہ جي ويجهو ڳوٺ هجڻ ڪري، سياري جي رات جو، جڏهن پکي گهرن مٿان گذرندا هئا، تہ انهن مان ڪن جا پر بہ وڄندا محسوس ٿيندا هئا. ڳيٽي پکيءَ کي پر ڌهل جيئن وڄائڻ ڪري اسان "دهلاري" سڏيندا هئاسين.

ڏوگريون ۽ کهڪاري کان سواءِ چاچي وارا ٻن ٻين جاين جا بہ نالا کڻندا هئا. هڪ جونالو "ڍنڊو" هوندو هو ۽ ٻيو "سانگراڙو". ڍنڊو اڄ بہ سمٽي جي شڪل ۾ موجود آهي، جڏهن تہ سانگراڙو هڪ ڍنڍ آهي، جتي ديسي ۽ پرديسي پکي اڄ بہ رات ڪري اچي لهندا آهن، پر مقامي ماڻهن جي رڪ جي ڪري اهي سک جو ساهہ کڻندا پيا اچن.

ڳالهہ ڏوگريون ۽ کهڪاري جي پئي هلي، ڇو نہ کوجنا ڪري ڏسون تہ اهي ڍنڍون جيڪي ڪنهن زماني ۾ ڏيهي پرڏيهي پکين لاءِ سک جون وستيون هيون، ڪيڏانهن ويون؟ ڏوگريون نالو ڪيئن پيو ۽ کهڪارو ڇا هو؟ انهن پٽن تي اڄ ڇا ٿو وسي؟

جاگرافيائي لحاظ کان هيءُ علائقو مکي ٻيلي جي وچ ۾ اچي ٿو. جيتوڻيڪ ٻيلو ته نه رهيو آهي، پر پاڻيءَ جي جهجهي مقدار هئڻ ڪري ٻن، سرن، لئين، لاڻن وغيره جو چڱو خاصو دن اڄ به موجود آهي. مکي ويئر، جنهن کي پڪسري به چئبو آهي، هڪ اهڙي جاءِ آهي، جتي ناري کي عارضي طور روڪيو ويو آهي. اتان به واهه نڪرن ٿا. هڪ جو نالو منڙائو آهي ۽ ٻئي جو نالو ڪپرو واهه آهي. اتان ئي نارو پورب جو رخ ڪري، چار پنج ڪلوميٽرن جو مفاصلو طئي ڪري، هڪ ور کائي، ڏکڻ طرف روانو ٿي وڃي ٿو. پوءِ مشهور ڳوٺ ٻڪار (ناري جي ڪاپي ڪناري تي آهي) کان ٿيندو هڪ دفعو وري اوپر طرف ور کائي ٿو. جتان کان پنهنجي اڳئين ور ۾، جنهن جو رخ ڏکڻ طرف آهي، چوٽياريون شهر کي دريافت ڪندو اڳتي هليو وڃي ٿو. ڏوگريون ۽ کهڪاري واريون ٻئي پٽون، ناري ۽ ڪپري واهه جي پوروچوٽيءَ واري ميداني علائقي ۾ واقع آهن، جو ته پڪسريءَ وٽان ڪپرو واهه سڌو ڏکڻ طرف وهي هلي ٿو ۽ نارو اوپر طرف. پر پوءِ اچانڪ سندس ڏکڻ طرف مڙڻ ڪري هڪ يُو (U) شڪل نهي پوي ٿي، جنهن جي جهوليءَ ۾ هي ٻئي ڍنڍون اڄ پڙيانگ حالت ۾ ڦهليون پيون آهن. "جهونگار" مکي نمبر ۾ مجيد منگريو ڏوگريون ڍنڍ جو مختصر تعارف ڪرائيندي لکي ٿو ته:

"ڏوگريون ڍنڍ نارا ڪينال جي ساڄي پاسي ڳوٺ ٻڪار کان ڏکڻ اولهه طرف آهي. هن ڍنڍ جي وچ ۾ به پٽون آهن، جن کي ڏوگريون ننڍي ۽ ڏوگريون وڏي چوندا آهن. چون ٿا ته تمام پراڻي وقت ۾ هتي ڏوگرا پاڙي جا راجڙ ذات جا رهندا هئا، ان ڪري هن تي نالو ڏوگريون پئجي ويو. هي ڍنڍ ٻن ڳالهين جي ڪري ڏاڍي مشهور رهي آهي. هڪ ته سياري جي موسم ۾ هر قسم جا پکي تمام گهڻا ايندا هئا. ايتريقدر جو پوري ڍنڍ پکين سان پرِيل ڏسڻ ۾ ايندي هئي. ان کان سواءِ هن ڍنڍ ۾ ٻري ٻري جي ڳوٺن جو چوپايو مال چرڻ لاءِ ايندو هو. پر هن وقت اها ڍنڍ ختم ٿي چڪي آهي. پاڻي ۽ چراگاهه جي بدران صرف لئي جو جهنگ وڌڻ لڳو آهي."

ڏوگريون کان اتر اولهه طرف ناري جي ساڄي ڪپ تي ۽ ڪپري واهه جي ڪاپي پاسي کان پٽن جو هڪ مختصر سلسلو آهي، جنهن کي "کهڪاري واري پٽ" جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. هن پٽ جي ننڍن ننڍن سلسلن جي وچ ۾ ڪٿي ايڪڙ ڏيڍ ته ڪٿي ان کان به ننڍا ننڍا دٻا آهن، جن ۾ پنج ڇهه سال اڳ تائين پکين جا ولر اچي لهندا هئا. انهن دٻن سان ان وڏي ڍنڍ جو تعلق پڻ هو، جنهن کي "کهڪاري واري ڍنڍ" سڏيو

وچي ٿو، جيڪا اپرندي پاسي کان وچي ڏوگريون سان ملندي هئي.

کهڪاري لاءِ روايت آهي ته، هتي ڪنهن زماني ۾ صفا سچ هوندي هئي. هر طرف ڪارو ڪلر وڇيو پيو هوندو هو. پٽن جو هڪ ڳنڍيل سلسلو هو، جتي نه ته وڻ هوندو هو نه وري ڪو ٻوٽو. ڌنار ويچارا پري پري تائين مال چرڻ اچي پٽ هيٺان بيٺل پاڻيءَ جي دٻي مان پاڻي پيئندا هئا. سچ، ڪلر، ٿنل واري ۽ وڻ ٽڻ نه هجڻ ڪري ڌنارن مٿس کهڪاري واري پٽ جو نالو رکي ڇڏيو.

ڏوگريون ۽ کهڪاري جي وچ تي، ٻنهي پٽن کان ڪافي فاصلي تي هڪ ٻئي ٻه پٽ آهي، جنهن کي "رنل واري پٽ" چئبو آهي. چو ته هيءَ اڪيلي ۽ پري بيٺل آهي؛ پر ۾ ٻئي ڪاٻه پٽ ڪانه اٿس، ان ڪري مٿس "رُنل واري" جو نالو پيو. پر هڪ ٻي روايت اها به آهي ته ان پٽ تي ڪنهن زماني ۾ ڊومڪي قوم جا ٻه ٽي گهر آباد هئا. انهيءَ ئي قوم جو هڪ ڳڀرو جوان ٻهنجي ئي ڪنهن خوبصورت مائٽياڻيءَ تي عاشق ٿي پيو. نيٺ ڳالهه سڱ گهرڻ تي پهتي. ڇوڪريءَ وارن ڪن سببن ڪري انڪار ڪري ڇڏيو. پر عاشق ڪين ايترو ته خوار ڪيو جو ويچاري ڇوڪريءَ منهن ڪري، پنهنجي ڪن ٻين مائٽن ڏانهن هلي وئي. ڳوٺ وارا ميڙ وٺي ڪيس واپس وٺڻ ويا، پر هن نپ جواب ڏيئي ڇڏيو. پوءِ جڏهن به ڪنهن ان پٽ جو ٿي پڇيو ته جواب ملين: "او اها پٽ، جنان مائي رسي وئي هئي!" اهڙي نموني پٽ جو نالو "رنل واري" پئجي ويو. پر اجا به هڪ ٻي روايت آهي ته جڏهن ڪلهوڙن جوٽيجن کان مائي چامان جو سنگ گهريو ۽ جوٽيجن ڪين ڏئي ڇڏيو ته ڪجهه جوٽيجا ڪاوڙجي اچي ان پٽ تي ويٺا، ان ڪري مٿس رنل واري نالو پيو.

ويجهڙ ۾ جڏهن مان ۽ مير محمد نظاماڻي ڏوگريون ۽ کهڪارو ڏسڻ پئي وياسين ته سوين شڪاري ٽولن جي شڪل ۾ نئين ناري جي بندن سان پکين جي تاڙ ۾ نوس نوس ڪندي نظر آيا. ساڳئي ڏينهن تي ميربحرن جو پير به ڪٽان کان شڪار ڪرڻ لاءِ آيل هو. ٻنهي بندن سان، خاص ڪري خشڪيءَ وارن گهٽن تي ڪارون، موٽر سائيڪلون، ٽريڪٽر ۽ جيپون بيٺل هيون. ماٺهو بندوق هٿڻ جا ايترا ته مشتاق هئا، جو اسان هڪ ڪار ۾ چڙهيل همراهه کي دريءَ مان ڪينٽانين ۽ ٽپڻ تي بندوق سنئين ڪندي ڏٺو. همراهه شايد لڪ ڪيو ويٺو هو. ان ڏينهن مون انهن سڪل ڍنڍن ۾ سمي آيل سم ۾ ٻي انداز ٽپٽا ۽ ڪينٽانيون ڏٺيون.اڇن ٻگهن، ڪڪڙاٽن ۽ ڪانئرن جو به ڪافي تعداد اڏامي رهيو هو. هي پکي هنن ڍنڍن جا مقامي

رهواسي آهن. هي بڪار واري پٽڻ جي ڀنهي پاسن کان پاڻ هُرتو ڇايل ٻيرن جي هڙين ۾ آکيرا ناهي ٻچا ڪن. ٻئين ٽئين سال داروغن پاران هڙيون ويرائڻ تي هي درد درجا ڏڪا ڪائيندا نظر ايندا آهن. اُتي اسيان هڪ ڪهنگ ٻه ڏٺو، جنهن جي ٽنگ ڀڳل هئي. پر حيرت جهڙي ڳالهه ته اها هئي، جو ان جي پُٺي ٻه ٽيل هئي. وزن ۾ وڏي ولائتي ڪڪڙ جيڏو پئي لڳو. موٽر تان لهي، جڏهن مون سندس فوٽو ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي، ته اُهو منڊڪائيندو منڊڪائيندو ٻوڙن ۾ لڪي ويو. سندس رنگ نسرو وانگٹائي هو.



ڏونگريون ۽ ڪهڪارو: تباهيءَ جو هڪ ٻيو منظر. نارا آئوٽ ليٽ

ڏوگريون مٽي، جڏهن اسان ڳچ پنڌ اڳتي ڪري آياسين، ته "رنل واريءَ" جي به حاضري ڀريسين، جتي حر تحريڪ واري زماني جي هڪ ڪوٽ جا آثار اڃا به موجود آهن. جنهن کي "رنل وارو ڪوٽ" سڏبو آهي. هن ڪوٽ ۾ چون ٿا ته وڏيري محمد حيات جوڻيجي وارن ان رکرايو هو، جيڪو حر تحريڪ دوران متاثر حرن لاءِ - خاص ڪري اچڙي ٿر جي جماعت لاءِ خفيه گودام جو ڪم ڏيندو هو. هتي حرن ۽ پڳٽين وچ ۾ ان جي چوريءَ تان هڪ معرڪو به ٿيو، جنهن کان پوءِ انگريزن اِن گودام کي ڳولي باهه ڏيئي ڇڏي. (روايت مير محمد نظامائي)

ڪهڪاري ۽ رنل واريءَ کان ڏکڻ طرف وري "جانب ديرو"، "رنداهو" ۽ "دلور واري دڙي" جا مشهور ڳوٺ آهن، جتي جي ننڍين ننڍين

ڪاٺين مان مڪيءَ جا ماڻهو اڄ بہ ڪارو ۽ لوڻ ڪڍڻ لاءِ ايندا رهندا آهن.

مڪيءَ جي اڻ سدا ملوڪ ڍنڍن جي تباهيءَ جو ڪارڻ نام نهاد ترقي ٿي آهي. جو تہ اڄ جي موقعي پرست انجنيئرن ۽ مڪار صلاحڪارن ڪي، جن ڪي عالمي بينڪ يا LBOD جي منصوبن ۾ ڪم جو ٿرڊ ڪلاس تجربو آهي، ۽ جن ڪي پنهنجي ڪنڌ ۾ ڏگري لڙڪائي هلڻ تي بہ ڏاڍو ناز هوندو آهي. سوين سالن کان پاڻي هيٺ آيل انهن قدرتي دولت سان مالا مال ذخيرن جوتڪي جو بہ قدر ڪونهي.

نارا ريماڊلنگ (ناري جي بيهر تياري) تحت، جنهن خطرناڪ منصوبي سان انهن ٻن ڍنڍن کي تباهہ ڪيو ويو آهي، تنهن جو مثال اوهان کي ڪٿي بہ نہ ليندو. ناري جي نئين سر تياري جو مقصد ان جي قدرتي حسن کي تباهہ ۽ برباد ڪرڻ آهي. پر سرڪار سڳوري تہ "ترقي" چاهي ٿي. اهڙي ٿي ترقي، جهڙي سنڌ ۾ ٻين LBOD جي منصوبن تحت ٿي رهي آهي؟ حقيقت ۾ ان نئين ناري کي، جنهن جو نالو "بختاور ڪينال" رکيو ويو آهي، پڪسريءَ کان سڌو نڪري، ڪهڪاري واري ڍنڍ جي اولهندي ۽ ڏاکڻي پر مان گذري، ٽندو مٺا خان وٽان وڃي ساڳئي ناري سان ملڻو هو. پر ڪن با اثر ماڻهن جي اعتراضن سبب ائين ٿي نہ سگهيو. پوءِ، خدا غارت ڪري انهن انجنيئرن کي، جن ويهي موجوده ناري جي پوروچوٽ هڪ ٻيو نارو تيار ڪيو، جنهن جو رڳو ڍنڍن کي تباهہ ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ڪارج ڪونہ هو. حيرت تہ ان ڳالهہ جي آهي جو، سنڌ جي جهنگلي جيوت کاتي وارن جو بہ ڪو احتجاج رڪارڊ تي ڪونهي؟ جيڪڏهن توهان ان واهہ جو نقشو ڏسو تہ ڪل ۾ ويڙهجي وڃو. اهو ساڳيو واهہ انهن ٻنهي ڍنڍن کي تباهہ ڪرڻ کان سواءِ بہ بڪار کان چوٽياريون ڏي مڙي ويندڙ "ور"کان نڪري پئي سگهيو.پر انجنيئرن کي تہ پنهنجا ٻيڻ پرٽا هئا! سو هنن پهريان تہ سال ڏيڍ رڳو پمپ مشينون لڳائي، انهن ٻنهي ڍنڍن کي خشڪ ڪيو، بعد ۾ ڳري مشينري استعمال ڪري، هڪ اهڙو واهہ تيار ڪيائون، جهڙو ان جي پوروچوٽ ۾ اڳ ۾ ئي موجود هو. حيرت تہ ان ڳالهہ تي آهي، جو ان نئين واهہ جي سيپيج (سم) کي ختم ڪرڻ لاءِ ان جي پوروچوٽ وري هڪ ٻيو سم نالو تياري هيٺ آهي، جيڪو نئين واهہ جو سم وارو پاڻي ڪٺي وڃي ساڳئي واهہ/ وڏي سم نالي ۾ اڇلائيندو.

سنڌ جي آبي ذخيرن يا آبي حيات وارن جوئن، ڍنڍن ۽ زمينن کي هٿ سان وني تباهہ ڪرڻ وارو پروگرام اڳتي هلي ڪافي خطرناڪ بہ ثابت ٿي سگهي ٿو. هڪ طرف اسان جي حڪومت آبگاهن جي بچاءَ واري عالمي

ناهه تي صحيحون ڪيو ويئي آهي، تہ ٻئي طرف ترقي جي نالي تي انهن کي تباهہ ڪرڻ يا ختم ڪرڻ وارن عالمي ادارن جي پروگرامن ۾ پڻ ساٿياري آهي.

ماضيءَ ۾ آمريڪا سميت دنيا جي ڪيترن ئي صنعتي ملڪن ۾ آبگاهن جي تباهيءَ تي ڪافي احتجاج ٿيا آهن. انڊيا، مصر، آمريڪا، ارجنٽينا، جتي زراعت ۽ صنعت جي نالي تي ڪيترائي پراجيڪٽس اهڙن ئي زمينن کي تباهي هيٺ آڻي رهيا هئا، سي هاڻ بلڪل بند ڪيا ويا آهن ۽ آبي ذخيرن کي باقاعدي انهن ملڪن جي "دولت" قرار ڏنو ويو آهي. پر اسان وٽ انهن شين کي فضول ۽ بيڪار سمجهيو وڃي ٿو. اينرٻقدر جر منڇر جهڙي ڍنڍ کي پنجاب جي ڪڙي پاڻيءَ ذريعي، مکيءَ جي ڍنڍن کي چوٽياريون ڊئم واري پراجيڪٽ ذريعي ۽ بدين جي ساحلي علائقن وارين ڍنڍن کي ايل - بي - او - ڊي جي وڏي سم نالي واري پاڻيءَ ذريعي (جنهن ۾ الائي ڪيترن ڪارخانن جو زهريلو پاڻي شامل آهي) تباهہ ڪرڻ جون تياريون مڪمل ٿي چڪيون آهن. ان ڪري اُهي ڏينهن پري ناهن، جڏهن انهن ڍنڍن جي جهينگن، مڇين، پکين ۽ پاڇين (بيهہ، لوڙهہ وغيره) جو ذڪر ڪنهن سر قرئي ليڪڪ جي لکڻين يا فطرت پسند شاعرن جي مرثين ۾ پڙهي سگهنداسين.



ڏوڪرين کي سڪاني جبيٽ ۾ Base Camp ناهي وئي آهي. پسمنظر ۾ ڏوگريو ۾ موجود سرن. پن ۽ ڪنگور جو خوبصورت بيلو نظر اچي رهيو آهي

سنڌي هرڻ
راجستان کان ناري جي ڪس تائين



# سنڌي هرڻ
## راجستان کان ناري جي ڪس تائين



ڪارو هرڻ جو ڪڏهن مير صاحب خيرپور ۽ سانگهڙ جي علائقي ۾ متعارف ڪرايو هو اڄڪلهه سنڌ ۾ اهو ناپيد آهي. شايد ڪجهه ميرن واري مهراڻي ۾ اڃا بہ موجود هجن

جنتي اڄڪلهه پير صاحب پاڳاري ۽ مخدوم آف هالا جون مهاڙيون آهن، انهن جي اترئين پــر 1962ع ۾ "نارا گيم رزرو" قائم ڪيو ويو هو. جنهن جو مقصد علائقي ۾ تترن، ڦاڙهن ۽ هرڻن جو نسل وڌائڻ هو. رهاڻي جي سستم ظريفي اهڙي ٿي جو اهو "رزرو" مٿئين جهنگلي جيوت کي وڌائڻ تہ ڇا، پر اُن جو تحفظ بہ ڪري نہ سگهيو، جنهن ڪري ڪافي ماڻهو ان "رزرو" جي قائم ٿيڻ جي مقصدن کي شڪ جي نگاهہ سان ڏسڻ لڳا. انهن مان شڪار بابت ڄاڻ رکندڙ هڪ همراهہ مون کي ٻڌايو تہ ، "نارا گيم رزرو ان وقت ۾ ون يونٽ جي ساراهہ واري شيمپين جا ڍُڪ پريندڙن ان ڪري قائم ڪرايو هو تہ اتي (فيلڊ مارشل) ايوب خان کي شڪار تي آڻائي ڪجهہ مراعاتون حاصل ڪجن."

مراعاتون همراهن حاصل ڪيون يا نه. پر اها ڳالهه پڪ سان چئي سگهجي ٿي ته سنڌ وائلڊ لائيف کاتي وارن جيتري مار ان رزرو تي رکرائي، اوترو زور جهنگلي جيوت جي بچاءَ تي نه ڏنائون. ايوب خان کان پوءِ به جيڪو سياسي توڙي فوجي حڪمران تخت تي ويٺو، ان منڊ جمڙائو واري ان علائقي ۾ هرڻ، ڦاڙهن، تلورن، تترن ۽ سوئرن مان ڪنهن نه ڪنهن تي پنهنجا هٿ ضرور صاف ڪيا. سندن منهن ڦيرڻ کان پوءِ جيڪي راناها وري ايري غيري نٿو خيري ڏنا، تن جو ته ڪو رڪارڊ ئي ڪونهي. نتيجو اهو نڪتو ته اهو "سرڪاري شڪار گاهه" سرڪاري شڪار ۽ ان کان پوءِ جي پيل جو دٻاءُ برداشت ڪري نه سگهيو ۽ فقط ڪاغذن ۾ ئي محفوظ رهجي ويو. رمارڪس ۾ لکيو ويو ته: "هيءُ رزرو زراعت ۽ گريزنگ (مال جي چرڻ) جي دٻ جهلي نه سگهيو ۽ پاڻ مرادو ختم ٿي ويو."

تازو ڪراچيءَ جي هڪ رٽائرڊ ڪرنل کي مکيءَ جي هڪ معزز ماڻهوءَ پاران هرڻن جو شڪار ڪرايو ويو. هن شڪار ۾ سندس مدد ڪندڙن ۽ جانورن کي قدرتي تحفظ ڏيندڙ علائقي جي ڪجهه سونهن کي انعام ۽ اڪرام پڻ ڏنا. ان تي مونکي اُن همراهه جي اها ڳالهه سو سيڪڙو سچي لڳي، جنهن چيو هو ته هي "گيم سينڪچريون" يا "رزروَ" جوڙيا ئي فقط ان لاءِ ويندا آهن ته جيئن وڏن ماڻهن کي شڪار آسانيءَ سان مهيا ڪري ڏنو وڃي. اڇڙي ٿر ۽ ناري جو علائقو جو ته صدين کان هرڻن، تلورن، ڦاڙهن، واڳوئن ۽ تترن جي آماجگاهه رهيو آهي، انڪري شڪار جو پريشر ان علائقي تي نسبتن وڌيڪ رهيو آهي. ايتري قدر جو علائقي جي ماڻهن وٽ انهن هيرن ۽ ليڊرن جون لسٽون آهن، جيڪي ملڪ جي مشهور عورتن ۽ اداڪارائن کي وٺي اچي ريسٽ هائوسن ۾ رهيا ۽ ڏينهن رات شڪار ڪيائون. مکيءَ جي مارين کان وٺندي جمڙائو، ڳجهڙي، فرش ۽ ديهه اڪري وارين ڊنڊن تي قائم ڪيل سرڪاري توڙي پرائيويٽ بنگلن ۾ انهن پَري چهرن جون ڳالهيون اڄ به وڏي شوق سان ڪيون وڃن ٿيون.

## سنڌي هرڻ يا چنڪارا:

شڪار جي سوَ طرفي دٻاءُ جي ڪري ناري واري ٿر ۾ رهندڙ سنڌي هرڻ (Chinkara) جو نسل اڄ ڪلهه سخت خطري ۾ آهي. تازو سانگهڙ، جوٽياريون، پنيهل ۽ ٿر جي ڪجهه ڳوٺن مان نڪتل شڪاري پارٽيون وڃي، ان ٿر ۾ جيڪو قتلام ڪيو آهي، تنهن جي خبر ٻڌندي ئي وار اڀا ٿيو ٿا وڃن. ايئن ٿو لڳي جڻ نه اسان جا مسلمان ڀائر جانورن کي به جنونت واري

جذبي سان ٿا مارين. هر سانوڻيءَ ۾ برساتن جي پڻ ٿن وسڪارن کان سوء تر ۾ چنڪارا جو هڪ وڏو تعداد انڊيا مان داخل ٿئي ٿو، جنهن کي ڪنهي ڪٽڻ لاءِ شڪاري ڇهه مهينا اڳ ئي تياريون ڪري وٺندا آهن. جيئن تہ اسان جي ملڪ پاڪستان ۾ ان جانور کي خاص تحفظ حاصل آهي، ان ڪري سنڌ وائلڊ لائيف کاتي پاران ان جي شڪار تي هڪ لک روپيہ ڏنڊ ۽ ٽن کان ڇهه مهينا سزا رکيل آهي. پر شڪار کاتي جي غير متحرڪ هجڻ، عملي جي ڪرپشن ۾ ملوث هجڻ ۽ شڪارين جي با اثر هجڻ ڪري، هن نسل جا جانور هڪ نہ ٻئي ڏينهن ذبح ٿيندا رهن ٿا.

## سنڱ، ڳريون ۽ سندس عمر:

سنڌي هرڻ کي اڇو هرڻ بہ چيو ويندو آهي. هن جي قد ۽ وزن جو دارومدار ڏڪار ۽ سڪار تي بہ آهي. نر جا سنڱ ڊيگهہ ۾ وڌ کان وڌ ٻہ فوٽ ٿين ٿا، جڏهن تہ ماديءَ جي سنڱن جي ڊيگهہ ڇهن انچن کان اٺن انچن تائين ٿي سگهي ٿي. نر هرڻ جي سنڱ ۾ ڳريون يا ور ٿين ٿا. جڏهن تہ مادي هرڻ جا سنڱ سڌا ۽ ٽُڪن جيئن ٿين ٿا. نر هرڻ جي سنڱ ۾ 24 کان 30 ڳُريون رڪارڊ ڪيون ويون آهن. انهن ڳرين جي ڊيگهہ اڌ انچ کان هڪ انچ جي ويجهو ٿئي ٿي. شڪار جي خفتين يا انهن جانورن بابت ڄاڻ رکندڙن جو خيال آهي تہ سڱ جي هڪ ڳري هرڻ جي حياتيءَ جو هڪ سال ظاهر ڪري ٿي. ڳرين جي مٿان سنڱ کي هڪ چوٽي پڻ ٿئي ٿي، جنهن کي سوئي جهڙي تيز ڇهنب هوندي آهي. ان چوٽيءَ جي ڊيگهہ هرڻ جي سنڱ جي ڊيگهہ تي دارومدار رکي ٿي. مون هرڻ جي هڪ سنڱ جون 22 ڳريون رڪارڊ ڪيون، جنهن جي مٿان واري ٽُڪي جي ڊيگهہ ٽي انچ کن هئي.

## هرڻ، دنيا جو تيز ترين جانور:

هرڻ نهايت سهڻو ۽ نازڪ جانور ٿيندو آهي. ٿوري ڇرڪ تي سندس دل ڌڙڪڻ لڳي. سندس ٽنگون لڪڻ جيئن سنهيون ٿينديون آهن، پر ڀڄڻ ۾ تمام تيز ٿئي ٿو. هڪ اندازي مطابق هرڻ 80 کان 120 ڪلوميٽر في ڪلاڪ جي رفتار سان ڊوڙي سگهي ٿو. خوف ۽ ڇرڪ جي صورت ۾ اٺن ڪلوميٽرن تائين لڳاتار ڊوڙڻ جي صلاحيت رکي ٿو، پر ان وچ ۾ جيڪي بہ ڪو اوچو دڙو يا ٽيڪري ڏسائين تہ عادتن منٽ اڌ لاءِ بيهي رهندو. هرڻ جي اها ئي عادت ڪيس وڏ ۾ وڏ نقصان رسائي ٿي، جو تہ جنهن طرف کان

چرڪ آيس، جاچي جاچي اوڏانهن ئي نهاريندو. پوءِ ڇو نه ڪو ماڻهو سندس پاسي کان بيٺو هجي. هرڻ جڏهن ڊوڙندو آهي ته به ٽپ ننڍا ۽ ٽيون ٽپ وڏو ڏيندو آهي ۽ اهو ٽيون ٽپ ڊيگهه ۾ اندازن 15 فوٽن کان 20 فوٽن جي برابر هوندو آهي. خفتين جو چوڻ آهي ته هرڻ هوندئن به جي پنهنجي ئي موڊ ۾ هلندو ۽ چرندو رهي ته به ڏينهن ۾ ويهه کن ڪلوميٽر هم چورس علائقي ۾ گهمي ڦري سگهي ٿو.

ڪليو هرڻ هڪ جوءِ ۾ ڇهن مهينن کان هڪ سال تائين آرام سان ويهي سگهي ٿو پر جوءِ اتي ڪندو جتي پاڻي ويجهو هوندس.

## غزال، غزالا ۽ غزل:

سنڌي هرڻ کي سائنسي ٻوليءَ ۾ Gazella Gazella چيو ويندو آهي. غزال اصل ۾ عربي ٻوليءَ جولفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "چال" يا وڏو ٽپ. هن جي چال ۽ حسن جو ڪوبه مٽ ناهي. سندس ڪارين ۽ وڏين اکين جي سهٽائپ جو مقابلو نه ته ڪو جانور ڪري سگهيو آهي ۽ نه ئي ڪري سگهندو. اهو ئي سبب آهي جو محبوب جي اکين کي شاعرن هرڻ جي اکين سان تشبيهه ڏني آهي. هرڻ جون اکيون وڏيون ۽ ڪجل پاتل نظر اينديون آهن. هن جو سڄو جسم ۽ عضوا هڪ پاسي ڪجن ته به سڀئي گڏجي سندس سهٽين ۽ من مُهٽين اکين جو مقابلو ڪري نه ٿا سگهن. ان ڪري مشرقي ماڻهن ۾ اها روايت اڄ به قائم دائم آهي ته سندن گهر ۾ سهٽين ۽ وڏين اکين واري نياڻي ڄائي ته مٽس نالو غزالا رکيو ويندو آهي. عربي، فارسي، سنڌي ۽ اردو شاعري به هرڻ جي سهٽي اکين جي تشبيهن سان ڀري پئي آهي. هرڻ جون اکيون، ڇيلهه، ڪنڌ، لوڏ، چرڪ، ٽپ، نازڪپڻو ۽ معصوميت اهي خوبيون آهن، جن جي ڪري مٿين ٻولين ۾ سندس نالو شاعريءَ جي صنف طور استعمال ٿئي ٿو.

## سنڌي هرڻ (چنڪارا) جا قسم:

غزال نسل جا ٻيا به ڪيترا ئي قسم آهن، جن مان انڊين غزال (Indain Gazella) جا به قسم- ٻنو اڇو هرڻ ۽ اڇو سنهن سنڱن وارو هرڻ قابل ذڪر آهن. هي ٻئي انڊيا مان سنڌ ۾ داخل ٿين ٿا. غزال جو هڪ ٻيو قسم Gazella picticandata آهي، جيڪو هماليائي علائقي لداخ ۾ ملي ٿو. اڃا به هڪ ٻيو قسم Gazella Fuscifrons ڏاکڻين بلوچستان کان شروع ٿي ڪري اولهندي سرحدي علائقي ۾ پري پري تائين ملي ٿو. هڪ

ٽيون قسم، جنهن جي نالي جي خبر اڃا تائين پئجي نه سگهي آهي، هماليہ جي ڏاکڻين ميداني علائقن ۾ ملي ٿو.

## قد بُت، رنگ ۽ وزن:

سنڌي هرڻ قد ۾ وڏو ۽ بت ۾ ڀريل نظر ايندو آهي. ڪيس پري ڪان ڏسبو ته ٻڪر جيئن ڏوڀار پيو لڳندو. هن جو ڪنڌ ۽ پٺ ڀئي بادامي رنگ تي ٿيندا آهن، جڏهن ته پيٽ اڇاڻ تي مائل هوندو اٿس. هن نسل جي صحتمند ڀهروءَ جو وزن 35 ڪان 45 ڪلوگرام آرام سان ٿي سگهي ٿو. پاڪستان ۾ هن هرڻ جي رهڻ جي مکيہ جاءِ سنڌ ۽ پنجاب جو ٿر آهي. انهيءَ ئي علائقي ۾ بينا اڇا هرڻ ۽ اڇا سنهن سنڱن وارا هرڻ پڻ رهن ٿا. هنن جو هڪ وڏو تعداد انڊيا جي سرحد واري پاسي ڪان ٿر ۾ داخل ٿئي ٿو. هي ٻئي هرڻ رنگ ۽ جسامت ۾ هڪجهڙا ٿين ٿا، پر سنڱن ۽ وارن جي لحاظ کان هڪ ٻئي کان مختلف آهن. قد ۽ بت ۾ هي سنڌي هرڻ کان ننهہ ننڍا ۽ هلڪا نظر ايندا آهن. هنن جو وزن لڳ ڀڳ 18 ڪان 25 ڪلوگرام ٿيندو آهي. هنن جو رنگ مٿان کان هلڪو بادامي ٿيندو آهي ۽ سندن پيٽ ۽ ٽنگون اڇيون ٿينديون آهن. بيني اڇي هرڻ ۽ اڇي سنهن سنڱن واري هرڻ ۾ مکيہ فرق هيءُ آهي ته بيني هرڻ جو نڪ چٽيل (ٽنيڙو) ۽ اندر پيهي ويل نظر ايندو، جڏهن ته سنهن سنڱن واري چنڪارا جو ٻوٿ ٻاهر نڪتل هوندو آهي. بيني هرڻ جا سنڱ ٿلها ۽ وڏا ٿيندا آهن، پر هن چنڪارا جا سنڱ سنها ۽ ڊيگهہ ۾ ننڍا ٿيندا آهن، جنهن ڪري ڪيس سنهن سنڱن وارو هرڻ سڏيو ويندو آهي. هن هرڻ کي ڳچيءَ، ٽنگن ۽ منهن تي سنها ٻُجر (وار) به ٿيندا آهن، جنهن ڪري شڪل ۾ بيني هرڻ کان ويل نظر ايندو آهي. ان ڪري هن کي خفتي ٻجرالو هرڻ به چوندا آهن.



ماڻهو هرڻن جي سسين سان به پنهنجن اوطاقن کي سجائيندا آهن. ٻئي طرف اڃڙي ٿر ۾ سندن ڦوڳتسن جي ورتل تصوير

## مهمان هرڻ ۽ ميزبان ٿر:

راجستان جو ٿر خفتين لاءِ هرڻن جي مينو فيڪچرنگ فيڪٽري آهي. هتي جو چوڻ آهي تہ انڊيا واري ٿر ۾ هرڻ ايترا تہ آهن جو اتي سدائين گاهہ ۽ چراگاهن جو ڪال هوندو آهي. برسات ڪري بہ جيڪو گاهہ پئدا ٿئي ٿو، سو جانورن جي گهاتائيءَ جي ڪري جلديءَ ۾ ختم ٿيو وڃي. ان ڪري هرڻن جو هڪ وڏو تعداد پاڪستان واري ٿر جو رخ رکي ٿو، جتي جيتوڻيڪ متس شڪار جي مار تہ آهي پر ڪيس گاهہ جام ملي ٿو. سانوڻيءَ واري موسم ۾ ٻرپنهہ ۽ ان جي ڀرئين پر وارا پاڳيا رُج يا رُهي وارن چراگاهن ڏانهن هليا ايندا آهن. جنهن ڪري هرڻن کي اهو علائقو آزاد ٿي ملي ٿو. ٿئي هيئن ٿو تہ ڏڪار وارين حالتن ۾ ٿري ماڻهو رج يا رُهيءَ وارا علائقا ڇڏي وڃي ٻرپنهہ يا ان جي ڀرئين پر وارو ٿر وسائيندا آهن. گهڻو ڪري سيني علائقن ۾ سنڌن لاڏيون نهيون پيون هونديون آهن. ان موسم ۾ هرڻ ٻاڊر جي ويجهو يا پوءِ اهڙين ڊورين ۾ وڃي ٻيهندو آهي، جتي ماڻهو يا مال جي کڙ نہ هجي. اهو گهڻي ڪري تس وارن علائقن جي آس پاس پنهنجو ٽڪاڻو ڪندو آهي. پاڻي هوندئن تہ ٿورو پيئي پر جي پيئي تہ پوءِ تس جو ئي پيئندو آهي. هرڻ لاءِ مشهور آهي تہ اهو چرندو هڪ جاءِ تي آهي ۽ ننڊ ٻي جاءِ تي ڪندو آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪا بہ شيءَ تاهہ نہ ڏئيس تہ اهو ڪيترن ئي ڏينهن تائين 15 کان 20 ڪلوميٽرن جي علائقي ۾ پيو ڦرندو گهمندو آهي. ٻرپنهہ جون اوچيون پٽون ۽ گهاتي جهنگ جي شڪل ۾ موجود وڻڪار سندس تمام گهڻو تحفظ ڪري ٿي. هن علائقي جي واريءَ جي ساخت عجيب قسم جي آهي. چڙي واريءَ ۾ فور ويل گاڏيون تہ نهيو، پر ماڻهو بہ هلي نہ ٿو سگهي. اهيون پٽون ۽ گهاٽو جهنگ هرڻن لاءِ قدرتي پناهہ گاهہ جي حيثيت رکن ٿا. جن کي ڪراس ڪرڻ ۽ سرچ لائيٽ ٻاري هرڻ ڳولڻ، خزاني جي تلاش برابر آهي. پر ڪي قاتل سونهان اهي لڪ بہ لنگهيو وڃن ۽ هرڻن لاءِ ڌرتي تنگ ڪريو ڇڏين.

## هرڻ ۽ ڏڪار:

ڏڪار وارن سالن ۾ هرڻن جي واڌ تمام گهٽ ٿئي ٿي، ڇو تہ خوشي ۽ کاڌو جنسي سڌ لاءِ تمام ضروري شيون آهن. لڳاتار ڏڪار سبب ماڻهن جون تہ نهيو، پر جانورن جون بہ جنسي سڌون مري وينديون آهن. اهو ئي سبب آهي جو ماڻهن، مينهن، سپن ۽ ٽاڙن سان گڏ مرگهہ بہ سانوڻيءَ کي

ساريندا نظر ايندا آهن. ڀٽائي گهوٽ پنهنجي ڪلام ۾ انهن ڏڪار جي سنيلن نارين جي حالت زار بيان ڪئي آهي، جن جي مڙسن جون جنسي خواهشون، خوشي ۽ خوراڪ جي ڪمي سبب موڪلائي چڪيون هيون. ڀٽائي انهن عورتن جي واتان سانوڻ کي التجا ڪندي چوي ٿو:

وَسُ بادل وَسُ، تو وسندي وَسِ تئي،
تو پئڪا، مون ساهرا، ڪوڻ پلايو رَس،
تنهين ڀاڳي وسُ، جن ور متي ڀائر ڪيا.

## سانوڻي- هجرتن جي موسم:

جڏهن برساتون پونديون آهن ۽ ٿري ماڻهو جيڪي مال جي سانگي لاءِ ڊرينهه ۽ ٿر جي تس وارن علائقن ۾ پڌاريل هوندا آهن، پنهنجيون وانڊيون خالي ڪري رڄ يا رُهيءَ وارين جُوئن ڏانهن اچڻ شروع ڪندا آهن. ڊرينهه ۽ ڀريان ٿر جون وانڊيون خالي ٿيڻ ڪري مال توڙي ماڻهن جي ڪڙ گهٽ ٿي ويندي آهي، ان ڪري هرڻن جو هڪ وڏو تعداد انهن ڊورين مان نڪري ٻاهر ڊرينهه ۽ ان جي آس پاس وارن علائقن جو رخ ڪندو آهي. هوڏانهن باڊر جي هُن پار کان هرڻن جا ڀيا ڌڻ به ٿر جو رخ ڪندا آهن. ايتري قدر جو وسڪاري جي بهاري ۽ ساوڪ هرڻن کي مهراڻي جي پٽن ۽ ڊنڊن تائين ڏوري ايندي آهي. جن مان ڳچ (جي شڪارين جي ڦهري نگاهن کان بچي ويا ته) سالن جا سال به ويٺا رهندا آهن.

## سانوڻي ۽ ڪارو هرڻ:

سانوڻيءَ جي موسم گهڻو ڪري هرڻن لاءِ هجرت جي موسم ثابت ٿيندي آهي. ان هجرت جو رخ راجستان کان سنڌ ڏانهن هوندو آهي. انهن هجرتي قافلن ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪارو هرڻ به اچي نڪرندو آهي، جن لاءِ خفتين جو چوڻ آهي ته هو ڪاري هرڻ لاءِ سالن جا سال ايئن انتظار ڪندا آهن جيئن اونهي عميق جا گهاتو هيرن وارن سپن لاءِ پنهنجا وار به اچا ڪري ڇڏيندا آهن.

ڪارو هرڻ ڪڏهن به سنڌ جو هرڻ ناهي رهيو. اهو راجستان واري ٿر ۾ اچا به تمام گهٽي تعداد ۾ رهي ٿو، جتي ڪيس تمام گهڻو تحفظ مليل آهي. ڪڏهن ڪڏهن چنڪارا جي ڌڻن سان ڪو اچي ويو ته واهه، نه ته خود ٿر جا ماڻهو ان جي شڪل ڏسڻ کان سڪي ويا آهن. گهڻو اڳ خيرپور جي ميرن ان هرڻ جي نسل کي سنڌ ۾ متعارف ڪرايو هو، جيڪو الاهي وڌيو

پر بعد ۾ ڳئون جي مٿين ڏندن جيئن غائب ٿي ويو.

## مشڪ هرڻ:

هرڻ جو هڪ قسم مُشڪ هرڻ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو، پر اهو هماليا توڙي قراقرم جي هيٺائين پٽن ۾، خاص ڪري چين، افغانستان وچ ايشيائي ملڪن جي سرحدن وارن علائقن ۾ ملي ٿو. هن هرڻ کي سندس ٽئي ڏن ۾ چپيل مشڪ واري ڳوڙهيءَ جي ڪري قتل ڪيو وڃي ٿو، جنهن جي قيمت هزارين پائونڊ لڳائي وڃي ٿي. ان مشڪ لاءِ ماڻهن ۾ سوين قصا مشهور آهن جن جي گهرائيءَ ۾ وڃڻ بيڪار آهي.

## ڪراس بريڊنگ:

هرڻن جي مختلف قسمن جي وچ ۾ ڪراس بريڊنگ ٿي ٿي وڃي. خفتين جو چوڻ آهي تہ هُنن، شڪارين کي چنڪارا جون ڪافي اهڙيون ماديون مارينديءَ ڏٺو، جن جي پيٽ ۾ ڪاري هرڻ جا ٻچا هئا. هوئنن بہ هرڻ لاءِ مشهور آهي تہ اهو ٻڪريءَ تي آنساني پٺجي وڃي ٿو ۽ ساڳي طرح هرڻيءَ سان ٻڪر چڏي هرڻ جو هڪ نئون نسل وٺي سگهجي ٿو. تازو جڏهن مان ۽ مير محمد نظاماڻي سانگهڙ جي هڪ معزز شخصيت جو پرائيويٽ ”زُو گارڊن“ ڏسڻ وياسون تہ اتي هرڻن جي خدمت ڪندڙن اسان کي شام تائين ترسڻ لاءِ دعوت ڏني. سندن چوڻ هو تہ جيڪڏهن اسان سج لٿي تائين ترسي پئون تہ هو اسان کي هرڻن جي ننڍن ڦرن کي واڙ تي موٽي ايندڙ ٻڪرين کي ڌارائيندي ڏيکاري سگهن ٿا. هنن وٽ هرڻن جا ٽي ڦر رکيل هئا، جن کي روزانو سوٽا ٻڪرين تي ڇڏيو ويندو هو. هو کير بہ ڏيو ڪندا هئا.

## هرڻي- هڪ سياڻي ماءُ:

اڄڙي ٿر جي پٽ پٽ ۽ ترائي ترائي جي اکين ڏٺي هڪ شاهد ڪان مون جڏهن هرڻن جي ٻچن بابت پڇيو تہ هن ورائيو: ”مون الاهي پيرا هرڻين کي کير پياڪ ٻچن سان گڏ ڏٺو آهي.“ هن جو چوڻ هو تہ هرڻي گهٽو ڪري ڪنهن اڙ واري جاءِ تي ڦر ڏيندي آهي ۽ اهو سارو ڏينهن ڦر سان گڏ ويٺي رهندي آهي. ٻوءِ ٻئي ڏينهن تي ڦر کي گهاٽي ٻوڙي ۾ لڪائي، اندازن جريب فاصلي جي گولائيءَ ۾ چرڻ شروع ڪندي آهي. مسلسل چار ڏينهن ائين ڪندي رهندي آهي، ٻر چارئي ڏينهن پنهنجي ڦر کي الڳ الڳ مقامن تي

ويهاريندي رهندي آهي. ڇڻن ڏينهن کان پوءِ ڦر کي پاڻ سان گڏ وٺي گهمائيندي، چاريندي ۽ ڏوري پٺي هلندي. پوءِ آهستي آهستي مهيني کن ۾ سندس ڦر آرام سان چري به سگهندو ته ضرورت مهل پنهنجي ماءُ سان گڏ جوءِ مٿان جي قابل به ٿي ويندو.

## نسل ڪشي:

اسان جي سنڌ ۾ هرڻ کي تيزيءَ سان ختم ٿيندڙ جانورن جي لسٽ ۾ شامل ڪيو ويو آهي، ڇو ته سنڌ جي فقط ٿر واري علائقي ۾ ئي وڃي هن جو ٿورو انگ بچيو آهي.

هرڻ جو سڀ کان وڏو دشمن ڏڪار آهي ۽ ٻئي نمبر تي غيرقانوني شڪار. ڏڪار جي موسم ۾ هرڻن جو ٻه طرفو نقصان ٿئي ٿو. هڪ ته هن جانور جي واڌ رڪجي وڃي ٿي ۽ ٻيو ته اُڃ، گاهه جو ڪال ۽ گرمي، پاڻ ۾ گڏجي ٿر مان هن جانور جي تڏا ويڙهه ڪيو ڇڏين. ناري واري ٿر (اڇڙي ٿر) جا ڳوناٺا اڃا به ان ڏڪار واري گرميءَ کي ياد ڪري روئيو ڏين، جيڪا 1993ع جي جون مهيني ۾ پئي هئي. گرميءَ جي شدت ايتري ته گهڻي هئي جو هرڻ ٿر ڇڏي گهرن، لاندين ۽ ربجن ۾ ڪاهي پيا هئا. ڪيترن ته پاڻيءَ ۽ ڪاڌي جي تلاش ۾ ڊڪندي ڊوڙندي دم ڏنو، ۽ جيڪي مهراڻي واري علائقي ۾ آباد ٻنين تائين پهچڻ ۾ ڪامياب ويا، سي گهڻو پاڻي پيئڻ ڪري آيامجي مري ويا.

هرڻ هر ڏڪار ۾ مرندو رهيو آهي، پر سنڌ وائلڊ لائف کاتي جي ناقص ڪارڪردگيءَ جي ڪري نقصان جو صحيح ڪاٿو ڪڏهن به سامهون نه آيو آهي. ايتريقدر جو غيرقانوني شڪار جي پرمار هوندي به ڏهن پندرهن سالن جي دوران سرڪاري طور تي ڪنهن تي به FIR نه ڪٽي وئي آهي، جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هرڻ جو شڪار ٿئي ئي ڪونه ٿو! جيتوڻيڪ اها ڳالهه عالم آشڪار آهي ته سنڌ جي ٿر ۾، خاص ڪري اڇڙي ٿر ۾ سرچ لائيٽ وارين جيپن هرڻ جي نسل جو ڪم ئي لاهي ڇڏيو آهي. هي شڪار گهڻو ڪري فور وِيل جيپ يا وري وڏين جيپن، مثال طور نشان، ٽوئيٽا ڊبل ڪيبن، لينڊ ڪروزر وغيره سان ڪيو وڃي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن شڪاري ٽريڪٽرن تي چڙهي سرچ لائيٽ هٿن ۾ ڪري، هرڻن جي تلاش ۾ نڪري پوندا آهن ۽ واپسي ۾ هڪ نه ٻه هرڻ ٽريڪٽرن پنيان ٺهل پيئين م وجهي اچي گهر ڇڏيندا آهن. هن طريقي سان هرڻ مارڻ تمام سولو ڪم آهي. هن مهم ۾ هڪ همراهه ٽريڪٽر هلائيندو آهي، ٻيو پٺن جي پاسارڻ، چوٿين ۽

ٻڪڙن جي منهن وٽ جميل ٻوهن، ڪِپن، ڪيڙن، چارن ۽ خالي پٽن تي تيز روشنيءَ جو بيم اوچلائيندو ويندو آهي. اهو ساڳيو ٿي همراهہ گدڙ - ٻلي جي ســـجاٽپ ڪندو، انهن کي تاريندو وڃي لائيٽ هرڻ جي اکين تي بيهاريندو آهي. هرڻ رات جي وقت ترايل مان نڪري پٽن جي چوٽين تي اچي چرندو آهي. جيئن ئي لائيٽ اکين تي پوندي اٿس تہ لاچار ٿي بيهي رهندو آهي. تيستائين شڪاري ويجهو وڃي ڪيس بندوق يا رائيفل سان شڪار ڪري وٺندو آهي. خفتين جو چوڻ آهي تہ هرڻ جي اک لائيٽ تي سائي نظر ايندي آهي ۽ اها ٻلي جي ڳاڙهين اکين جي نسبت وڏي محسوس ٿيندي آهي. خفتي، جن جو تجربو هڪ پاسي ۽ معصوم گگدامن جي عمر ٻئي پاسي، جڏهن ڳاڏيون ڪاهي پٽن ۾ منهن ڪن ٿا، تہ هرڻن، ٻاتيڙن، تترن ۽ تلورن جا آخري ڏينهن لوهہ قلم تي لکجيو وڃن ٿا!



## نندي مک ۽ ڊنڊن جو پاڻي:

مکيون سدائين مصيبت هونديون آهن، پوءِ چو نہ اُهي ماڻهن پنهنجي لاءِ هجن يا جانورن پنهنجي. رت ٻنهيءَ کي ڪنديون آهن. ٿر جي ڪس واري علائقي ۾ سنهي مک، هرڻ هجي يا ڪو ٻيو جانور، مٿس حملا ڪري جيئڻ جنجال ڪري ڇڏينديون آهن. هرڻ جي ٽنگ هيٺ هرڻ جو رت چوسيندي

آهي. ان ڪري پولي ۾ جي ڪو جانور ڊنڊن تائين پهچي به ويندو آهي. نه گهڻي عرصي تائين اتي يا ان جي آس پاس رهي نه سگهندو آهي. پر ڏڪار جي موسم يا سخت گرمي پد وارن ڏهاڙن ۾ چنڪارا جا چئن يا پنجن جانورن تي مشتمل ڌڻ ڪڏهن ڪڏهن پٽڪي سٽڪي مهراڻي جي ڊنڊن وارين ڊورين ۾ پڻ اچي بيهندا آهن، جن مان اڪثر ڊنڊن جو بيٺل پاڻي پيئڻ ڪري، يا وري پوسل وارو گاهه واپرائڻ ڪري ربيج جو شڪار ٿي ويندا آهن، جنهن جو هڪ مثال وڏيري علي خان جوڻيجي وارن جي "هرڻن واري پيلاٽ" جا هرڻ آهن، جن مان ڏهه پندرنهن هر ٻئي ٽئي سال ان بيماريءَ جو شڪار ٿيو وڃن. هيءُ پيلاٽ مکيءَ ۾ گانگريءَ واري پٽ لڳ آهي، جيڪو چئني طرفن کان ڊنڊن سان گهيريل آهي.

## هجرتي ڌٽن جو ساليانو انگ:

ان سڄي صورتحال هوندي به خفتين جو چوڻ آهي ته سال ۾ ٽن هزارن جي لڳ ڀڳ هرڻ اچڙي ٿر جي ياترا ڪن ٿا. جن مان ٻن ڪان ٿي سو پهرو بارود جو ڪاج ٿين ٿا. هڪ دفعي مون جڏهن هرڻن بابت پل پل جي معلومات رکندڙ هڪ همراهه کان پڇيو هو ته، "ڪيترا هرڻ اندازن هن سال پنهنجي علائقي ۾ آيا هوندا؟" ته هو ٿورڙي دير لئه چڻ ته سوچ ۾ پئجي ويو هو. پوءِ نهايت ئي اطمينان واري انداز ۾ ٻڌايو هئائين ته، "تعداد جي ته يار مونکي خبر ناهي، پر ڪجهه مهينا اڳ تائين اسان حساب لڳايو هو ته اسان جي هن ايريا ۾ سانوٽي شروع ٿيڻ کان ڇهن مهينن اندر به سو هرڻ شڪار ٿيا هئا. هاڻي حساب تون پاڻهي ئي لڳائي وٺ، ته ڪيترا هرڻ آيا هوندا؟" هن جو جواب ٻڌي منهنجا ته طوطا ئي اڏامي ويا هئا. پوءِ پاڻ ئي ليکو ڪري ٻڌايو هئائين ته اُن سال لڳ ڀڳ ٻن ڪان ٽن هزارن جي تعداد ۾ هرڻن باڊر جي ان پٽيءَ ڏانهن رخ رکيو هو.

## شڪاري ڇو پريشان آهن؟:

ڪجهه مهينا اڳ سانگهڙ ضلعي جي شڪارين- خاص ڪري مکي ۽ ان جي آس پاس وارن خفتين ڳوٺ حاجي احمد خان لغاريءَ ۾ هڪ ميٽنگ ڪئي، جنهن جو مقصد هو ته شڪار کي ڪيئن بچائجي؟ ان ميٽنگ جي رپورٽنگ اخبارن ۾ آئي هئي. جيتوڻيڪ مون کي به ان اجلاس جي دعوت هئي، پر مان روائتي سستيءَ جي ڪري وڃي نه سگهيس. پر مون کي هڪ عيوضي ٻڌايو ته شڪاري، هرڻن، ڦاڙهن، سهن، تترن جي نسلن جي تيزيءَ

سان تباهيءَ تي ڏاڍا فڪرمند هئا. هنن جو چوڻ هو ته هاڻ وقت اچي ويو آهي ته انهن جانورن ۽ پکين جو نسل بچائجي. پر سوال اهو هو ته: اهو ڪيئن ممڪن آهي؟ هڪڙن جو خيال هو ته هڪ ٻئي کي قسم وجهجن. ٻين جو چوڻ هو ته مارينڌڙ تي ڏنڊ رکجي، ٽين جو موقف هو ته مسيت ۾ هلي قرآن کڻجي. ڪين ڳٺتي هئي ته جي انهن جانورن ۽ پکين جو نسل ختم ٿي ويو ته هنن جو شوق به ٺپ ٿي ويندو ۽ سندن بندوقون به ڪٽجي وينديون! دل ته سيني جي سچي هئي ۽ ارادا به سيني جا نيڪ هئا، پر ڪنهن کي به هڪ ٻئي تي اعتبار نه هو. سندن ميٽنگ به حڪومتي مٽنگن جيئن بنا ڪنهن نتيجي تي پهچي آئنده واري ميٽنگ جي اعلان تي ختم ٿي ويئي.

## شڪار کاتي جو ڪردار:

شڪار کاتو شڪار ڪرائڻ جي معاملي ۾ ڏاڍو سخي آهي. شرط آهي ته کوبه پڇڻ نه اچي. پر جيڪو به پڇڻ آيو ان کي يا ته پرمٽ وٺڻي پوندي يا وري مَٽ پرڻو پوندو. شڪار روڪرائڻ يا قانون تي عمل ڪرائڻ يا ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ، هنن جي وس جي ڳالهه ناهي. هن کاتي جا عملدار انهن پوتارن ۽ شڪارين کي به جهڪي سلام ڪندا آهن، جن جي جيپن جي بانٽن تي ٽرافيون لڳل هونديون آهن. هيءُ کاتو مظلوميت جي انتها کي پهتل آهي. مان هڪ دفعي جڏهن کائنس اها معلومات ورتي ويس ته سال ۾ ڪيترا همراهه چالان ٿيا ۽ حڪومت کي ڪيترو ناڻو وصول ٿيو، ته اهو ڏسي حيرت ٿيم، ته 89 ماڻهن جي لسٽ ۾ هڪ به اهڙو شڪاري نه هو جيڪو، ڦاڙهي، سهي، تلور يا واڳوءَ جي شڪار ۾ چالان ٿيل هجي ها. سڀ جا سڀ تترن جي ليسنس ۽ انهن جي شڪار ۾ چالان ٿيل هئا.



## ٿر ۽ مُهراڻي جو قومي وڻ

# ڪنڊي: عام استعمال کان ثقافتي اهميت تائين



گوٺ سير بخش لاساري لڳ واهي ٻنڊي جتي سيڪيدار ڪنڊيءَ جي وڻ جي واڍي ۾ مصروف اهن (فوٽو ڪنسي اسحاق مگريو)

جيئن ٻيرن جي ننڍڙي ٻيلي کي، جنهن ۾ سؤ يا ان کان مٿي وڻ هجن، هڙي چئبو آهي، تيئن ڪنڊيءَ جي ننڍڙي ٻيلي کي ”جُوهو“ سڏبو آهي. جيتوڻيڪ سنڌ جي ميداني علائقن ۾ ڪنڊيءَ جي جوهن کي ڏوڻ هڪ خواب آهي، پر ٿر ملڪ ۾ اهڙا جُوها اڄ ٻه ڪافي تعداد ۾ موجود آهن. ڪنڊي واريا سي جو وڻ آهي. ڇو تہ ان جي ٻاڙ ڏگهي ٿئي ٿي. ان ڪري پٽن توڙي ڏڙن جي چوٽين تي هن وڻ کي پنهنجي خوبصورتيءَ سان مرڪندو ڏسي سگهجي ٿو. هونئن تہ ڪنڊيءَ لاءِ درياهہ جي ڪچي وارو علائقو ٻہ ڏاڍو مشهور آهي، پر ٿر سندس ڏاڏاڻو ڏيهہ آهي. ڪنهن زماني ۾ جون ٿا تہ سانگهڙ ۽ ان جو آس پاس وارو علائقو بہ ”ڪنڊ“ جي حوالي سان سڃاتو ويندو هو. جيئن ڪنڊيءَ جي ننڍڙي ٻيلي کي ”جُوهو“ سڏيو ويندو آهي، تيئن وري وڏي ٻيلي کي ”ڪنڊ“ جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. اڄ بہ سانگهڙ ۽ ان جي پسگردائيءَ وارا ماڻهو پنهنجن پراڻن پڊن کي ياد ڪنڊي ۽

پنهنجن پونيرن کي گذري ويل وقت جون ڳالهيون ٻڌائيندي، زماني کي ڪجهه هن طرح سان ياد ڪندي ٻڌا ويا آهن تہ: "يار! ڪو زمانو هوندو هو، جو هتي رڳو ڪنڊ ئي ڪنڊ هوندي هئي......."

ڪنڊ جو زمانو تہ هاڻ رڳو بزرگن جي ڳالهين جو ئي حصو وڃي بچيو آهي، پر ناري جي پرئين پر مُهراڻي ۽ ٿر ۾ ڪنڊيءَ جو وڻ ماڻهن ۾ اڄا بہ ساڳي طرح مقبول آهي، جيئن ڪنهن زماني ۾ مڪيءَ جي ماڻهن ۾ مقبول هوندو هو. ناري جي ڪنارن سان ڪنڊيءَ جا جُوها اڄا بہ پنهنجي اوڄ تي ڏسڻ ۾ اچن ٿا. مهراڻي جي "ڪس" واري ڪنڊي ڏاڍي گهاٽي ٿيندي آهي.

مهراڻي واري علائقي ۾ ڪنڊيءَ جو پاڻيءَ ۽ واريءَ سان عجيب رومانس نظر اچي ٿو. پٽن جي ڪنارن سان، جتي ڍنڍن جي پاڻيءَ جو سيلابُ متي چڙهي ٿو، اتي سون جي تعداد ۾ ڪنڊيءَ جا جُوها نظر اچن ٿا. وري عجيب لقاءُ اهو بہ آهي تہ جيئن جيئن پاڻي متي چڙهندو ويندو، تيئن تيئن پاڻيءَ هيٺ اينڊڙ وڻ سڙندا ويندا. ائين پاڻيءَ جي وڌڻ سان ڪنڊيءَ جا پراڻا وڻ سڙي ختم ٿي ويندا آهن. مڪيءَ جي علائقي جي ڪنڊي ۽ ٿر جي ڪنڊيءَ ۾ نمايان فرق ٿئي ٿو. مڪيءَ جي ڪنڊين ۾ ڪنڊا وڏيڪ ٿيندا آهن، جڏهن تہ ٿر جون ڪنڊيون لسيون هونديون آهن. مڪيءَ جي ڪنڊين ۾ سنگر جام ٿين، پر ٿري ڪنڊن ۾ سگر گهٽ، چوڙا وڏيڪ ٿين. اهو ئي سبب آهي جو انهن کي "ڪنڊا" سڏيو ويندو آهي. ٿري ماڻهو جڏهن ڏسندو تہ ڪنڊيءَ ۾ ڪنڊا وڏيڪ ۽ چوڙا گهٽ آهن تہ چوندو "اها ڪنڊي آ"، پر جي ڪنڊا گهٽ ۽ چوڙا وڏيڪ هوندس تہ ان کي "ڪنڊو" ڪري سڏيندو. پر انهن ٻنهيءَ جي برعڪس ڪنڊيءَ جو هڪ ٻيو قسم بہ ٿيندو آهي جنهن کي ٿري ماڻهو "مورو" ڪري سڏيندا آهنْ. گهٽيون ڪنڊيون هونديون تہ چوندا "مورا" آهن، پر جي ڪا هڪ اڌ ڏنائون تہ چوندا: "او اهو مورو بيٺو آهي." يا ڪي پار پتا ڏيٺا هوندن تہ چوندا: "او اهي موري وٽ يا ان جي آس پاس." مورا گهٽو ڪري ٿر ۾ هر جاءِ تي ٿين. جتي ڪنڊي نہ ليندي، اتي مورو ضرور ملي ويندو. رڃ ۾، جتي زير زمين پاڻيءَ جو تصور ڪرڻ اجايو آهي، اهڙي قسم جا مورا موجود ڏٺا ويا آهن.

## ڪنڊيءَ جي وڻ مان فائدا:

ڪنڊي اندازن پنجن سالن ۾ وڻ ٿي ويندي آهي، پر ڦل ٽن سالن کان

ڏيڻ شروع ڪري ڏيندي آهي. ڪنڊيءَ جي ٻور کي ”مڃر“ چئبو آهي ۽ ڦرين کي ”سنگريون“ ڪوٺيو ويندو آهي. مڃر کي مال ڏاڍي شوق سان کائيندو آهي. جڏهن ته سنگرين جي ڀاڄي بيحد لذيذ ٿيندي آهي. ٿري ماڻهو ڪچيون سنگريون پٽي ڀاڄي رڌيندا آهن. ٻيون وري اوٻاري، لوڻ ملائي ۽ سڪائي رکي ڇڏيندا آهن. اهڙي طرح سڄو سال پيا واپرائيندا آهن. ڪن ڪن ڪنڊن جا سنگر ٿلها ۽ مٺا ٿيندا آهن ۽ ماڻهو سوڪڙي ڪري ”سنڌ“ ڏانهن موڪليندا آهن.

ڪنڊيءَ جي ٿاري تمام ڪارائتي ٿيندي آهي. خاص ڪري سياري جي موسم ۾ ٻڪرين جا ننڍڙا ڦلڙا پلبا ئي ٿارين تي آهن. اُٺ ۽ اُنيون پڻ ڏاڍي چاهه سان ٿاري واپرائينديون آهن. ڳئون، گهوڙا ۽ گڏهه، جي ٿاري هيٺ هوندي ته چڪ هڻندا، نه ته هرون پرون جا حيلا نه ڪندا. پر انهن جي برعڪس ٿاري ٻاڪري مال لاءِ محبوب غذا آهي. جڏهن ٿارين جا پن ختم ٿي ويندا آهن ته ماڻهو انهن کي لوڙهن ۾ اسٽ مال ڪندا آهن. ڪنهن زماني ۾ جڏهن ٽريشر نه هوندا هئا ته سنڌ جا ماڻهو ڪنڊيءَ جو ڍنگر فرشي طور استعمال ڪندا هئا. ماڻهو اڃا به سڪل ٿاريءَ کي ”ڪڙهه جي ڍنگر“ طور استعمال ۾ آڻين ٿا.

ڪنڊيءَ جي ڪاٺي وڏي استعمال جي شيءِ آهي. وڻ جي ڪانيءَ جا ڪايا به ٿيندا آهن، پر ڪاني مٿي هڄڻ ڪري جلديءَ ۾ ڪاڄيو وڃي، ۽ زمين ۾ به هيءَ جلدي ڳري ويندي آهي. مضبوط ڪاٺ حاصل ڪرڻ لاءِ ڀهريائين ڍنڍن جي ڪنارن وارين گهاٽين ڪنڊين کي باهه ڏيئي ساڙيو ويندو آهي، پوءِ انهن کي وڏي گهٽ ۾ گهٽ ڇهن مهينن تائين پاڻيءَ ۾ رکي ڇڏبو آهي. پوءِ چوڏو لاهي، سڪائي، گهرن جي ڇتين ۾ استعمال ڪبو آهي. اهڙي نموني تيار ڪيل ڪاٺ جي عمر ماڻهوءَ جي عمر جيڏي ٿيندي آهي.

پراڻو ڪنڊو جڏهن سڪي نوٺ تي پوندو آهي ته مکيءَ توڙي مهراڻي جا ماڻهو ان کي وڍي، مٿيون چوڏو لاهي صاف ڪندا آهن. پوءِ صاف ٿيل ڪانيءَ کي ”آڏ“ طور استعمال ڪيو ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ان صاف ٿيل ۽ گهڙيل ڪاٺ کي وڏيڪ گهڙي ان مان ڪاري رنگ جي ڪٺ ڪڍي ويندي آهي، جنهن کي مقامي ماڻهو ”ڪرشي يا ڪرسي“ چوندا آهن. هن ڪاٺ کي ڪهاڙي به وڍي نه سگهندي آهي. هن ڪاٺ جو رنگ ايترو ته پڪو هوندو آهي جو جيڪڏهن وڍيندڙ ڪهاڙيءَ تي به چڙهي وڃو نه لهي نه سگهندو آهي. هن ڪاٺ مان چڙن جون لارون، جيڪي هڏن ڪان به سخت ٿينديون آهن، ناهيون وينديون آهن. ان ڪان سواءِ، ڪهاڙين جا ڳن، هٿ ۾

جهلڻ وارا لڪڻ، رنبن، ڏاٽن وغيره جا ڳن پڻ هن ڪاٺ مان ٺاهيا ويندا آهن. ڪنهن زماني ۾ ڦلڙيون ۽ ٻٽڻ پڻ انهيءَ ڪاٺ مان تيار ڪيا هئا. سونارا ڦلڙين کي لاٽيون ڏيئي منجهن پارو ويهاري ڇڏيندا هئا، جنهن ڪري اهي ٻڏيڪ فينسي ۽ جديد ٿي پونديون هيون ۽ مايون وڏي شوق سان پائينديون هيون.

سُڪل ڪنڊيءَ جي ڪاٺيءَ کي ڇت ۾ آڏ طور استعمال ڪرڻ لاءِ ڇهن ڪان ٻارنهن مهينا پاڻيءَ هيٺ رکيو آهي. پوءِ ڪاريگر کي گهرائي "آڏ" ترائيبي آهي. آڏ ترڻ جا ٻه ڪاريگر هوندا آهن. جهڙو تهڙو ماڻهو "آڏ" ترِي هرگز ڪين سگهندو آهي. مصري ٻهڻ، گولو ٻهڻ، منٺار جوٽيجو، مگيو جوٽيجو ۽ مجيد مگريو مکيءَ جا ڪجهه مشهور "آڏ" ترينڌ آهن. آڏون چورس ۾ ترييون آهن. عام گهر لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٻارهن فوٽ ڊگهي آڏ جي ضرورت پوندي آهي. ٿر توڙي مکيءَ ۾ پنجويهن ڪ، تيهن فوٽن جون آڏون ٻه تيار ڪري سگهبيون آهن.

ڪنڊيءَ جي ڪاٺ مان پاڳيا مال جي "آنهه" (پاڻي پيئڻ جو ٿانو) پڻ ٺاهيندا آهن. ٿلهي ڪاٺيءَ کي پاڻيءَ ۾ ٻارنهن مهينا پسائي، ان مان ڪٺن جون ايسون ۽ ٻانهون پڻ ڪيرايون وڃن ٿيون. ڪنڊيءَ جي ڪاٺ جو ڪوئلو اعليٰ درجي جو ٿيندو آهي. ميرن جي موسم ۾ پاڳيا پاٽن ۾ ڏگ ڪري مال کي دونهون ڏيندا آهن. اوطاقن ۾ ٻه ڪاٺ ٻاري سڄي رات ڪچهري مچائيندا آهن. ڪنڊيءَ جو ڪاٺ پڪو هجڻ ڪري دونهون گهٽ ڪندو آهي. هن جي ٻاهه صاف ۽ ٽاندو دير سان "اگر" ۾ تبديل ٿيندو آهي. ڪنڊيءَ جو ڇوڏو ٻه ٻارڻ جي ڪم اچي ٿو. هن جون پاڙون ايتريون ته ڊگهيون ٿينديون آهن جو ماڻهو انهن مان لنيون ۽ جهيرٽا ٺاهيندا آهن.

## ڪنڊيءَ جي وڻ جي ثقافتي اهميت:

ڪنڊيءَ جي وڻ جي ثقافتي اهميت جو اندازو ان ڳالهه مان ئي لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌي سماج ۾ ان جو نالو عورت ۽ مرد ٻنهيءَ تي رکيو وڃي ٿو. ماڻهو پنهنجن ٻارڙن تي ڪن تمام پيارين، قيمتي ۽ سهڻين شين جا نالا ئي رکڻ پسند ڪندا آهن. ڪنڊيءَ جي جيئن ته سنڌي سماج ۾ تمام گهڻي اهميت آهي، ان ڪري ان جو نالو سنڌي ماڻهن جي ناليٽريءَ ۾ پڻ داخل ٿيل آهي. ڪنڊي هر طرح سان ڪارائتي آهي. اها ميوو، گاهه، ڪاٺ، ٻارڻ، زيور، ڇانو وغيره- سڀ ڪجهه مهيا ڪري ٿي. اهڙي ڪارائتي شيءِ جو نالو ڇو نه اکين جو ٺار ٿئجي. ڇو نه نيڻن جو نُور ٿئجي! انب، صوف،

ٻير، ٽوهه، ڪرڙ، ڪبڙ، ليمو، ڪانڊيرو، گلاب وغيره جهڙين ڪارائتين شين کان پوءِ ڪنڊيءَ کي ئي اهو اعزاز حاصل آهي جو اها پنهنجي سڃاڻپ انسان اندر داخل ڪري چڪي آهي. ڪنڊيءَ سان هتان جي ماڻهن جي محبت جو اهو ڀرپور مثال نہ آهي. سنڌن محبت جو هڪ ٻيو مثال اهو بہ آهي تہ وڻ جي طويل عمريءَ کي سامهون رکي مکي ۽ ٺٽ جون عورتون جڏهن ٻارن کي لوليون ۽ دعائون ڏينديون آهن تہ چونديون آهن: ”الله توکي تاروهيءَ واري ڪنڊي جيتري ڄمار ڏئي.“ تاروهيءَ وارو ڪنڊو جهونو هجڻ سان گڏ هڪ ليجينڊ پڻ آهي. اڄڙي ٺٽ جو هيءُ ڪنڊو جڏهن جيجل ماءُ جي زبان تي دعا بڻجي گونجي ٿو تہ محبت، عقيدت ۽ احترام جون سڀ معنائون، اُهڃاڻ ۽ علامتون ڪنڊيءَ جي وڻ مٿان مينهن بڻجي وسي پون ٿيون. سنڌس عظمت ۽ صبر کي سلام آهي. سنڌس اٽل ارادو ۽ اڏولپڻو تہ ڏسو، ڏڪر هجي توڙي خشڪ موسم، رڃ هجي توڙي گرم لوئن جو طوفان، اهو پنهنجي حصي جو پاڻي ۽ لوڻ زمين جي پاتال مان ڇڪي ڪڍي ٿو.

ٺٽ ۽ مکيءَ جي ماڻهن ۾ ”شاهہ مردان شاهہ واري ڪنڊي“، ”سائو ڪنڊو“ ۽ ”تاروهيءَ وارو ڪنڊو“ تمام گهڻو مقبول ۽ معتبر آهن. ”شاهہ مردان شاهہ واري ڪنڊي“ ان ڪري مقبول آهي جو هُو ان هيٺان ويهي عبادت ڪندو هو. ان ڪري ماڻهو اڄ بہ اتي منتون باسيندا آهن ۽ پنهنجي نااميدين جا ڪشڪول اونڌا ڪري اميدن، اوسيئڙن ۽ اوجاڳن جا پيالا ڀري پنهنجي ماڳن ڏانهن موٽي ويندا آهن. ڇاڪاڻ تہ فطرت جي هنج ۾ پلجي وڏي ٿيندڙ ماڻهوءَ جون محبتون، رنج الم، ڏک سک، اميدون ۽ خوف، وهم ۽ وسوسا، فطرت جي هڪ هڪ شيءِ سان جڙيل هوندا آهن. هو انهن سان ڳالهيون ڪندو آهي، توقع رکندو آهي، محبت ڪندو آهي ۽ ڊڄندو آهي.

جهڙي ريت حضرت انسان اڪيلي ۽ جهوني وڻ هيٺان ننڊ ڪرڻ کان لهرائي ٿو، تهڙي ريت وڏي ڄمار واري ”ڪنڊي“ هيٺان سمهڻ ۽ ترسڻ کان هتان جا ماڻهو پڻ ڪن ڪن ٿا. ڇو تہ ڪِڙ يا وسوسهن نہ هجڻ ڪري اهڙن وڻن هيٺيان ماڻهن کي جنن ۽ سرابن جي موجودگيءَ جو گمان رهي ٿو.

ٺٽ ۽ مکيءَ جا ماڻهو جنهن سال ڪنڊين جي وڻن کي ڪومائل ڏسندا آهن، تنهن سال چوندا آهن تہ، ”هيل مينهن گهڻا پوندا.“ پر جڏهن ڪنڊين جا پن سڙڻ لڳندا آهن تہ هو ان مان سيءُ جي شدت جو اندازو لڳائيندا آهن. ڪا ڪنڊي جيڪڏهن ڪنهن بہ حوالي سان رڳو هڪ دفعو مشهور ٿي وئي تہ سڄي عمر ماڻهو ڪيس هٿ نہ لائيندا آهن. ٺٽ ۾ جتي رستا اڻ لڀ آهن ۽ طرف سڃاڻڻ بہ ڪافي مشڪل ڪم آهي، اتي ماڳ مڪانن، پٽن ۽

رستن، ترن ۽ کوهن کي بہ مشهور ڪنڊين وسيلي سڃاتو وڃي ٿو. ڪن بزرگن ۽ درويشن کي پڻ ڪنڊين جي نالن پٺيان سڏيو وڃي ٿو. جيئن تعلقي سنجهوري ۾ اڄ بہ "ڪنڊو فقير" مشهور آهي. ڪنڊي واٽر، ڪنڊيءَ وارو مقام، ڪنڊياري (تعلقہ سانگهڙ) ڪنڊي اسٽاپ، ڪنڊيءَ وارو ڳوٺ، ديهہ سارڪي ڪنڊي وغيره ڪجهہ اهڙا مثال آهن، جيڪي رڳو ناري جي ساڄي ڪپ وارن علائقن ۾ عام ٿي چڪا آهن.

ڪنڊيءَ کي شاعرن پڻ پنهنجي شاعريءَ ۾ نمايان جاءِ ڏني آهي. مثال طور ياز جو گيت "ڪنڊي نہ سگري ٻير نہ پلڙو......" سڄي سنڌ ۾ ٻچي ٻچي جي وات مان گونجندو رهي ٿو. سنڌ جو البيلو راڳي مرحوم سرمد سنڌي حال حيات هوندو هو تہ سنڌي ماڻهو ڪانئس هر محفل ۾ ان گيت جي فرمائش ڪندا هئا. گيت ٻڌي، هو ڏک ڪرڻ بدران جهومڻ لڳندا هئا!

سُر "ڪاموڏ" ۾ ڀٽائي صاحب ڪينجهر جو نظارو پيش ڪندي ڪنڊيءَ جي گلن کي نهايت ئي سهڻي انداز ۾ ياد ڪيو آهي.

"هيٺ جر مٿي مڃر پاسي ۾ وٽراهہ!"

سُر "ڏهر" ۾ وري ڊوري مهراڻ جي سُڪل پيٽ ۾ ڪنڊن جا وڻ ڏسي، تن مان هڪ سگهي متاري ڪنڊي سان ڳالهيون ڪندي فرمائي ٿو تہ:

جان تو هُئڙو سور، ڪنڊا! ڊِور ڏٺين جو،
مٿي لامن ٻور، موريءَ مَڃَر نہ ڪرئين.

(اي ڪنڊا! جي توکي مهراڻ جي مالڪن جي، وڇوڙي جو درد آهي تہ تون ماڳوين پنهنجي ٽارين جي ٻور مٿان سگر ئي پيدا نہ ڪر."

انهيءَ ساڳئي سُر جي ٻهرين داستان ۾ شاهہ سائين ڪنڊي کان جسودن (شاهوڪار وڻجارن) جون خبرون چارون پڇي ٿو. مهراڻ جي وهڻ جو دور پڇي ٿو. سندس عمر پڇي ٿو. ٿر جي جنهن ڏهر مان اهو مهراڻ گذرندو هو، سو هاڻي پڙپانگ لڳو پيو آهي. شاهہ صاحب کي معلوم آهي تہ ڪنڊي جي عمر وڏي ٿئي ٿي. ڪيس پڪ آهي تہ جڏهن درياهہ وهندو هوندو، اهو ڪنڊو تڏهن بہ اتي موجود هوندو. اهو ئي سبب آهي تہ مکيءَ ۽ ٿر جون مائرون پنهنجي اولاد کي اڄ بہ لولي ۾ دعا ڏيڻ مهل "ڪنڊي" جي عمر جيتري عمر لاءِ هٿ ڊگهيڙيندي يون آهن.

"ڪنڊا! تون ڪيڏو، جڏهن پريو ڊورو وهي؟
جسودن جيڏو، تو ڪو ڳڏيو ڀهيڙو؟"

(اي ڪنڊا! تڏهن تون ڪيڏو هئين، جڏهن مهراڻ تار ٿي وهيو؟ توکي هاڻي جسودن جهڙو پانڊيڙو ڪو ڳڏيو آهي؟)

ڪنڊيءَ جي وڻ جي اهميت جو اندازو ان ڳالهه مان به لڳائي سگهجي ٿو تہ ٿارين جي لوپ دوران ٿر توڙي مڪيءَ ۾ جهيڙا بہ ٿيو پون. ماڻهو ڪنڊيءَ جي وڻ کي پنهنجي ملڪيت جيتري اهميت ڏيندا آهن. جهيڙا جهڳڙا ڪڏهن تہ برادرين ۾ بہ ڏار وجهيو ڇڏين ۽ ماڻهو مرڻو پرڻو ڇڏي هڪ ڪنڊ ۾ ٿي ويهيو رهن. ڪنڊيءَ جي ماڪيءَ جو ذائقو بيحد وڻندڙ ٿيندو آهي. ڳيرو ۽ جهرڪي ڪنڊيءَ جي وڻ تي آکيرا بہ ڪندا آهن ۽ اچو تتر سندس ڏارن کي چاڙهيڪي طور پڻ استعمال ڪندو آهي. ٿر ۾ سڀ ڪان وڏيڪ ڪنڊي ڊبرئن واري علائقي ۾ ٿئي ٿي. جڏهن تہ مڪيءَ ۾ مهراڻي وارو علائقو ڪنڊيءَ جو مرڪز آهي. هونئن تہ ٿر سڄو هن وڻ سان ڀريو پيو آهي، ان ڪري ڪنڊيءَ کي ٿر ۽ مهراڻي جو قومي وڻ چئجي تہ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو.



ايڙي ٿر ۾ اٺن جي پالنا
مِيا ۽ مولها مارو پالين مَرڪ سين



اچڙي ٿر ۾ اٺن جي پالنا

# مَيا ۽ مولها مارو پالين مَرڪ سين



ڪاروڙي لڳڻ اٺن جي ڳڻ آيل هڪ ٿريو ۽ سنڌس اٺ

سنڌ جي نقشي تي نظر وجهبي تہ هندستان جي سرحد سان اسان کي هڪ اهڙو جاگرافيائي خطو ڏسڻ ۾ ايندو، جنهن کي ريگستان سڏبو آهي. عام ٻوليءَ ۾ اهو ٿر ۽ مقامي ٻولين ۾ ٿر، اڇڙوٿر، چولستان ۽ روهي ٿل وغيره جي نالن سان مشهور آهي. ريگستان اهڙو علائقو آهي جتي برساتون گهٽ ۽ رستا اڻ لڀ آهن. اهڙي صورتحال ۾ هتان جي ماڻهن جو گذران مال تي ٿئي ٿو. اُٺ، ٻڪري، رڍ، ڳئون ۽ گڏھ. گهڻو ڪري هرڪو پالڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. عام سواري نہ هجڻ ڪري اٺ رکڻ هڪ نہ ٻئي خاندان جي مجبوري آهي. هتي اٺ جي نسل جي باقاعدي پالنا ٿئي ٿي. ٿر ۾

ڍاٽڪري، ڍاٽي، جيسلميري ۽ عام ٿري اڻ وڏي شوق سان پاليا ويندا آهن. ٿر يا ريگستان جي ”رڄ“ ۽ ”ڊريئن“ واري حصي کي اچڙوٿر سڏيندا آهن، جنهن کي سرڪاري طور تي نارا ريگستان جي نالي سان به ياد ڪيو ويندو آهي. جيتوڻيڪ ٿر ۾ اڻ هر گهر جي ضرورت آهي، پر اچڙي ٿر ۽ چولستان ۾ ان جي اهميت تهائين وڌيڪ آهي. هتي هر گهر هڪ به اڻ ضرور رکي ٿو، پر ڪي اهڙا به خاندان آهن جن جي زندگيءَ جو سڄو دارومدار انن جي وڳ تي آهي. ڪنهن زماني ۾ ته هتان جا اوٺي سون کان به وڌيڪ ڏاچيون رکندا هئا، پر آباديءَ جي وڌڻ ۽ چراگاهن جي گهٽتائي ۽ ڏکر جهڙين آفتن جي ڪري هاڻ ايڏا وڏا وڳ رکڻ ممڪن نه رهيو آهي. چراگاهن جي حساب سان اچڙي ٿر کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: سياري جا چراگاهه، جيڪي سانوڻيءَ کان پوءِ وجود ۾ اچن ٿا ۽ سڄو سيارو هلن ٿا، ۽ اونهاري جا چراگاهه، جيڪي ناري جي ڪناري سان موجود ڍنڍن جي ڪنارن سان اڳ ۾ ئي موجود آهن. هي چراگاهه سياري اونهاري ۾ استعمال ۾ اچن ٿا. اونهاري ۾ اونار پنهنجا گهر گهاٽ ڇڏي اچي ڍنڍن جي ڪنارن وارا علائقا وسائيندا آهن ۽ جڏهن برسات پوندي آهي ۽ گاهه پنهنجا گونچ ڪڍي ٿر کي سائي چادر اوڍائي ڇڏيندو آهي، ته هو گاه جي سانگي پري پري تائين نڪري ويندا آهن. اڻ، ننڌو گاهه، ڪالر (ڄار)، ڪنڊي، لاٽو، ڦاڙه (ڍنڍن جي ڪنارن جو هڪ ٻوٽو)، ڪرڙ، ڪپ، ڦوگ ۽ ووڻن جي فصل يا وارياسي پٽن ۾ ڄمندڙ ٻڙ هٽندڙ ٻوٽو بيحد گهڻو پسند ڪري ٿو. هتان جا اوٺي ڏاچين جو وڳ وڏي شوق سان رکندا آهن. نر اڻ کي پالي وڏو ڪري وڪڻيو ڇڏين، جڏهن ته وڳ سان رڳو هڪ اڻ کي جهلين. ڇو ته به اڻ هڪ وڳ ۾ رهي نه سگهندا آهن. هن ٿر ۾ ڏاچين جا وڳ گهڻو ڪري ڇيڪ ڇڏيل هوندا آهن، پر جنهن جاءِ تي موٽي اچي آرام ڪن ان کي ”جهوڪ“ سڏبو آهي. جُوءِ ۽ جهوڪ جي وچ تي کير ڏهڻ واري جاءِ هوندي آهي. ڏاچيون جيئن ئي گاهه وغيره کائي شام ڌاري جهوڪ ڏانهن رخ رکن ته رستي ۾ ان جاءِ تي بيهي پاڻ ڏهائين. جيڪڏهن اونارن جو پڙاءُ جهوڪ جي ويجهو هوندو آهي ته هو اتي ڏاچيون ڏهيو وڃن. ڏاچي ڏهڻ تمام ڏکيو ڪم آهي. هيءُ ڪم گهر جا مرد سرانجام ڏين. اونار جهوڪ ويجهو اچي هڪ خاص قسم جي نال يا هڪل ڪندا آهن. ڏاچيون ڊوڙنديون ڊڪنديون سنڌن ٻاهران ڦري ويندا آهن. هڪ ڏاچي روزانو پنجن کان اڻ ڪلو کير ڏئي سگهي ٿي. کير گهڻو ڪري کارو ٿئي. طرح طرح جا ٻوٽا ۽ گاه واپرائڻ ڪري ڏاچيءَ جي کير جا سؤ ذائقا ٿين. هيءُ ٿليءَ جي بيمارين ۽ هاضمي لاءِ

بيحد مفيد ٿئي ٿو.

نر اٺ کي وڳ سنڀالڻ لاءِ باقاعدي تربيت ڏبي آهي. جتي ڏاچين جو وڳ چرندو آهي، اتي نر اٺ مٿن پهرو ڏيندو آهي. اٺ کي تربيت ڏيڻ لاءِ اوٺار هڪ تلي (هيٺائين جاءِ) چونڊيندا آهن، جتي ڏاچين کي گڏ ڪري بيهاريو ويندو آهي. پوءِ اٺ کي وڳ مان هڪلي پري ڪنهن پٽ جي چوٽيءَ تي وٺي چڙهبو آهي. ايترو پري جو سندس نظر تليءَ وارين ڏاچين تي پئجي سگهي. ڪيس ٻاهرين هوا لڳرائي ۽ تلي ٻاهريان ڊوڙائي چڱي خاصي سڪ ڏبي آهي. پوءِ ٿئي پاسي کان اوٺار هڪ ٻيو نر اٺ ڪاهي ايندا آهن. هو ان کي ڏسندي ئي ڏانهس ڊوڙ ڪندو. ڪيس ڊوڙائي وٺي ترائي وارين ڏاچين سان ملندو. وڳ ۾ شامل ٿي اچي ڏاچين کي ڪٺندو. ڪين ڪنهن ٻيءَ ترائيءَ ۾ بيهاري وري اچي ان اٺ جي مهان منهن ٿيندو. اهڙيءَ ريت سڄي وڳ کي تڙ تي ٻه آڻيندو، جهوڪ تي ٻه پهچائيندو ته سندن رکوالي ٻه ڪندو.

ٿري اُٺ اڄ جو ڏاڍو ٿئي. ٿري ڪيس "ٿر جو مولهو" سڏين. پر پارڪري سونهن ۾ سرس ٿين. لاڙي اُٺ وزن جو ياڙيو، پر وچولي سنڌ وارو "لاڏو" ، جيڪو خاص ڪري حيدرآباد ۽ سانگهڙ جو آهي، سگهو ۽ وزن کڻڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ ٿئي. چو ته نواب شاهه، سانگهڙ ۽ حيدرآباد جا علائقا ڪپهه ۽ ٻين اناجن جي پئداوار جا مکيه مرڪز آهن، ان ڪري انهن علائقن ۾ خاص قسم جي "ڀاري ڀرڪم" نسل واري اٺ جي ضرورت سدائين موجود رهي آهي.

اڄڙي ٿر ۾ اُٺن جي پالنا جي شروعات ڪڏهن ٿي، پڪ سان چئي نٿو سگهجي. پر غالباً گمان اهو ئي آهي ته، جڏهن کان انسان اتي آباد ٿيڻ شروع ٿيو آهي، تڏهن کان اٺ سندس پهريون ساٿي جانور ڏسڻ ۾ اچي ٿو. سنڌ جي مختلف علائقن ۽ ٻولين ۾ اٺ تي پنجاهه کان مٿي نالا رکيل آهن، جن مان اٺ، چانگو، ڏاگهو، ڪرهو، لاڏو، ميو وغيره تمام گهڻو مشهور آهن.

اٺ جي هڪ خاصيت اها ٻه آهي ته اهو سخت موسم کي ٻه برداشت ڪري سگهي ٿو. عام ڏکر وارين حالتن ۾ اٺ ٽن سالن تائين جيئرو رهي سگهي ٿو. اهو ان ڪري جو ڪيس پاڻيءَ جي گهٽ ضرورت پوندي آهي ۽ اهو عام وڻ جهڙوڪ ڪنڊي، ٻير، ڪبڙ، ڦوڳ وغيره منجهان کاڌو حاصل ڪندو رهي ٿو. اهي وڻ (سواءِ ٻير جي) ٿر جي ڏکر وارين حالتن ۾ ٻه گهڻو ڪري ساوا نظر ايندا آهن. ٿري ماڻهو اٺن سان تمام گهڻو پيار ڪندا آهن. سهڻن ۽ پلن اٺن تي نالا رکيا ويندا آهن. مثال طور تيز پڇڻ وارن اٺن

کي گولي، ڏماڪو، پکي، باز، ڪلاشن، ڪبوتر وغيره جي نالن سان سڏيو وڃي ٿو. ان کا علاوه ڏاتي، لاڏو، مولهو، پارڪري، تيلو وغير پڻ مشور آهن. خوبصورت ڏاچيءَ کي ڪونج سان تشبيهه ڏيندا آهن. وڳ جي قطار کي ڪونجن جي قطار سڏيندا آهن. ٿر ۾ ڏاچيون جڏهن جهوڪ ڏانهن اينديون آهن تہ وڏي "ڪنڌي" هٽنديون آهن (ڪونجن وانگر قطار ڪري اينديون آهن). ٿر ۾ انن جا رنگ ڪارڙا، اڇڙا، پورڙا ۽ ڳاڙڙا ٿين ٿا.

اونـار ڏاچيءَ تي اٺ ڇڏڻ کي "وارو رکڻ" چوندا آهن. ڳبي نہ رکڻ جي صورت ۾ ڏاچي پندرهين ڏينهن وري اٿل کائيندي آهي. ڳبي رکڻ جي صورت ۾ ٻارهين مهيني ويامندي آهي. گوري کي ٻہ سال کيرپياري ٽئين سال هڪلي ڇڏيندي آهي ۽ چوٿين سال وري ويامندي آهي. هر ڏاچي آئن کان ڏهہ ٻيٽ وياميو وڃي. ڏائيندڙ ڦر کي گورو يا گوري ۽ هڪليل کي ڪنواٽُ يا ڪنواٽِ چوندا آهن. ڪٽي وري ڪنواٽ کي ترياس ۽ چوس بہ چوندا آهن. پوءِ سالن جي حساب سان پنجوس ۽ ڇهوس ۽ آخر ۾ اُٺ سڏيندا آهن.

جوان ٿيل ڏاچي چوٿين سال لڳيو وڃي. جيڪو اٺ ڏاچيون ڦرائي تنهن کي "سوپارو يا سپوٽ" چون ۽ جيڪا ڦرجي تنهن کي "سائي" سڏين يا چون: "جهوڪ ڪامائتو ڪري وئي". گهٽو ڪري هر وڳ ۾ نر اٺ نہ هوندو آهي، ان ڪري اڇڙي ٿر جا اونار جتي پاڙي ۾ اٺ ڏسائي اتان ان کي "ڏُڪ رکڻ" لاءِ ڪاهي ايندا آهن. مالڪ وٽان آڻيندا تہ ٿلهيون ڇيرون ٻڌي ڪاهي ايندا، پر جڏهن واپس ڏيندا تہ سينگاري ڏيندا. گهٽو ڪري پٽيهہ هار "ساڄ" جا وجهي ڏيندا. اڇڙي ٿر ۾ اٺ جي ڏُڪ جي قيمت اڄ بہ ١٥٠ روپيا آهي. جي مالڪ پئسا نہ وٺندو تہ پوءِ ڦر ڪاهي ڏيندا آهن. اڇڙي ٿر ۾ مشهور آهي تہ "جنهن گهر ۾ اُٺ آهي تنهن گهر جا ڏاٽا ڪنٽا ئي ناهن"، ڇو تہ ٻارهين مهيني اونارن کي اٺ جي ضرورت پوندي آهي. جڏهن اٺ واپس گهر ايندو آهي تہ پنهنجو ڪمائي آڻيندو آهي. جهوڪ تان واپس ايندو تہ موڙ ٻڌي ايندو. اونار مالڪ کي مبارڪون ڏيندا: "مبارڪون هجنئي! پٽاري سب سايون ڪيون." اٺ جي لڳ بابت ٿر جي اونارن وٽ دلچسپ اصطلاح رائج آهن. ٿورڙي جهلڪ اوهان هينئين گفتگوءَ مان پسي سگهو ٿا:

جڏهن ڏاچي جي وڳ وارو همراهہ نر اٺ ڪاهڻ لاءِ ڪنهن وٽ ويندو تہ چوندو: "اٺ ڏي تہ سوپ لاءِ ڇڏيان." مالڪ تاڪيد ڪندي چوندس: "پهرو ڏجانس، متان لوفر (ٻيا اٺ) ماري نہ وجنس!"

"لوفر ناهي، لوفرائي (وڳ کان ٻاهر واري ڏاچي) نہ ڏيکارجانس!"

ڏاچي جڏهن وهر آڻيندي آهي تہ اٺ سندس پٺيان پڇي ويندو آهي. پوءِ جي هوندي آهي جڙي تہ ويچاريءَ سان ويڙن هوندي آهي. جڏهن اٺ ويهارڻ لاءِ پاسا هٽندو اٿس تہ هوءَ ڪٽڪڻ لڳندي آهي. اُن تي ٽرين جون مسخريون لڳيون پيون هونديون آهن.

"اي سکيا، ڏاچي تو واري "ڊانڊارا" پئي ڪري. "خبرا" پئي ڪري. جاچينس تہ سهي، سندو وارث پيو ڪٽيس يا ڪو ٻيو......؟"

همراه ڏسي ايندو تہ چوندو: "سنئين ناهي ويٺل، پلي ڪٽيس!"

پهريون همراه پوڳ ڪندي چوندس: "وري بہ جاچي ڏسينس، متان ڪا ٻاهر ڪنڊ (يار) هجيس!"

پهريون چوندو: "اجوڙي ويني آ (ڏکي ويني آ) اٿي نہ ٿي. اٺ ٺونگا پيو هٽيس. هوءَ چئي ٿي تہ پلي وجي هليو. منهنجي جند ڇٽي. پر هو چئي ٿو تہ سٽائي ٿي ويهي."

ٻيو همراه: "جي سٽائي ٿي نہ ويني تہ اٺ لتاڙي ڪنڊ پچي ڇڏيندس! چري آ، ججهہ چو نہ ٿي ڏئيس!"

پهريون همراهہ: "نئين آ. خوف ۾ سسي وئي آ، ارهہ تہ گهٽا ئي پيو هٽيس پر، ماپ تي پوري نہ ٿي ويهي."

نر اٺ ستن سالن ۾ جوان ٿي ٻتيهہ چائيندو آهي. گهٽو ڪري هڪ ئي ڏهن ڪان سو انين جي وڳ لاءِ ڪافي هوندو آهي. ڏاچي پنهنجي گوري کي ٻن ڪان ٽن سالن تائين کير پياريندي آهي. ڦر گهٽو ڪري هڪڙو ئي ڏي پر ٻہ ڏنائين تہ اونار ايندڙ سال ڪنهن آفت يا بدقسمتي وغيره جي پيشنگوئي ڪندا آهن.

اڄڙي ٽر جا اونار گهٽو ڪري خانا بدوشن جيئن زندگي گهاريندا نظر ايندا آهن. وڳ اڳيان ۽ پاڻ پٺيان. جُوءِ جي تلاش ۾ هڪ نہ ٻي جاءِ تي پيا پڙاءُ ڪندا آهن. هو، نہ تہ ٻني ٻارو ڪري سگهن ۽ نہ ئي سندن اباڻو ڏنڊو ڪين اهڙي اجازت ۽ مهلت ڏئي ٿو. هو اُن وغيره جو بندوبست اڳوات ئي ڪري ڇڏيندا آهن، جيڪو ڪين سڄو سال ڪم ڏيندو آهي. هتان جا اونار توڙي ٻيا پاڳيا اُن، ٽجل، سوراهہ، اوڊ، چوتياريون، پنيهل، ڪيرو ۽ هٽونگي جهڙن ڪٽڪ جي مرڪزن تان خريد ڪندا آهن. هي شهر يا ڳوٺ ناري جي ڪنارن تي آباد آهن، ان ڪري اتي پهچڻ ۾ ڪين ڪا بہ تڪليف نہ ٿي ٿئي.

چوندا آهن تہ ٻڪرين جو ڌڻ رکڻ مال چاريندڙن لاءِ ڪنهن عذاب کان گهٽ نہ هوندو آهي، پر انين جو وڳ ان ڪان بہ وڌو عذاب آهي. جنهن ماڻهوءَ انن جا وڏا وڏا وڳ ڏنا هوندا، تنهن کي ئي ان ڳالهہ جو اندازو هوندو. هڪ

اوٺار سڄي زندگي پيچ پچان ۾ گذاري ڇڏي ٿو. گهر کان پري رهڻ، انهن پنيان ڊوڙندو رهڻ، هڪ چراگاه کان ٻئي چراگاهہ تائين، هڪ منزل کان ٻيءَ منزل تائين، مسلسل پيچ پچان! هڪ اوٺار کي هڪ عام ياڳئي جي بنسبت وڌيڪ رلڻو پوي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن تہ ٻن ٻن ڏينهن تائين ڪشالا ڪڍڻا پون ٿا، ڇو تہ انيون چرندي چرندي پري پري تائين نڪري ويندي يون آهن. ان ڪري اهو مشهور آهي تہ جتن کي سدائين سنڌن ۽ گوڏن ۾ سور رهندو آهي. گهڻو ڪري پيريءَ ۾ منڊا ٿي گذاريندا آهن.

وڳ سان رهندي اوٺار جي ڪرت ٿن محدود خانن ۾ ورهائجي وڃي ٿي. انهن کي هڪلڻ، سار سنڀال لهڻ ۽ ڏاس مان مختلف شيون تيار ڪرڻ. هو شام ڌاري جڏهن سار لهڻ لاءِ وڳ ڏي ويندو تہ پٽڪيل سٽڪيل کي هڪلي ويهڪ (جهوڪ) ڏانهن روانو ڪندو. رستي تي ڪِرِ ڏهي واپس اچي پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ آرام ڪندو. وري صبح جو سوير اٿي روز جي رستي وٺان سنڌن پير پيو جاچيندو. پيرن مان خبر پوندس تہ ڪيتريون هيٺ چراگاهہ ڏي لٿيون ۽ ڪيتريون رهجي ويون پوءِ ٻين کي بہ انهن ساڻ گڏي پاٽيءَ جي ويجهو ڪري ايندو. پاڻ ڏينهن جو گهر موٽي ايندو. شام جو ڏاچيون جڏهن وري هيٺيان ترابن کان مٿي. چڙهڻ شروع ڪنديون تہ هو سماءَ لهڻ خاطر هڪ چڪر ٻيو بہ ڪڍندو.

اوٺارن وٽ ٻيو مال ٻڪرين جو هوندو آهي، جنهن جي سار سنڀال عورتون لهن، ڇو تہ عورت مال تي مرد کان بہ وڌيڪ ڌيان ڏيندي آهي. هي ننڍو مال آهي ان ڪري گهر ۾ آرام سان رکي سگهجي ٿو. عورتن جو ڪم ٿر ڌارائڻ، مهارو هٿائڻ، ٻڪرين کي امائڻ، ٻڪرن کي سنگر پٽي ڏيڻ، ڪير ڌهڻ، ٻڪرين جي ڪير مان ولوڙو ڪرڻ وغيره آهي. ٿري ماڻهو ٻڪريءَ جي ڪير جي چانهہ وڏي شوق سان پيئندا آهن. پلي ڳئون ڏاچي توڙي رڍ جو ڪير گهر ۾ موجود ڇو نہ هجي.

اچڙوٺر جيئن تہ راڄن جي لحاظ کان مختلف حصن ۾ ورهايل آهي، ان ڪري هر علائقي ۾ هر راڄ جا اوٺار پڻ موجود هوندا آهن. آڇر ڳاهو (ڳوٺ ٻڏريو)، سبوجهہ هنگورجو (ڳوٺ سبوجهہ هنگورجو)، لعلو مگريو، پلو پنيرو (رتڙائو)، دلبر مهر (ٿر)، حضوري مهر (ٿر)، سونو راڄڙ (مهراٹو) ۽ ڪيترن ئي ٻين وٽ اڄ بہ ڏاچين جا وڳ رکيل آهن.

ٿر ۾ هوئن بہ چوري گهٽ ٿئي. جي ٿئي تہ ٿري ماڻهو پير سڃاڻيو وڃن. پير سڃاڻڻ جا وڏا ڪيئي طريقا آهن. مثال وک مان سڃاڻڻ يا پير مان سڃاڻڻ. ٿري ماڻهو انن جا پير انهن جي پيڙهيءَ مان سڃاڻي وٺن ٿا. وزن مان

سڃاڻڻ - يعني هلڪو پير هوندو ته ڏاچي يا ڪنوات جو هوندو، جي ڳرو ۽ وزني هوندو ته اٺ جو هوندو.

سياري جي موسم ۾ اٺ مست ٿئي ٿو. تارونءَ ٻاهر ڪڍي ڳڙندو آهي. اٺ جي اهڙي نموني ڳڙڻ کي ٻين ڪڍڻ چئبو آهي. جي ڳڙي تارونءَ ڪڍندو ته ٻاڳيا چوندا: "ٻلو تارون اٿس، ڳڙي ٻيو ڳڙي!" ٽري ماڻهو سهڻي ڏاچيءَ کي ڪونج سان تشبيهه ڏين ٿا. "جهڙو اٿس نالو تهڙي آهي ڪونج" جهڙا ٻهاڪا مشهور آهن.*

اچڙي ٿر ۾ اٺن کي شاديءَ جي موقعي تي پنهنجي پوري خوبصورتيءَ سان ڏسي سگهجي ٿو. ان موقعي تي اٺن کي ڇيرون، ڇڙيون، ڏانيـر، گينگهرا، ڪڙيون ۽ چانديءَ جا تعويذ ٻڌندا آهن. سندن پلاڪڙن تي سهٽيون رليون رکيون ويندیون آهن، جن تي گهوٽ ۽ آنهر ويهندا آهن. اٺ جڏهن هلڻ شروع ڪندا آهن ته سڀ ساز وڄڻ لڳندا آهن. سازن جو سريلو آواز جيڪو اٺن جي ٽنگن ۾ ٻڌل گينگهرن جي هڪجيتري وقفي واري ردم ۾ گونجندو آهي، سو ڇڙن ۽ ڏانيرن جي وڏي آواز سان ملي هڪ ٻلوڙ قسم جي ڌن پش ڪرڻ لڳندو آهي. ان آواز سان ڇيرن ۽ ڪڙين جي جهنڪار ملي موسيقيءَ کي اڃا به چار چنڊ لڳائي ڇڏيندي آهي. سنڌ ۾ ان جو وڏو مثال ڪڇ جا پورا ۽ برڪيون ڊوئيندڙ اٺن جون قطارون آهن، جيڪي ڪنهن زماني ۾ صبح جو سوير ڳوٺن جا پـر ڏيئي لنگهنديون هيون ۽ شام جو ڇئين وڳي ڌاري واپس موٽي وينديون هيون. انهن جي گينگهرن، ڇيرن ۽ ڇڙن جا آواز اڄ به ياد ڪرڻ تي ڪنن ۾ گونجڻ لڳندا آهن. اهڙين قطارن ۾ سڀ کان اڳيان هلڻ واري اٺ کي "مهري اٺ" سڏيندا هئا.

ٿر ۾ اٺن کي سڃاڻڻ هونءَ ته ڪو مسئلو ڪونه آهي، پر پوءِ به ڊاڳ

---

* ڪجهه ٻيا ٻهاڪا هن طرح مشهور آهن: ١- اٺ ڊڪ جي لائق ناهي. ٢- اٺ تي ڪهڙي زڪوات. ٣- ڪهڙو لاڙ مان آندو اٿئي. ۴- ڪهڙو سو ڏاچين جو مالڪ آهين. ۵- (سهڻو ڇڙو وڄندي ٻڌندا ته چوندا) اهو ڇڙو سونهين انين پٽارين کي. ٦- ڏاچيءَ جي کير ۾ سڄ ذائقا. ٧- ڏاچيءَ جو کير ٻٽيهه مرضن تي پئي. ٨- ڏاچي هٽي ڏهه ته توڏو هٽي تيرنهن. ٩- پوڙهو اٺ به ڪنوات لهي. ١٠- جڏهن پورا پٺي سبيا تڏهن اٺ پٺي رڙيا. ١١- اُٺيون آهن سونَ مُٺيون، پر جي وسي ته. ١٢- پيٺون، سي پيٺون، ٻيون جَهڙيون اوٺي کير جون ڦيٽون. ١٣- اُٺ نه مُٺا پَرَ پورا مُٺا. ١۴- جتي ڪيهرن جا ديرا اُتي اُٺين جا پيرا. ١۵-اُٺ جي چوري پڪي ۾ ٿوروئي لڪي. ١٦- اُٺ چڙهندي شيهن تي ڪاڏو. ١٧- اُٺ جو بار به جت تي. ١٨- اُٺ اٿي ٺي ڪونه، پڪت پاڙو. ١٩- ٻُچ ٻڌي مَهري بنائڻ.

ڏيڻ جي روايت صدين کان هلندي پئي اچي. هرهڪ ذات يا پاڳئي جا داڳ پنهنجا ٿيندا آهن. پاڳيا داڳ شهرن مان ويگ ڪرائي تهرائي ڪٽي ويندا آهن. پوءِ رڳو تپائي جتي داڳ ڏيڻو هوندو آهي اتي هڪ اڌ سيڪنڊ لاءِ رکي ڪٽي ونندا آهن. سڙيل جاءِ تي ڪيترن ئي ڏينهن تائين گيهه وغيره لڳائيندا رهندا آهن.

اٺ جي ڏاس مارچ مهيني ۾ ڪٽي ويندي آهي. پاڳيا ڏاس مان رسا، ڪتا، پڪراس، اوڇهه ۽ سندرا ناهيندا آهن. اٺ کي خصي ڪرڻ لاءِ نڪ وٺان سُئو لنگهائي، پري ڪتان ڪاڏيءَ وٺان ڪڍي ڇڏبس. ان طريقي کي "تر هڏي" چئبو آهي. ان طريقي سان اٺ مسلسل ايذاءَ ۾ رهندو آهي ۽ سندس ڌيان ڏاچي طرف وڃي نه سگهندو آهي.

اٺ جي عمر چاليهه سال کن ٿئي ٿي. گهڻو ڪري بيماري وگهي ئي مرندو آهي. ڪارو واءُ به ازلي دشمن اٿس. هن ۾ اٺ جو رت ڦٽي پوندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن (پيٽڻ) بلا به ماري ويندي اٿس. پر جڏهن ڪيس حلال ڪبو آهي ته ٽي يا ست سيرون وجهبيون آهن، جو ته دم ڏگهو ٿيندو اٿس. اٺ جي ڳچيءَ ۾ اڌ اڌ فٽ تي مٽڪو ٿيندو آهي ۽ هر مٽڪي تي سير وجهبي آهي. ٿري ماڻهو اٺ جو گوشت تازو رڌي کائين. جيڪو بچي سڪائي رکن. بعد ۾ ٻارنهن مهينن تائين کائيندا رهندا آهن.

اٺ سچ پچ ته ڪارائتو جانور آهي. ٿرين لاءِ ته وڏو اجهو آهي. ٿري ماڻهو ڪيس گوءِ، سواري، هر ڪاهڻ، کوهه مان پاڻي ڪڍڻ، پاڻيءَ ۽ ٻيو وزن ڍوئڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن. اچڙوٿر سنڌ جو اهو اڪيلو علائقو آهي، جتي اُٺين جا وڳ اڄ به آزاد نموني سان چرندا رهندا آهن، جنهن جو مثال سنڌ جي ٻي ڪنهن به علائقي ۾ ملڻ محال آهي.



# جهنگلي جيوت
# ۽
# انساني فطرت جا ايذائيندڙ پهلو

جُگن کان ٿيندو ائين پيو اچي تہ ماڻهو کاڌي پيتي جون شيون حاصل ڪرڻ لاءِ نت نوان طريقا ڳوليندو ۽ اختيار ڪندو آيو آهي. جيتوڻيڪ اڄ هو تمام جديد زراعت واري دور مان گذري رهيو آهي، پر وحشي جبلتون ۽ عادتون اڃا بہ انهيءَ ساڳي دور واريون اٿس. مثال طور اڄ جي جديد دور ۾ ماڻهوءَ جي کاڌي پيتي لاءِ اناج جا الاهي قسم موجود آهن. هن لاءِ سايون ڀاڄيون آهن، گوشت ۽ مرغي فارم آهن. ٻاڪري ۽ ماهي گوشت جو بندوبست ٿيل آهي. پر ان هوندي بہ هو وڏي شڪار تي، خاص ڪري هرڻ يا ڦاڙهي کي مارڻ لاءِ ڏهن ٻڪرين جي قيمت جيترو خرچ ڪرڻ کان بہ نہ ٿو ڪيٻائي. هن جي پراڻي شڪاري حس اڄ بہ هن جي ماهہ ۾ چپ هنيو ويٺي آهي. جڏهن جاڳي ٿي تہ هو خدا جي ان سهڻي مخلوق تي ٽٽيو پوي. فقط ۽ فقط پنهنجي شڪار واري ذوق جي تسڪين خاطر! هن جي ذوق ۽ شوق جي تسڪين رڳو هڪ اڌ هرڻ، ڦاڙي، تتر يا تلور مارڻ تي پوري نہ ٿي ٿئي، بلڪ انهن جا ڏٽن جا ڏڻ ۽ ولرن جا ولر چٽ ڪرڻ کان پوءِ مسين وڃي ٿي ڪا ڪر اچيس.

ان شوق ۾ (هاڻ تہ ان کي ماڻهن واپار بہ ناهي ورتو آهي) هي خفتي همراهہ ڏاڍا "سهل پسند" بہ ٿي ويا آهن. ڇاڪاڻ تہ اڳي شڪار لاءِ ماڻهو راتين جون راتيون رلندا هئا. شڪار نہ لڳندو هونَ تہ خالي موٽي ايندا هئا. پر هن وقت ماڻهو انهن بي زبانن کي هر اخلاقي اصول جو ليڪو لتاڙي بہ مارڻ لاءِ تيار آهن.

اڳي دوکو ۽ دولاب ڏيڻ هر سماج ۾ ڪريل حرڪت سمجهي ويندي هئي. ماڻهو ماڻهوءَ کي دوکو ڏيڻ کان لهرائيندو هو ۽ ان کي وڏو گناهہ سمجهندو هو. پر هاڻ تہ ماڻهو پکين ۽ جانورن کي دولاب ڏيئي، انهن جو ساهہ وٺڻ عين ثواب سمجهي ٿو.

آسٽريليا ۽ يورپ جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ ڪتي ڪان مال چارڻ جو ڪم بہ ورتو ويندو آهي. خاص نسل جا ڪتا ان ڪم لاءِ پاليا ويندا آهن. نيوزيلينڊ ۽ آسٽريليا ۾ ڪتن ڪان ڪينگرو ڪي پچائي فصلن ڪي بچائڻ جو ڪم ورتو ويندو آهي. پر هتي اسان جي ملڪ ۾، خاص ڪري سنڌ ۽ پنجاب ۾، ڪتا پاليا ئي ان ڪري ويندا آهن تہ جيئن انهن کي رِڇن سان ويڙهائي سگهجي، سوئرن جو شڪار ڪري سگهجي ۽ سها، هرڻ، ڦاڙها جهلي سگهجن. شڪاري قبيلا وري ڪتا ان ڪم لاءِ پالين ٿا تہ ڳوهون، ٻلا، گدڙ ۽ سها جهلي سگهن. انهن قبيلن، خاص ڪري ڪوهستان ۽ ٿر (اڇڙي ٿر) جي علائقن مان، ناري توڙي مڪيءَ جي وارياسي پٽن ۽ جهنگن مان جانورن جا نسل ئي تباهہ ڪري ڇڏيا آهن.

وڏا ماڻهو ڪتن جون لوڌون ان ڪري رکندا آهن تہ جيئن سوئر جو شڪار ڪري سگهن. مڪي ۽ ناري وارو علائقو ڪجهہ وقت اڳ تائين سوئرن لاءِ هڪ وڏي پناهہ گاهہ هو. پر جڏهن کان چوتياري ڊئم ۽ ان مد ۾ ٻيا ترقياتي ڪم پيا ٿين، تڏهن کان هي جانور ڪن مخصوص علائقن ۾ سوڙهو ٿيندو پيو وڃي، جتان ڪان هن کي ٻاهر ڪڍڻ تمام آسان ٿي پوندو. هونءَ بہ هنن علائقن ۾ ممتاز پٽي ڪان ويندي مخدومن تائين، نواب شاهہ جي جتوئين کان ويندي سنڌ جي سيدن تائين هر ڪنهن جي مار هنن معصوم، بي زبان جانورن ۽ پکين تي هوندي آهي. هيءُ جانور هاڻ تمام تيزيءَ سان ڪٽندو پيو وڃي. زبان گور هجڻ ڪري بہ هيءُ گوليءَ جو نشانو بنجي ٿو. ماڻهن جي تماشي ۽ شوق جي ور بہ ڏاڍو چڙهندو رهي ٿو.

پاڪستان ۾ باز ذريعي بہ شڪار ٿئي ٿو. نندي ڪنڊ ۾ باز پالڻ جي شوق کي چون ٿا تہ مغلن متعارف ڪرايو هو، جنهن جو ڏؤر سترهين صدي عيسوي ٻڌايو وڃي ٿو. پنجاب ۾ اها روايت اڃا بہ زورن تي آهي. مهانگو هجڻ ڪري اهو شوق وري عربن جو ورثو بنجي ويو آهي، چو تہ عربن وٽ تمام گهڻا پئسا آهن. باز کي تلور، هرڻ ۽ سهن جي شڪار لاءِ پاليو وڃي ٿو. لاڙ ۾ باز کي باز ڦاسائڻ لاءِ بہ پاليو وڃي ٿو. مقامي طور تي هن شوق کان اڃا ايترو نقصان ڪونهي، جيترو عربن جو هتي اچي شڪار ڪرڻ کان آهي.

سرحد ۾ وري پهاڙي تتر ۽ چڪور تمام معروف آهن. هنن کي ويڙهائڻ، ٻين همجنس پکين کي ڦاسائڻ لاءِ پڻ پاليو ويندو آهي. ماڻهو کين گهرن، اوطاقن ۽ دڪانن جي زينت بنائڻ لاءِ بہ پالين ٿا. ان ڪري آنن ۽ ٻچن جي منڊ ۾ هنن جي پنيان مقامي ماڻهن جي چڱي وٽ لڳل هوندي آهي. هنن

جا ٻچا پڪڙجڻ ۽ آنا ڪڍڻ جي ڪري، هي پکي سخت خوف ۾ زندگي بسر ڪندا آهن. چڪور، جو هڪ طرف اسان جي شاعريءَ جو خيال رهندو پيو اچي ۽ ٻئي طرف وري قومي ورثي جي سڃاڻپ طور هڪ علامت پڻ تصور ڪيو وڃي ٿو، هاڻ اڻ لڀ ٿيندو پيو وڃي. سنڌ ۾ اڇو ۽ ڪارو تتر ٻئي پاليا وڃن ٿا. هنن کان وري ٻوليون ڪرائي تترن جو شڪار ڪيو وڃي ٿو. هي تتر پڃڻ جا تيز ۽ اڏامڻ جا تکا ٿين ٿا، ان ڪري انهن کي مارڻ عام ماڻهوءَ لاءِ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. ماڻهن انهن کي مارڻ لاءِ آسان طريقو اهو هٿ ڪيو آهي تہ انهن کي پالي، ڪانٽن ٻولرائي، مٿن تترن جا ڳاهٽ ڪرائي، انهن کي دوکو ڏيئي ماريو ويندو آهي. سنڌ ۾ ماڻهو ڪارن ۽ اڇن تترن جا آنا ڪٽي ڪڪڙين هيٺان ڏيئي چڏيندا آهن. ڪڪڙ ڏاڍي بيوقوف ٿيندي آهي. سائيز ۾ ننڍي هجڻ جي باوجود بہ آني تي شڪ نہ ڪندي آهي. جڏهن آنا ڦوڙڻ جو وقت ايندو آهي تہ ننڍا ننڍا ٻچا ٻاهر نڪري ڊوڙڻ لڳندا آهن ۽ خفتي انهن کي الڳ ڪري پڃرن ۾ رکي ڇڏيندا آهن. اهڙي ريت وڏا ڪري وڪڻن بہ ٿا تہ شڪار بہ ڪن ٿا ۽ وري سوکڙين طور بہ ڏين ٿا.

ٽي-جي-رابرٽس پنهنجي ڪتاب پاڪستان جا پکي (The Birds of Pakistan) ۾ لکي ٿو تہ بلوچستان ۾، خاص ڪري ڪوئيٽا ۾ ماڻهو ٻنا موڙ واري چنڊول (Bismaculated Lark) پالين ٿا، جنهن کي پڃرن ۾ قيد ڪري دڪانن تي رکيو ويندو آهي. غالباً بازار جي شور ۽ غل کان بچڻ لاءِ اهو پکي پاليو وڃي ٿو.

پر پاڻيءَ جي جهنگلي جيوت کي سڀ کان وڌيڪ مهاڻا متاثر ڪن ٿا. ان جو مثال اٿين ڪٽي ونجي ياجيٿن ان کان اڳ جنگلي جيوت تي تحقيق ڪرڻ وارن سيني عالمن جو مشاهدو آهي تہ مهاڻا لڌڙا پالين بہ ٿا تہ مارين بہ ٿا. پاليل لڌڙن (Otters) کي تہ هو باقاعدي شڪار لاءِ تربيت ڏين ٿا ۽ ماريل لڌڙن کي هو جنگلي جيوت جي بين الاقوامي واپارين کي وڪڻي ڇڏين ٿا. لڌڙن لاءِ اهو بہ مشهور آهي تہ انهن جي کل يا چربيءَ جا چوتڙا ناهي نواسير وارا مريض پنهنجن پڇڙن تي چاڙهي ڇڏين ٿا. چيو وڃي ٿو تہ ايئن ڪرڻ سان کين تمام گهڻي فرحت محسوس ٿئي ٿي. حد تہ اها آهي جو ماڻهو لڌڙا مارائي انهن جا خصيا ڪائڻ کان بہ نہ ٿا ڪيبائين. ڪنهن وقت ۾ ناري واهہ سان تمام گهڻا لڌڙا هوندا هئا، پر هاڻ يا تہ اهي مارجي ويا آهن، يا وري انهن کي جيئرو ڦاسائي ڪيڏانهن ڪپايو ويو آهي. هاڻي ناري جي ٻنهي ڪنارن ۽ آس پاس وارين ڍنڍن ۾ تمام گهٽ ڏسائين ٿا.

مهاڻا پکين مان ٻگهہ پکين کي، سانهن کي، پيڻ پکين کي ۽ ڪانيرن

کي ڦاسائي، انهن ذريعي ٻيا پکي ونجهارن ۾ ڦاسائي وڪڻن ٿا. اهڙي قسم جا مثال لڳ ڀڳ سڄي پاڪستان ۾ ملن ٿا. مورن ۽ هرڻن جي ٻچن کي به تعلقات وڌائڻ لاءِ تحفي طور يا رشوت طور استعمال ڪيو وڃي ٿو.

جڏهن پرديسي ڪونجون هتي سانوڻيءَ جي مند ۾ اچن ٿيون ته انهن کي مختلف چوڳي وارين جاين تي ڦاسايو وڃي ٿو. سنڌ ۾ ته هن پکيءَ کي ان ڪري، به ماريو ويندو آهي ته هن جي هڏيءَ کي "پٿري" ڪڍڻ يا پورڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. هتي جي ماڻهن ۾ هڪ عام مفروضو آهي يا حقيقت، ته ڪونج، جو ته روهه جو پکي آهي، هن جو ڪاڌو به ٻين پکين کان مختلف آهي، ان ڪري هن پکيءَ جي "هڏي" ماڻهو جي جگر يا بڪين جي پٿريءَ کي پوري ٻڏي ٿي. منهنجي مرحوم چاچي ۱۹۷۸-۷۹ع ڌاري ڪونجن جي هڪ ولر تي بندوقن جا فائر ڪري هڪ ڪونج ڦٽوڙي ڪري وڌي هئي. گهڻي ڪوشش کان پوءِ هو ان کي جيئرو وٺي آيا هئا. پوءِ مون کي ياد آهي ته منهنجي امان ان جي ڪنيڙاتين مان ڪجهه هڏيون ڪڍي ڪٺي آئي هئي، جيڪي اجا تائين به امان جي پراڻي ڪٺيل صندوق ۾ اگڙيءَ ۾ ٻڌيون پيون هونديون هيون. اسان هڪ ٻن ماڻهن کي انهن مان ڪجهه ٽڪڙا ڏنا به هئا. پر اسان نه ٻڌو ته هنن کي انهن هڏين مان ڪو فائدو به پهتو. بعد ۾ هنن آپريشن ڪرائي جان ڇڏائي. ڪونجن کي سڀ کان وڌيڪ اشتعال ۾ بنون ضلعي ۾ آندو وڃي ٿو، جتي جا ماڻهو چوٽيءَ واري ڪونج (Demoiselle crane) کي ڏاڍي شوق سان پالين ٿا. هڪ ته هن قسم جي ڪونج ويڙهاڪ ٿئي ٿي ۽ ڊانس به ڏاڍي دلفريب ڪري ٿي، ان ڪري هيءُ ضلعو ڪونجن سان گڏوگڏ تترن، پونترن ۽ چڪور جي عالميءَ منڊي بڻيل آهي. هتي جا رهاڪو ڪونج کي گهرن، اوطاقن ۽ دڪانن جي زينت طور به رکن ٿا. ۱۹۸۳ع ڌاري هن ضلعي ۾ ڪونج جي قيمت ۱۰۰ آمريڪي ڊالرن جي برابر هئي.

انهن پکين جي پالنا ۽ جانورن جي پرورش مان ڪو به اهڙو مثال ڪونه ٿو ملي ته ڪو انهن جي نسل ۾ اضافو آيو هجي، جيئن هتي هن ملڪ ۾ ڪبوترن کي پالڻ سان ان جو نسل وڌيو آهي ۽ ڪتن کي پالڻ سان ان جو نسل هاڻ ڪنٽرول کان ٻاهر آهي.

سنڌ توڙي پاڪستان جي ٻين صوبن جا ماڻهو قطعي طور تي جانورن يا پکين سان فطرتي طور تي پيار ڪندڙ نه ٿا لڳن. فطرتن هو جهنگلي جيوت جي معاملي ۾ وحشي آهن. ان معاملي ۾ سڀ کان وڌيڪ حساس ته جهنگلي جيوت واري کاتي کي ٿي هجڻ کپي، جنهن جون آفيسون ۽ عملو

ڳولئي نہ ٿا لهن. جهنگلي جيوت کاتي جا وڏا عملدار، جن سان منهنجيون ملاقاتون ٿيون آهن، سي جهنگلي جيوت دوست گهٽ پر هڪ خاص قسم جا تربيت يافتہ ملان وڌيڪ لڳن ٿا. هنن کي اهو احساس ئي ناهي تہ جهنگلي جيوت بہ الله تعاليٰ جي مخلوق آهي ۽ ان جو قتل عام هر مذهب ۾ (کاڌي پيتي جون مڙئي صحولتون هوندي) حرام آهي. پوءِ بہ هو الله جي ان بي زبان مخلوق کان ايترو تہ لاتعلق آهن، جو ڄڻ تہ ان کي ڦرويرون هن زمين تي رهڻ ڏنو پيو وڃي. ڪي ماڻهو مون اهڙا بہ ڏٺا آهن جيڪي ٽٽيهر (Redwattled Lapwing) جا ڪچا آنا پي ويندا آهن. هو اهو بہ نہ ٿا سوچين تہ انهن آنن مان انهن جا ٻچا نڪرڻا آهن ۽ انهن جي نسل کي وڌڻو آهي. سمنڊ جا ميربحر ساموندي پکين، جهرڪ سي-گل (Seagull)، ڪناءِ (Tern)، سارس ۽ تُور وغيره جا آنا پچائي کاڌي طور استعمال ڪندا آهن. اليگزينڊر برنس جي مطابق تہ هنن تہ درياهي سيسر (Gharial) بہ پُجي کائي ڪپائي ڇڏيا آهن. اندس ڊالفن سان جيڪا تعدي هي ويهي ڪن ٿا، ساٻہ ڪنهن کان ڳجهي ڪونهي. ايتري قدر جو ڪي متي ڦريا جنسي احساس ڪمتريءَ جا مريض، هن جي بدني بناوٽ ڏسي شيطان بنجيو پون. واڳون ۽ مڇيءَ جي نسل کي هاڻ خود مهاڻي کان ئي وڌيڪ خطرو آهي. جيڪڏهن هن خود ان کي بچائڻ جون ڪوششون نہ ورتيون تہ ٻين ماڻهن سان گڏ پاڻ بہ انهي خوبصورت جيوت کي ڏسڻ کان سگهندو. ايل - بي - او - ڊي (LBOD) جي رٿائن، جتي سنڌ جي مختلف جهنگلي جيوت جي پناهگاهن کي سخت ڇيهو رسايو آهي، اتي ان ۾ ڪم ڪندڙ عملي، خاص ڪري چينين ۽ جاپانين ڪچونءَ جي نسل جو ستيہ اناس ڪري رکيو آهي. چيني ۽ جاپاني ڪچون ۽ دريائي ڪمين (Brown River Turtles) جا نہ رڳو بيدا وڏي شوق سان کائين ٿا، پر خود انهن ڪچوئن ۽ ڪمين کي وڏن ڪڙاهن/ديڳڙن ۾ اوڇلائي سوپ ٺاهي پي ڇڏين ٿا. سانگهڙ ۾ سم نالن ۽ ٻتي جمڙائو واهہ جي رٿائن دوران ڪم ڪندڙ چينين هتان جي ڇنڪبري ڪميءَ (Indian soft-shelled Turtle) جو ڪيڙي مار دوائن جئان جهرڪر نسل ئي ختم ڪري ڇڏيو. خانہ بدوش قبيلا، جهرڪ هڏوار ۽ گرگلا پڻ ڪمين ۽ ڪچوئن جا دشمن آهن. اڳي سانگهڙ جي واهن جي ڀيڇن وارا علائقا ۽ ناري جي ٻنهي پاسن وارو ايڪوسسٽم (Eco system) هنن ڪمين ۽ ڪچوئن جا مرڪز هوندا هئا. هڪ تہ جڏهن کان منڙائو ڪينال، ناري جي پٽڙين ۽ جمڙائو جي پٽڙين تي ٽريفڪ وڌي آهي، هيءَ آبي مخلوق رفتار ۾ سست هئڻ جي ڪري ٽائرن هيٺان اچي مرندي رهي آهي ۽ مري

رهي آهي. پيءُ ته آواز ۽ وسونهن جي ڪري ڏاڍي عذاب ۾ آهي. هيءَ جڏهن بيضا ڏيڻ لاءِ ٻاهر نڪري ٿي ته ٻندن تي هلندڙ ڊبل ڪيئن ڊاٽسن، جيپن، ٽرالرن ۽ ڪاٽي وارين مشينن جي ٽائرن ۽ چينن (Chains) هيٺيان اچي وڃي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن ته هيءَ حڪيمن جي ڪشتن جي ور به چڙهيو وڃي. ڪڏهن وري سخت اُس ۾ (خاص ڪري واريءَ وارن علائقن ۾) جليو سڙيو وڃي. هتي جي مقامي ڏيڏرن تي به چينين وڏي جلهه ڪئي. منهنجو پاڻيٺيو، جو سانگهڙ واري آفيس ۾ سندن پٽي وارو هو، ان ڪري نوڪري ڇڏي آيو جو سندن هنڌ بسترن، ٿانوَ نڪرن ۽ ڪمرن مان ڪيس سدائين ڪڇي ڏڀ پئي ايندي هئي. وڏن هنڌن ۾ ٽسڪندڙ پاڻيءَ ۾ جڏهن جيڏرا ڦٽڪندڙ ڪچون ڏسندو هو ته بيمار ٿي پوندو هو. چينين ته باقاعده پنهنجي رهائش گاهن ۾ وڏا وڏا تلاءَ نهرائي ڇڏيا هئا، جن ۾ هو ڏيڏر ۽ ڪچون اچي گڏ ڪندا هئا. جهنگلي جيوت کاتي وارن ڪڏهن به متن کو ڪيس ڪونه ڪيو ۽ نه ئي ڪين ائين ڪرڻ کان روڪيائون. ٿي سگهي ٿو ته ڪين اها خبر ئي نه هجي ته ڏيڏرن ۽ ڪچوئن جو نسل به بچائڻو آهي، جو اڳيئي ڪيميائي زهرن جو سڌو سئون ڪاچ بنجي رهيو آهي.

بهرحال حقيقت اها آهي ته اسان ماڻهو نه ته مذهبي طور تي، نه ئي بنيادي طور "جهنگلي جيوت دوست" آهيون. اسان ڳاڙهي رنگ کي ڏاڍو پسند ڪيون ٿا. پوءِ چو نه اهو ڪنهن ماڻهوءَ جو هجي يا ڪاتيءَ هيٺان ڪسندڙ ڪنڌ جو، پر رت وهائيندڙ ذهني طور تي پاڻ کي بهادر ۽ اعليٰ سمجهي ٿو. اسان مان وحشيپڻي جي اها پيداوار جيستائين ختم نه ٿيندي، تيستائين نه ته اسان سنا انسان ٿي سگهنداسين ۽ نه ئي سٺي مخلوق. هجڻ ته هيئن گهرجي جو زمين تي رهندڙ هر مخلوق لاءِ اسان جي دل ۾ محبت ۽ رحم جو جذبو پيدا ٿيڻ گهرجي، بلڪه ان جي نسل کي بچائڻ لاءِ عملي جدوجهد ڪرڻ گهرجي. ان لاءِ هڪ گڏيل نعرو هئڻ گهرجي: "جهنگلي جيوت کي سندس نسل جي بقا لاءِ پاليو، سندس نسل ڪشيءَ لاءِ هرگز نه!"

# هاڙوڪي مکي ۽ ان جي پرپاي وارن علائقن جو نقشو 2001ع



جت سنڌو ۾ سمنڊ وهي ٿو

امر لغاري

موهن جو دڙو پبلشنگ ايجنسي لاڙڪاڻو













امر لغاري سنڌ جو الوکو رائيٽر آهي، جنهن نہ رڳو سنڌوءَ جي چوڙ واري ڊيلٽائي علائقي ۾ اتي جي ماڻهن ۽ ٻين جيوت تي هڪ اخباري خبر جي بدران اتي جي مسئلن کي انتهائي خوبصورت انداز ۾ رپوتاز واري طرز ۾ لکيو آهي.

امر لغاري سنڌ کي پرينءَ جي پاڇي واري اک سان ڏسڻ جي ڪري رڳو ان کي خوبصورت شهرن، سرسبز باغن ۽ زرعي علائقن تائين محدود ڪرڻ بدران جهر جهنگ، بيابان، ٻٽون، ڍُٺون، ڇاڙهون، ڪاريون، ڍنڍون، ڍورا، رڻ جا پٽ، رڃ وارا پوٺا ۽ آئيپيا لتاڙي سنڌ لي ڳولي ٿو. امر لغاري بلڪل اها سنڌ ڳولي ٿو جنهن لاءِ ٿي اياز چيو، "جت لڪ لڳي، جت اِڪ تپن سو ديس مسافر منهنجو ڙي."

اهڙيءَ طرح اسان ڏسون ٿا تہ امر لغاري رومانٽڪ ۽ سادي انداز ۾ سنڌ جي انتهائي سنجيده قسم وارن مسئلن کي ڇهيو آهي. هن ڊيلٽائي علائقي تي ڪنهن ٽيڪنوڪريٽ يا آبپاشي جو ماهر بنجي اهو بحث ئي نہ ڪيو آهي تہ دريائي چوڙ لاءِ 27 ملين پاڻي کپي يا 10 ملين پاڻي کپي، پر هو تہ هڪ سادي انداز ۾ علائقي جي صورتحال هڪ ملاح جي زباني ٻڌائڻ لڳي ٿو.

هو دنيا جي ڊيلٽائي علائقن وانگر سنڌ جي ساحلي علائقي کي ماحولياتي اک سان ڏسي ٿو. هو ڊيلٽائي علائقي ۾ رڳو ماحولياتي طور فيشن بنجي ويل ميڪروز جو قصو ڪونہ ٿو ڪڍي، پر هو تہ لطيف جي ڳايل سهڻ جي ڳاهہ، اتي وارن ماڻهن، جانورن، پکين ۽ ٻوٽن تي لکڻ چاهي ٿو. هن تمر جي نہ رڳو خوبصورت وڻ تي لکيو آهي، پر اهو وڻ جيڪو قدرتي طور سمنڊ جي آبي زندگيءَ لاءِ هڪ هيچري طور ڪم ڪري ٿو اهو بہ لکيو آهي. امر جي ڪئمرائي اک دريائي ڇاڙهن جي وچ ۾ آباد ڊيلٽائي علائقي جي شهر ڪاري ڇاڻ ۽ درياءَ جي خوبصورت ڪنڌي واري ڀِٽڻ جنگي سر جو ذڪر ڪيو آهي.

اسحاق مگريو

حيدرآباد سنڌ

موهن جو دڙو پبلشنگ ايجنسي لاڙڪاڻو

Rs. 120/-

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ٻاڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي تي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سپني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)